

# سراج العاشقين

ملفوظات شريف

حضرت خليفه محمود فقير قدس الله سره العزيز

مرتبه

خليفه محمد ملوڪ چانڊيو رحمة الله عليه

ترجمه

قاضي فتح الرسول نظاماڻي عليه الرحمة

شايع ڪندڙ

محموديه اڪيڊمي (قريه شريف)

ڪڙيو گهنور شريف، تعلقو ڪنڊيارو، ضلع [illegible] سنڌ

# سراج العاشقين

ملفوظات شريف

## حضرت خليفه محمود فقير قدس الله سره العزيز

مرتبه

## خليفه محمد ملوک چانڊيو رحمة الله عليه

ترجمه

## قاضي فتح الرسول نظاماڻي عليه الرحمة

شايع ڪندڙ

محموديه اڪيڊمي (قريه شريف)

ڳڙيو گهنور شريف، تعلقو گولاڙچي، ضلع بدين سنڌ

كتاب جو نالو: سراج العاشقين

مصنف: خليفه محمد ملوڪ چانڊيو رحمة الله عليه

مترجم: قاضي فتح الرسول نظامائي عليه الرحمت

سنہ طباعت: ١٩٩٨ع

تعداد: هڪ هزار

ڪمپوزنگ: السنڌ ڪمپوزرس حاجي هارون منزل دڪان نمبر ١ ڪوڪر محلو حيدرآباد

ناشر: محموديه اڪيڊمي، ڪڙيو گھنور تعلقہ گولاڙچي ضلع بدين سنڌ

پرنٽرس: نفيس پرنٽنگ پريس - لجپت روڊ حيدرآباد

هديه: ٧٠ روپيہ

از حضرت بابرکت خلیفہ محمود علیہ الرحمتہ

# در مدح سید المرسلین شفیع المذنبین صلی اللہ علیہ وسلم

فرمودہ عبدہ شد بندہ خاص خدا - جز محمد نیست در ہر دوسرا

انکہ در عبدیتش گشتہ نہاں - سر وحدت گشت ظاہر درجھاں

شد محمد جملہ وحدت در وجود - در حقیقت عین گشتہ از شھود

شمس وحدت آفتاب نور ذات - تافتہ برافق ذرات جھات

شد زنورش مقتبس مھتاب جود - شد منور زو وجود ہر وجود

انبیاؤ از لمعہ اش یکتاب خواہ - اولیاؤ زان تاب روشن گیر راہ

نور او آفاق وانفس را گرفت - ہرچہ جز نورش ہمہ شد در نھفت

در رسالت ہرکہ او آگاہ شد - من یطعہ قد اطاع اللہ شد

انبیاء گر در شرف بس اکملند - امتِ اوبند گر خود مرسلند

شرح این معنیٰ اگر جوئی توراست - در مکاتیب کرام شیخ ماست

درج کردم آں ھمہ را دربیاں - این دو اوراق رسالہ بھر زاں

تا دل خوانندگان روشن شود - وین رسالہ نیز چوں گلشن شود

بین و بین جویندہ وجوئیدہ باش - ہرچہ گفتم سر آں منمائے فاش

ماخوذ از محبوبیتہ المحمودیہ (ق)

بسم الله الرحمٰن الرحيم

# * عرض حال *

هن فقير راقم الحروف جي دل ۾ شروع کان خيال هو تہ اهڙو ڪو ذريعو بنجي جو حضرت شيخ المشائخ، سيد الزاهدين، زين العاشقين، پيشوائي اهل تجريد والتفريد، مرشدنا، محبوبنا، مطلوبنا حضرت خليفہ محمود قدس الله سره جي سلوڪ جي باري ۾ جيڪي تصنيفات آهن، انهن کي مريدن ۽ عام ماڻهن جي ڀلي لاءِ شايع ڪرايو وڃي.

انهيءَ سلسلي ۾ تاريخ ٣ جنوري ١٩٦٨ع اربع جي ڏينهن زيارت ڪرڻ لاءِ ڪڙيو گهنور شريف وڃڻ ٿيو، جتي خليفه حاجي محمد قاسم صاحب ۽ فقير حاجي عبدالرحيم ميمڻ صاحب سان صلاح مشورو ڪيو ويو. آخر انهيءَ ڪم جي لاءِ "محموديه اڪيڊمي" قائم ڪئي ويئي ۽ هيٺين ڪتابن کي فوري طرح سان سنڌي، اردو ۽ فارسي زبانن ۾ شايع ڪرڻ جو پرگرام بنايو ويو:

(١) محبوبيۃ المحموديہ (اوراد المحموديہ)

(٢) مجمع الفيوضات - ملفوظات شريف حضرت پير سائين روضي ڌڻي قدس الله سره العزيز

(٣) گلشن اولياءِ

(٤) مڪاتيب حضرت پير سائين روضي ڌڻي قدس سره

(٥) سراج العاشقين- ملفوظات شريف (تصنيف خليفہ محمد ملوڪ چانڊيو رحمۃ الله عليہ)

(٦) ڪنوز المعرفۃ (توفيق الطالبين) ملفوظات شريف (تصنيف خليفہ گل محمد هالائي رحمۃ الله عليه

(٧) مڪتوبات حضرت خليفو محمود قدس سره

انهيءَ وقت ڪتاب "محبوبيۃ المحموديہ جو مقدمو فارسي

زبان مان اردو زبان ۾ ترجمو ڪري تاريخ ١٢ ماه ربيع الاول سال ١٣٨٨ هجري جي ١٢١ عرس شريف جي موقعي تي شايع ڪري تقسيم ڪيو ويو. انهيءَ گذارش سان ته "محموديه اڪيڊمي" کي اشاعت جي هيڏي وڏي مقصد لاءِ مالي ضروريات درپيش آهن. انهيءَ سلسلي ۾ مخير حضرات ۽ مريدان درگاهه شريف دلچسپي وٺي مالي تعاون ڪندا، مگر افسوس سان چوڻو ٿو پوي ته انهن ٢٥ سالن جي عرصي ۾ ڪير به انهيءَ ڪم لاءِ نه اڳتي وڌيو ۽ نه وري ڪنهن مريد يا بزرگ ڪو عملي مظاهرو ڪيو.

آخر مجبور ٿي پنهنجي محدود وسائل مان مون ذاتي طرح سان هن ڪم ۾ هٿ وڌو ۽ مون کي اميد آهي ته الله تبارڪ وتعالىٰ پنهنجي فضل ۽ ڪرم سان مون کي هن ڪم ۾ ڪاميابي عطا ڪندو. (آمين)

انهيءَ سلسلي ۾ "محموديه اڪيڊمي" طرفان پهريون ڪتاب "توفيق الطالبين" ترجمو ڪنوز المعرفت ملفوظات شريف حضرت خليفه محمود فقير قدس سره العزيز مرتبه خليفه گل محمد هالائي رحمة الله عليه، جنهن جو سنڌي ترجمو جناب مولوي حافظ نورمحمد عليه الرحمة اڄ کان ٨٠ سال اڳ ڪيو هو، انهيءَ کي موجوده سنڌي ۾ سنواري ۽ سينگاري جنوري ١٩٩٣ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ويو. انهيءَ مان اميد ته دلچسپي رکندڙ حضرات ڪافي فائدو حاصل ڪيو هوندو ۽ انشاءالله سچي حياتي فائدو حاصل ڪندا رهندا. (آمين)

الله تبارڪ وتعالىٰ جي ڪرم سان هن سلسلي ۾ "محموديه اڪيڊمي" طرفان واعدي مطابق ٻيو ڪتاب "محبوبية المحموديه" جيڪو اصل فارسي زبان ۾ حضرت شيخ المشائخ، مرشدنا ومحبوبنا حضرت خليفه محمود فقير قدس سره العزيز جن لکيو هو، انهيءَ جو سنڌي ترجمو جناب قاضي فتح الرسول نظاماڻي عليه الرحمة جن اٽڪل اٺ ڏهه سال اڳ ڪري راقم الحروف کي

ڏنو هو. ترجمو تمام بهترين ڪيو اٿن، پر جيئن تہ مرحوم قاضي صاحب جن پراڻي زماني جا ماڻهو هئا، تنهنڪري ڪي ڪي لفظ پراڻي نموني ۾ لکندا هئا. انهن کي موجوده دور جي ٻولي ۾ ڪرڻ لاءِ ڪافي محنت ڪرڻي پئي ۽ ڪجهہ وقت لڳي ويو. الله تبارڪ وتعاليٰ جي ڪرم سان اهو ٻيو ڪتاب محبوبيہ المحموديہ پڻ "محموديہ اڪيڊمي" طرفان تاريخ ١٦ مئي سنہ ۱۹۹۴ع ۾ شايع ڪيو ويو. هن ڪتاب جي سنڌي ترجمي ۽ ترت ڇپائي جي ٻي حد ضرورت هئي، ڇاڪاڻ جو ڪتاب "محبوبيۃ المحموديہ" ڪي حضرت پير سائين روضي ڌڻي قدس سره العزيز جي "قادري- نقشبندي" سلسلي جي سلوڪ جي باري ۾ تمام گهڻي اهميت آهي.

هن سلسلي جو ٽيون ڪتاب جيڪو ملفوظات شريف جي صورت ۾ خليفہ محمد ملوڪ چانديو رحمۃ الله عليہ، سراج العاشقين جي نالي سان فارسي زبان ۾ مرتب ڪيو، انهيءَ جو سنڌي ترجمو پڻ جناب قاضي فتح الرسول نظاماڻي عليہ الرحمۃ ڪافي عرصو اڳ ڪري راقم الحروف کي ڏنو هو. هن مان ظاهر ٿو ٿئي تہ مرحوم قاضي فتح الرسول صاحب کي حضرت خليفہ محمود فقير قدس سره سان ڪيتري عقيدتمندي هئي.

سراج العاشقين ۾ پڻ اسان کي ڪتاب "محبوبيہ المحموديہ" واري ساڳي پروسيس مان گذرڻو پيو ۽ پراڻي سنڌي ۾ لکيل ڪيترو مواد موجوده دور جي زبان ۾ ڪرڻ لاءِ تمام گهڻي جاکوڙ ڪرڻي پيئي ۽ انهيءَ ۾ ڪافي وقت ضايع ٿيو. ايتري قدر جو ڪتاب سراج العاشقين جي صرف ڪمپوزنگ ۾ ڏهہ مهينا لڳي ويا. هن ڪتاب جي مطالعي مان سندن مرشد حضرت پير سائين روضي ڌڻي رضي الله تعاليٰ عنہ ۽ حضرت خليفہ محمود فقير قدس سره جي منزلت ۽ مقام جو پتو پوي ٿو. اميد تہ پڙهندڙ حضرات کي هن ڪتاب جي مطالعي مان سلوڪ جي اڙانگين منزلن کي طي ڪرڻ ۾ وڏيڪ آساني ٿيندي.

هن ڀيري ڪتاب سراج العاشقين جي ڇپائي جي ذميواري منهنجي هڪ اهڙي بزرگ دوست ۽ هڪ اهڙي عظيم انسان ڪنئي آهي جنهن جي باري ۾ آئون گهڻو ڪجهه لکڻ تو چاهيان پر سندن اجازت کان سواءِ ڪجهه بہ لکي نٿو سگهان. آئون الله تبارڪ وتعاليٰ جي بارگاهہ عالي ۾ دعاگو آهيان تہ الله تعاليٰ ڪيس اهڙن سيني نيڪ ڪمن لاءِ اجر عظيم عطا فرمائي. (آمين) الله تعاليٰ شال اسان جي قصور همت ۽ پنهنجي شان ربي "لَيۡسَ كَمِثۡلِهِ شَيۡءٌ وَهُوَ السَّمِيۡعُ الۡعَلِيۡمُ" جي صدقي ۾ اسان کي پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب ۽ سرخرو بنائي. (آمين)

حيدرآباد
تاريخ ١٦ جون ١٩٩٨ع

فقير الفقراءِ

**مير محمد نظاماڻي**

١٦- اولڊ ڪمپس، سنڌيونيورسٽي
حيدرآباد

# فهرست

# * مقدمو *

## ١- ننديپڻ ۾ طريقه شريف ۾ داخل ٿيڻ:

حضرت سلطان المشائخ، قطب العارفين، سيد الزاهدين، فخر العاشقين، برهان الشريعت، سلطان الطريقت، غواص دريائي شهوديت، دانائي اسرار ربوبيت، واقف فناءَ وبقاءَ مرشدنا ومولانا حضرت پير دستگير مستغرق بحر شهود مرشديم حضرت خليفه محمود ادام الله تعاليٰ برڪاته علينا سنه ١١٨٩ هجري ۾ پنهنجي ڳوٺ (قريه گهنور) ڪڙيو گهنور ۾ پيدا ٿيا. جيڪو ماتليءَ شهر ڪان اٽڪل ٢٥ ميل ڏکڻ طرف آهي. سندن والد بزرگوار رئيس گهنور خان ذات جا نظاماڻي بلوچ هئا ۽ نظاماڻين جي مبارڪاڻي شاخ سان سندن تعلق هو.

حضرت مرشد سائين خليفو محمود ادام الله برڪاته ملفوظات شريف ۾ پنهنجي ننڍپڻ جي حياتي ۽ ننڍي هوندي کان وٺي فقيريءَ سان دلچسپي جي باري ۾ جيڪي لکيو آهي، انهيءَ جو مختصر خاڪو هن ريت آهي: پاڻ فرمائين ٿا: "جنهن وقت اسان جي پاءُ ميان زنگي جيڪو چڱين عادتن سان سينگاريل هو، تنهن جڏهين "كُلُّ نَفْسٍ ذَائِقَةُ الْمَوْتِ" جي واعدي مطابق وفات ڪئي، تڏهن اسان جو والد رحمة الله عليه غمگين ٿي مخدوم ميان اسماعيل عليه الرحمة ڪڏي واري وٽ ويا. مخدوم صاحب نظر شفقت فرمائي دعا ڪئي ته توکي الله جل جلاله ان جي عيوض چڱو پٽ ڏيندو، انهيءَ مخدوم جي دعا قبول هوندي هئي. هيءُ فقير (حضرت محمود فقير ادام الله برڪاته) ٿورن ڏينهن ڪان پوءِ پيدا ٿيو. سيد مٺن شاهه عليه الرحمة، الله تعاليٰ جو صالح ٻانهو هو، تنهن هن فقير جو نالو محمود رحمة الله عليه رکيو، جيتوڻيڪ ٻين ڀائرن جا نالا بلوچي هئا. اهو سيد صاحب

لوئي واري بزرگن کان قادري طريقہ ۾ داخل هو. خليفہ محمود فقير قدس سره جا کل پنج ڀاءُ ڀيا هئا پاڻ ڇهون ڀاءُ هو. (١) زنگي خان (٢) حضرت خليفہ محمود عليه الرحمة (٣) چاکر خان (۴) گهرام خان (۵) ٽالهو خان (٦) عمر خان جيڪو مياڻي جي جنگ ۾ شهيد ٿيو.

وڏيڪ فرمائين ٿا تہ ننڍي هوندي استاد صاحب ميان عبدالڪريم لڪڙي واري وٽ پڙهندو هئس. ياد نہ آهي تہ ان وقت حرفن تي ٿي پڙهيم يا فرحي تي. انهن ڏينهن ۾ هڪ سيد پنجاب کان آيو هو استاد صاحب سان گفتگو ڪرڻ لڳو، اسان کي سندس ڏسڻ سان البت دل جي رغبت سندس طرف ٿي، تنهن کان پوءِ جيڪڏهن ڪي بہ بہ شخص فقير جي جماعت مان گڏ ڳالهين ڪندي پاڻ ۾ ڏٺم ٿي تہ ان وقت جيڪڏهن راند ۾ مشغول هئس تہ بہ دل بي قرار ٿي وٺي پئي راند کي ڇڏي اچيو سندن صحبت ڪيم.

ان وقت فقير حافظ نمرو رحمة الله عليه جيڪو نقشبندي طريقي ۾ هو تنهن سان گهڻي محبت ڪيم ۽ ان جي فقيراڻي ڳالهين ۾ دلچسپي ورتم. اهو فقير رات جو گهڻو جاڳندو هو. اڪثر مراقبي ۾ هوندو هو. ڪڏهن بہ ان کي ستل نہ ڏٺم.

انهيءَ زماني ۾ مخدوم ابراهيم نقشبندي عليه الرحمة ٺٽوي هڪ هندو زال جي معاملي ۾ اسان جي ڳوٺ ۾ آيو هو. انهيءَ زال کي هڪ جاءِ کان ٻئي جاءِ ڏي تي لڪايائون. اسان جو والد انهيءَ ڳالهہ جي تحقيقات ڪري رهيو هو، اسان مخدوم صاحب کي اچيو ٻڌايو تي، هينئر اها زال فلاڻي جاءِ ۾ آهي. انهيءَ ڳالهہ کان مخدوم صاحب هن فقير تي گهڻو راضي ٿيو. اسان جي والد صاحب رحمة الله عليه، اسلام جي رعايت رکي اها زال مخدوم صاحب کي ڏنائين، جا مسلمان ڪري وري موٽي ويا. مخدوم صاحب حضرت خواجہ صفي الله قدس سره جو خليفو هو.

بلوغت کان پوءِ طالب فقير هاليپوٽو جيڪو خواجہ محڪم

الدين سيلائي رحمة الله عليه جو مريد هو، وجد ۽ حال تمام گهڻو هئس ان سان صحبت رکي سون فقير پاڻ تارڪ الدنيا ۾ لاطمع هو. ان بزرگ جي صحبت کان طلب ۽ شوق گهڻو ٿيو. ان زماني ۾ عالم رباني ميان خيرالله ساڪن تلهار جيڪو پڻ خواجہ محڪم الدين سيلائي جي مريدن مان هو، انهيءَ سان محبت ڪئي سون. تنهن کان پوءِ ميان احمد ٿيبو جنهن جو لقب ڪتائي هو، پهرين نقشبندي طريقي ۾ ان کان داخل ٿياسين. اهو بزرگ مخدوم ابراهيم نتوي عليه الرحمة جو مريد ۽ خليفو هو. هن بزرگ جي توجهہ سان البت قلب کي تحرڪ ٿيو پر استقامت ۽ گرفتاري نسبت جي پوري نہ ٿي.

## ٢- سلسلہ قادريءَ ۾ داخل ٿيڻ ۽ طريقت:

انهيءَ کان پوءِ اتفاق صحبت جو فقير صالح راهوڪڙي سان ٿيو جو اهو فقير ميان عثمان جوٽيجي جو صحبتي هو، جنهن کي الله جل جلالہ جي طلب ۽ شوق گهڻو هو. ان فقير جي صحبت جي تاثير مان اسان کي بي آرامي ۽ شوق طلب جو گهڻو ٿيو هو ۽ انهن ڏينهن ۾ منهنجي دل مجازي عشق ۾ گرفتار ٿي. ڪيترا سال اهو حال هو. انهيءَ کان پوءِ صحبت فقير ميان عثمان جوٽيجي ساڪن ڳوٺ سيراٽين جي سان ڪيم، اهو طالب علم بزرگن کاٺ ٻانيٽن جو هو ۽ مريد شاهہ عبدالڪريم عليه الرحمة جو هو ۽ حضرت مرشد صاحب رضي الله تعاليٰ کان توجه ورتي هئائين. اوڏانهن سچو ارادو تمام گهڻو هئس. انهيءَ فقير سان اسان جي محبت تمام گهڻي ٿي جو اٽڪل ست اٺ سال هن سان گڏ رهيا هئاسون. هن جي توجهہ سان "سلطان الاذڪار" سڄي بدن ۾ جاري ٿيو، پر اسان جو ارادو حضرت مرشد صاحب رضي الله تعاليٰ عنه جي پرپٺ ايتري قدر هو جو پنهنجي دل ۾ ڄاتم تہ حضرت مرشد صاحب ولايت ۾ اڪمل آهن ۽ دل ۾ سندن ديدار جي گهڻي آرزو هئي. تان جو اتفاق سان حضرت مرشد صاحب

رضي الله تعاليٰ عنه مڪان لڪڙيءَ ۾ مخدوم ميان غلام محمد جي دعوت تي آيا، جو سندن ڪامل مريد ۽ عالم هو. سيد جمال شاهه ولد سيد ميرشاهه جو اسان جي ڳوٺ جو ساڪن هو، اصل ڪان سندن مريد هو. اسان کي اطلاع ڪيائون، آئون ۽ اسان جو ننڍو ڀاءُ عمر خان ۽ اسان جو ڀاڻيجو ميان محمد علي ۽ سيد جمال شاهه چارئي زيارت جو ارادو ڪري هلياسون، رات جو گهڻي دير ڪان پوءِ پهتاسون. خلق جو هجوم تمام گهڻو هو، ان وقت ملاقات حاصل نه ٿي سگهي. سيد ميان فتح محمد علي پور وارو جو اسان جو واقف ۽ حضرت مرشد صاحب رضي الله تعاليٰ عنه جو سچو مريد هو. اسان وٽ اچي سندن تعريف ۽ تصرف ڪرامتون بيان ڪرڻ لڳو ۽ واعظ ۽ نصيحتون ڪيائين انهيءَ لاءِ ته هي طريقي مبارڪ ۾ داخل ٿين. جڏهن سيد صاحب اٿي ويو ته اسان پاڻ ۾ گفتگو ڪئي ته سيد صاحب سمجهي ٿو ته هي ڇوڪرا آهن تن کي فريب سان طريقي ۾ داخل ڪرائيندس. اسين اهل دنيا جا آهيون. اسان طريقت ڇا لڳي؟ خاص زيارت دعا لاءِ آيا آهيون. زيارت ڪري موٽي ويندا سون.

آخر سحور جو آئون اڪيلو قدمبوسيءَ لاءِ ويس پر ثابت فقير جو هميشه سندن خدمت ۾ هوندو هو، تنهن مون کي قدمبوسيءَ ڪان منع ڪئي ۽ چيائين ته هينئر حضرت جن وظيفن ۾ مشغول آهن. اشراق جي نفلن ڪان پوءِ اچي ملاقات ڪج. پوءِ فجر جي نماز سندن پٺيان پڙهي سون. اشراق ڪان پوءِ قدمبوسيءَ جو ارادو ڪيوسون پر خلق جي انبوهه ڪان حاصل نه ٿي. ان وقت مون ڏٺو ته فقير ميان عثمان جوٽيجو قدس الله سره فقيرن وچان اچي قدمبوسي حاصل ڪئي ۽ توجه وٺي ٻاهر آيو. فقير سان ملاقات ڪئي سون ته اسان جي مرضي طريقي ۾ داخل ٿيڻ جي نه آهي ۽ اسان جي دوستي توهان سان آهي. هاڻي جيڪا توهان جي مرضي مبارڪ. فقير فرمايو ته اي ڀاءُ! مون کي دنيا جي نفي ڪان سواءِ يعني ڪپڙن ۽ ماني ڪانسواءِ ٻيو ڪجهه به توڪان حاصل نه

آهي، رڍ جو پڇ جهلي کو درياءَ ۾ گهڙندو ته نه هن کنڌي پهچندو ۽ نه هن کنڌي. جيڪڏهن توکي الله تعاليٰ جل جلاله جي واٽ پڇڻي آهي ته هتان وڃي پڇ دير نه ڪر. پوءِ اسين ٽيئي اچي حضور شريف ۾ حاضر ٿياسون. ويهڻ شرط مون عرض ڪيو ته حضرتا! دنيا جون بڇڙايون، نشا يا حرام سڀ هن گنگهار جي وجود ۾ موجود آهن، پر جيڪڏهن انهن مڙني بڇڙاين سان اوهين لائق ڪري ڪرم فرمايو ته ٻانهو حاضر آهي. پوءِ حضرت مرشد صاحب رضي الله عنه تمام گهڻي شفقت ۾ اچي دعا ڪيائون توجهه ڪري اسان ٽنهي کي طريقي شريف ۾ داخل ڪيائون. انهيءَ وقت پاڻ اشراق جا نفل پڙهيو مسجد ۾ مصلي تي ويٺا هئا ۽ انهيءَ ڏينهن اسان جي عمر ٢٤ سال هئي. انهيءَ وقت توجهه جو اهڙو منهن هو، جو ڪنهن کي به سندن ديدار جي طاقت نه هئي. هزارين ماڻهو مٿي پيرين اگهاڙا کي چريا سندن حضور شريف ۾ حاضر هئا هل عشق محبت جو اهڙو هو جو قيامت جو سمان هو. جڏهن لڪڙيءَ کان ٽنڊي غلام حيدر روانا ٿيا ته اسين رخصت وٺي پنهنجي ڳوٺ آياسون. پاڻ فقيرن جون دعوتون پئي قبول ڪيائون. جهڙي طرح ٽنڊي غلام حيدر کان ٽنڊي مير سائينداد ٽالپر، تنهن کان پوءِ سعيدپور، تنهن کانپوءِ رڙهي جي دعوت قبول ڪيائون. فقير ابوطلح سان گڏ جماعت رڙهي ويندي رات واٽ تي اسان جي ڳوٺ رهي پئي هئي. حضرت مرشد صاحب رضي الله تعاليٰ عنه کي نظاماڻين آرپوٽه جي زيارت لاءِ وٺي ويا هئا، پوءِ سيد فتح محمد ڪارين واري زيارت لاءِ نيا هئا ۽ رات اتي رهي پيا هئا. پوءِ اسان سيد ميان جمال شاهه کي حضور شريف ۾ دعوت لاءِ موڪليو ته صبح جو حضرت مرشد سائين کي دعوت ڏيئي اسان جي شهر ۾ وٺي اچو. صبح جو پاڻ آيا ۽ آئون سندن خدمت ۾ سارو ڏينهن پيرين اگهاڙو ٿي ڊوڙيس. اتي نوان مريد پنج سو طريقي ۾ داخل ٿيا. سواريءَ جي وقت جو چڙهڻ جو سعيو هئن. اسان کي دل ۾ خيال آيو ته حضرت جن کي اڄ هوندي

جلدي وجي هڪ چنئوري شربت جي ناهي، حضور شريف ۾ آندم. اهو وقت اهڙو هو جو حضرت جن هٿ لغام ۾ ۽ پير رڪاب ۾ وجهيو بيٺا هئا. پوءِ هن فقيرن کان شربت جو هڪ ڍڪ ورتو ۽ پيتائون ۽ پيئڻ جي وچ ۾ فيض جي نظر، هن مسڪين تي اهڙي ڪيائون، جو جيڪو مقصود هو اهو هڪ دفعي سان ئي حاصل ٿيو. پوءِ سوار ٿي ڦل راهو جي دعوت تي آيا ۽ اسان کي فرمايائون ته اوهين اڳتي هلي اسان کي واٽ ڏيکاريو. پوءِ اسين ري موڪل گهر جي واٽ ڏيکارڻ جي خيال سان جلد گهوڙي تي سوار ٿي، جو لنگهي چيلهه تي پهتڻ لاءِ به هڪڙي خدمتگار کان ورتي سون. پوءِ دل ۾ خيال آيو ته وچين نماز پڙهي رخصت وٺنداسون. جڏهن وچين نماز پڙهي سون تڏهن دل ۾ خيال آيو ته سانجهي جي نماز پڙهي تنهن کان پوءِ ڳوٺ ويندس. جڏهن سانجهي جي نماز پڙهي سون تڏهن دل سندن حضور کان ڇني نه سگهيس ۽ دل ۾ خيال آيو ته ڦل آشنا آهي حضرت جن رات جو اتي هوندا. رات جو حضور شريف ۾ هوندس. جڏهن رات جو ذڪر جي جماعت ۾ ذڪر ۾ مشغول ٿياسون تڏهن دل جي جوش کان دل ٻڌڻ جا لفظ ظاهر پئي ٿيا. ان وقت ميان علي بخش ٽالپر جو صاحب حال هو، اسان جي نالي چيائين ته هي جوان محبت ۾ چڱي طرح گرفتار ٿي ويو آهي. ٻئي ڏينهن صبح جو رڙهي پهتا، تڏهن خليفي ميان علي بخش صاحب جي چوڻ موجب حضرت مرشد صاحب جي صورت مبارڪ جو هڪ ساعت چڱي طرح دل ۾ خيال ڪيم. انهيءَ وقت رابطو حاصل ٿيو. جهڙي طرح ڪکن کي باهه وٺي، هن ظاهري صورت جي بدران صورت موجود حاصل ٿي ۽ حالت ڦري ٻي ٿي پئي ۽ نشي اهڙو غلبو ٿي آندو جو اکيون اکين جي کولڻ کان سواءِ بلڪل نٿي کليون ۽ اوچتو دل هڪڙي اهڙي بلا ۾ گرفتار ٿي، جنهن کي اڳي نه ڄاتل ۽ نه ان کان خبر ۽ نه ٻڌل ۽ دل اهڙي طرح بند گرفتار ٿي جو رخصت وٺڻ جو بلڪل خيال نه رهيو، بلڪ مال ۽ عيال جي يادگيري لهي ويئي. انهيءَ

ڏينهن ۾ ٽي ميل گهوڙي تي چڙهيس پوءِ گهوڙي کي ڇڏي پيادو خدمت شريف ۾ تي ڏوڙيس ۽ فتح پور آيا تنهن کان پوءِ کورواهہ آيا، ان وقت پاڇي جي مثل هميشه حضور شريف ۾ حاضر هوندو هئس. تنهن کان پوءِ ڏنڊي شهر ۾ آيا پوءِ اسلام پور ۽ اتان کوکر ۾ آيا. ان وقت وجد جي حالت اهڙي ظاهر ٿي جو جوش وجد جي کان، سندن وجود مبارڪ ڏانهن اشارو ڪريو ظاهر ٿي چيم تہ اجهو الله، اجهو الله جل جلاله، حضرت مرشد صاحب رضي الله تعاليٰ عنه ڪنڌ ۾ وني مون کي فرمايائون تہ اهڙيءَ طرح نہ چؤ. مون عرض ڪيو تہ حضرتا اهڙي طرح نہ آهي ڇا؟ پاڻ فرمايائون تہ جيڪڏهن اهڙي طرح آهي تڏهن بہ چوڻ نہ گهرجي. مون عرض ڪيو تہ مون کي چوڻ ۾ اختيار نہ آهي. پوءِ پاڻ فرمايائون تہ جيڪڏهن توکي اختيار نہ آهي تہ تنهنجي مرضي.

انهيءَ کان پوءِ ملاڪاتيار آيا پوءِ سعيدپور اتان ڳوٺ بهادر خان نظاماڻي جي ۾ آيا. سيني نظاماڻين منهنجو حال ڏسي تعجب ٿي ڪيو. تنهن کان پوءِ حيدرآباد آيا اتي اسان جو والد صاحب رحمة الله عليه ۽ چاچو صاحب سرڪاري نوڪري ۾ هئا. حضرت جن کي اچي عرض ڪيائون تہ هن ڇوڪر کي شادي ڪئي ويهہ ڏينهن پورا نہ ٿيا آهن. عنايت فرمائي رخصت ڏيوس ۽ سمجهايوس تہ اسان سان گڏجي واپس ڳوٺ هلي. مون عرض ڪيو تہ حضرتا جيڪڏهن سيئي طريقي شريف ۾ داخل ٿيندا تہ ڳوٺ ويندس نہ تہ نہ. پوءِ اهي سڀ طريقي شريف ۾ داخل ٿيا آئون حضرت مرشد پير سائين رضي الله تعاليٰ عنه جي مرضي مطابق حيدرآباد ۾ رهيس. پاڻ روانا ٿيا. پوءِ موٽي پنهنجي شهر آيس. دل کي آرام بلڪل نہ هو. سيني کان تعلق ٽٽي پيو. پوءِ ڏيڍ مهيني گذرڻ بعد والد صاحب اسان کي درگاهہ شريف تي وڃڻ جي اجازت ڏني ۽ گهڻو ثمر ڏنائين. ۽ گهوڙا ۽ هڪڙو اٺ پڻ سواريءَ لاءِ ڏنائين. انهيءَ زماني کان وٺي هي سلسلو جاري رهيو. ترقيءَ جون منزلون طي ڪري الله تعاليٰ جي ڪرم سان

پنهنجي عروج کي پهتو ڪيترين دليون سيراب ٿيون ۽ قيامت تائين ٿينديون رهنديون. آمين

### ٣- تصنيفات:

حضرت خليفہ محمود فقير قدس الله سره پنهنجي تصنيف اوراد المحموديه (محبوبيۃ المحموديه) ۾ هڪ هنڌ لکي ٿو تہ "اهي (حضرت پير محمد راشد رضي الله تعاليٰ عنه) هن فقير (حضرت خليفہ محمود عليه الرحمۃ) جا مرشد آهن هن حضرت (پير علي گوهر عليه الرحمۃ) اَدَامَ اللّٰهُ اَبْقَائَهٗ عَلَيْنَا وَمَتَّعْنَا اللّٰهُ مَنْ كَانَ فُيُوْضَاتَهٗ جو بزرگوار ڏاڏو ٿئي. ان جناب مبارڪ جي ذات شريفين خلق جي لاءِ نافع مريدن لاءِ رحمت آهي، ان جي مرضي ٿي تہ جهان جي فائدي جي خاطر حضرت مرشد رضي الله تعاليٰ عنه جي طريقي سلوڪ جا شغل جيڪي مجمل آهن جن جي توضيع ۽ تشريح نہ ٿيل آهي شروع ڪان ئي هن احقر (حضرت خليفہ محمودعليه الرحمۃ) جي ذهن ۾ آهن. انهن کي قلم تفصيل سان بيان ڪري چوتہ پوشيده ڪلام کي سربستہ ظاهر ڪرڻ سان ڪامل ذوق ۽ نفعو پيدا ٿئي ٿو ۽ اهو الله تبارڪ وتعاليٰ جي طالبن لاءِ سرمايو ٿيندو. جيتوڻيڪ هن فقير پنهنجي قلت علوم ۽ قصورفهم جي سبب عاجزي ظاهر ڪئي، ڇاڪاڻ تہ ڪتاب گلستان جي ٻن ٽن حڪايتن ڪان سواءِ زياده فارسي عربي ڪونہ پڙهي اٿم. آخر ان صدر نشين مسند ارشاد هدايت جي رضامنديءَ جي خاطر ان جي واجب الاطاعت حڪم ڪان انڪار نہ ڪري سگهيس. پوءِ بحڪم "اَنْ لَيْسَ لِلْاِنْسَانِ اِلَّا مَا سَعيٰ" جي مقولي جي مطابق هن اعليٰ ڪم جي اطاعت جي لاءِ پنهنجي ڪمزور قوت سان ڪوشان ٿيس. انهيءَ احوال مان معلوم ٿيندوتہ حضرت خليفو محمود ادام الله برڪاته صرف چند حڪايتون گلستان جون پڙهيل هو. پر سندس علميت مان معلوم ٿيندوتہ پاڻ وڏا عالم هئا ڪين هر علم تي وڏو دسترس هو. بيشڪ ڪين

الله تعاليٰ جي طرفان علم لدني عطا ٿيل هو. جيئن سندن لکڻين مان ظاهر آهي. پاڻ هيٺيان ڪتاب لکيائون:

(١) مجمع الفيوضات: سن ١٢٤٨ هجري ۾ لکيائون. هي حضرت پير سائين روضي ڌڻي قدس سره الاقدس جو فارسي زبان ۾ ملفوظات شريف آهي.

(٢) اوراد المحموديه (محبوبيۃ المحموديه) هي ڪتاب فارسي زبان ۾ سلوڪ جو ڪتاب آهي. هن ڪتاب مان مٿي حوالو ڏنو ويو آهي. هي ڪتاب پير سائين روضي ڌڻي قدس الله سره جي ١٣١٢هجري ۾ ميان حامد بن حسن فارسي زبان مان ابوالحسن جي سنڌيءَ ۾ منظوم ترجمو ڪيو آهي. اهو ڪتاب ڪوٽڙي ۾ مطبع فيض سبحاني ۾ ڇپيو.

(٣) گلشن اولياءُ: هي ڪتاب سن ١٢٥٨ هجري ۾ فارسي زبان ۾ لکيل آهي ۽ هن ڪتاب ۾ ڪتاب حديقۃ الاولياءِ کان پوءِ وارن سيني اوليائن جو ذڪر ۽ تاريخ ڏنل آهي. هي ڪتاب اٽڪل ١٠٠ صفحن تي مشتمل آهي.

(٤) مڪاتيب: هي خطن جو مجموعو آهي جيڪي حضرت پير سائين روضي ڌڻي قدس سره جا لکيل آهن. اهي سڀ فارسي زبان ۾ آهن. انهن خطن مان نہ صرف روحانيت جا ڳوڙها مسئلا حل ٿين ٿا، مگر اهي ان وقت جي سنڌي تاريخ ۽ جاگرافي تي پڻ ڪافي روشني وجهن ٿا.

(٥) هڪ نظم جو سنڌي رسالو جيڪو پراڻي سنڌيءَ ۾ لکيل آهي. هي ڪتاب قوۃ العاشقين" شيخ عثمان انصاريءَ جو لکيل آهي ۽ عشقيہ شاعري جي فارسي ڪتاب جو ترجمون آهي. انهيءَ جي پڇاڙي ۾ ملحق ٿيل آهي.

(٦) مڪتوبات شريف: هي ڪتاب فارسي زبان ۾ خطن

جي مجموعي جي صورت ۾ آهي. هن ۾ حضرت خليفہ محمود فقير قدس سره جي دوستن ۽ مريدن طرفان تصوف جي نهايت باريڪ نڪتن جي باري ۾ معلومات جو وڏو ذخيرو موجود آهي انهن خطن جا جواب باثواب جيڪي حضرت خليفہ محمود فقير قدس سره ڏنا آهن اهي پڻ سنڌن رهبري جي لاءِ موجود آهن.

هن ڪتاب ۾ تقريباً ٧٦ خط ۽ انهن جا جواب ڏنل آهن. هي ڪتاب ٢٨٨ صفحن تي مشتمل آهي. هن ڪتاب جو ترجمو فارسي زبان مان سنڌي ۾ ٿي رهيو آهي. انشاءالله جلد شايع ڪيو ويندو.

**(٧) ملفوظات شريف:** حضرت خليفہ محمود فقير قدس سره جا فارسي زبان ۾ ٻہ ملفوظات شريف جا ڪتاب موجود آهن، هي ملفوظات شريف خليفہ گل محمد هالائي سانوٽي رحمة الله عليہ "ڪنوز المعرفت" جي نالي سان مرتب ڪيو، جنهن جو سنڌي ترجمو حضرت خليفہ ميان حاجي غلام حيدر صاحب رحمة الله عليہ جي امر جليل القدر سان جناب مولوي حافظ نورمحمد رحمة الله عليہ متوطن قريہ شريف (ڪڙيو گهنور) توفيق الطالبين جي نالي سان ڪيو ۽ آچر ڏينهن تاريخ ٧ ربيع الاخر سن ١٣٣٩ هجري ڪتاب محمد بن مخدوم محمد ابراهيم نورنگزادو ويٺل ڪورواهہ تعلقہ گوني هٿان لکجي تيار ٿيو. انهيءَ سنڌي ترجمي کي هن وقت سن هجري مطابق تقريباً ٨٠ سال گذري چڪا آهن.

گهڻين ڪوششن جي باوجود بہ ملفوظات شريف ڪنوزالمعرفت جو اصل فارسي نسخو ڪٿان بہ دستياب نہ ٿي سگهيو آهي. هن ملفوظات شريف جو فقط هي سنڌي ترجمو جيڪو ٨٠ سال اڳ جناب مولوي حافظ نورمحمد رحمة اللهعليہ ڪيو هو، اهو اسان وٽ موجود آهي.

**(٨) ملفوظات شريف سراج العاشقين:** هي حضرت خليفہ محمود فقير قدس سره جو ٻيو ملفوظات شريف جو ڪتاب خليفہ

ميان محمد ملوڪ چانديو رحمة الله عليه "سراج العاشقين" جي نالي سان سن ١٢٤٤ هجري ۾ فارسي زبان ۾ مرتب ڪيو. هن ڪتاب ۾ ڪل ٢٨٦ فرمودا آهن. هن ۾ سلسله قادريه نقشبنديه جا شجرا پڻ ڏنل آهن.

## ٤- محموديه اڪيڊمي ڪڙيو گهنور طرفان شايع ڪيل ڪتاب

(١) توفيق الطالبين: هي خليفه گل محمد هالائي رحمة الله عليه جو مرتب ڪيل ملفوظات شريف "ڪنوز المعرفت" جو سنڌي ترجمو جيڪو مولوي حافظ نورمحمد پنّي متوطن ڪڙيو گهنور شريف "توفيق الطالبين" جي نالي سان ڪيو هو، اهو ترجمو راقم الحروف وٽ موجود هو، مگر هي ترجمو اڄ کان اٽڪل ٨٠ سال اڳ واري سنڌي زبان ۾ ڪيو ويو هو. انهيءَ ڪري هن ترجمي جي ٻولي ۽ موجوده ٻوليءَ ۾ ڪافي فرق هو ۽ ڪٿي ڪٿي مقصد ئي سمجهه ۾ ڪونه ٿي آيو. انهيءَ ڪري مون اهو ضروري سمجهيو ته ڪم از ڪم جتي مطلب سمجهه ۾ نٿو اچي انهيءَ سنڌي ٻوليءَ کي ڪجهه سنوارڻ گهرجي. انهيءَ ڪم لاءِ مون کي ڪافي محنت ڪرڻي پيئي ۽ تمام گهڻو وقت لڳو. بهرحال ملفوظات شريف توفيق الطالبين جيڪو سنڌي زبان ۾ تصوف جو هڪ بهترين شاهڪار آهي انهيءَ کي محموديه اڪيڊمي طرفان تاريخ ١٦ جنوري ١٩٩٣ع ۾ شايع ڪيو ويو، جيڪو اميد ته پڙهندڙن کي پسند آيو هوندو.

(٢) محبوبية المحموديه: هي ڪتاب پير سائين روضي ڌڻي قدس الله سره جي سلسلي قادريه نقشبنديه جي طريقي بابت سلوڪ جو بهترين ڪتاب آهي. حضرت خليفو محمود فقير قدس سره هن ڪتاب جي اصل فارسي مقدمي ۾ فرمائين ٿا "ان جناب مبارڪ (پيرعلي گوهر رحمة الله عليه) جي ذات شريفين خلق جي لاءِ نافع مريدن لاءِ رحمت آهي. ان جي مرضي ٿي ته جهان جي فائدي جي خاطر حضرت مرشد رضي الله تعاليٰ عنه جي طريقي

سلوڪ جا شغل جيڪي مجمل آهن جن جي توضيح ۽ تشريح نہ ٿيل آهي ۽ شروع ڪان ئي هن احقر (حضرت خليفہ محمود عليہ الرحمة) جي ذهن ۾ آهي. انهن ڪي قلم تفصيل سان بيان ڪري چوتہ پوشيده ڪلام ڪي سربستہ ظاهر ڪرڻ سان ڪامل ذوق ۽ نفعو پيدا ٿئي ٿو هو الله تبارڪ وتعاليٰ جي طالبن لاءِ سرمايو ٿيندو. جيتوڻيڪ هن فقير پنهنجي قلت علوم ۽ قصور فهم جي سبب عاجزي ظاهر ڪئي، ڇاڪاڻ تہ ڪتاب گلستان جي ٻن ٽن حڪايتن ڪان سواءِ زياده فارسي ۽ عربي ڪونہ پڙهي اٿم. آخر ان صدر نشين مسند ارشاد هدايت جي رضامنديءَ جي خاطر ان جي واجب الاطاعت حڪم ڪان انڪار نہ ڪري سگهيس پوءِ بحڪم "لَيۡسَ لِلۡاِنۡسَانِ اِلَّا مَا سَعٰى" جي مقولي جي مطابق ان ڪم جي اطاعت جي لاءِ پنهنجي ڪمزور قوت سان ڪوشان ٿيس. هي ڪتاب سن ١٣١٢ هجري ۾ ميان حامد بن حسن رحمة الله عليہ حضرت خليفو حاجي عبدالله بن حضرت خليفو محمود فقير قدس سره جي امر جليل القدر تحت فارسي زبان مان ابوالحسن جي سنڌيءَ ۾ منظوم ترجمو ڪيو. اهو ڪتاب ڪوٽڙيءَ ۾ مطبع فيض سبحاني ۾ ان وقت ڇپيو.

ڪتاب محبوبية المحموديه جو سنڌي ترجمو جيڪو جناب قاضي فتح الرسول نظاماڻي عليه الرحمة جن اٽڪل ڏهہ ٻارهن سال اڳ ڪري راقم الحروف ڪي ڏنو هو اهو ڇپائي جي لاءِ موجود هو انهيءَ ڪري محموديہ اڪيڊميءَ طرفان تاريخ ١٦ مئي ١٩٩٤ع تي هن ڪتاب ڪي واعدي مطابق شايع ڪيو ويو. اميد تہ هن طريقي سان تعلق رکندڙ حضرات هن ڪتاب مان سٺو فيض حاصل ڪندا.

(٣) سراج العاشقين: حضرت خليفو محمود فقير قدس سره جو ٻيو ملفوظات شريف خليفه ميان محمد ملوڪ چانديو رحمة الله عليه "سراج العاشقين" جي نالي سان فارسي زبان ۾ سن

١٢٤٤ هجري ۾ مرتب ڪيو. هن ڪتاب جو سنڌي ترجمو پڻ جناب قاضي فتح الرسول نظاماڻي عليه الرحمة جن پنج ڇهه سال اڳ ڪري راقم الحروف کي ڏنو هو. الله تبارڪ وتعاليٰ جي ڪرم سان محموديه اڪيڊمي طرفان هي ٽيون نمبر ڪتاب "سراج العاشقين" تاريخ ١٦ جون ١٩٩٨ع تي شايع ڪري رهيا آهيون. اميد ته پڙهندڙ حضرات هن ڪتاب مان پڻ بهترين فيض حاصل ڪندا. (آمين)

## ٥- تعليمات ۽ آخري سفر:

حضرت خليفو محمود قدس سره آخر ڏينهن ۾ فرمائيندا هئا ته اي دوستو! همت ڪريو، اسان جي دل تي گهري ته اوهين طلب اختيار ڪريو نسبت جي محافظت ۾ اهڙي ڪوشش ڪريو جو ان کي پنهنجي ملڪيت ۾ آڻي ڇڏيو، پوءِ جتي ڪٿي هجو، بادشاهه هجو هي صحبت هي گڏجڻ موٽي هٿ نه ايندو، پر افسوس ته ڪنهن جي وٽ ڪانه ويئي آهي.

وڌيڪ فرمايائون ته اسان کي ياد آهي ته ٽي سال لڳولڳ اسان کي ننڊ نه آئي، مگر حقيقت ڪري ٽي راتيون ستس تي. اڪيون پورجيو ٿي ويون پر ننڊ بلڪل نه هئي.

حضرت خليفو محمود قدس سره جن جي زندگيءَ جي آخري ڏينهن ۾ سندن طبيعت ناساز رهندي هئي پاڻ فرمائيندا هئا ته طالب کي پهريائين گهرجي ته هستيءَ کان پاڻ کي ڇڏائي نفس کي حڪم هيٺ مطيع و فرمانبردار ڪري، جيئن ته پنهنجي هستيءَ ۽ حرص کان سڄو مري پوي. پوءِ فرمايائون ته موت ڇا آهي رڳو خيال کي بدلائڻ آهي، جو رنگ اصل جو ڇڏي نئون رنگ وٺندو آهي.

حضرت خليفو محمود قدس سره العزيز آخر تاريخ ٻارهين ماه ربيع الاول سن١٢٦٧ هجري سومر جي رات اٺر جي وقت (١٨٥١ع) ۾ هن دنيا مان ڪوچ ڪيو. ڪن جو رايو آهي ته

حضرت صاحب جن جي وفات جي تاريخ ٩ ربيع الاول آهي پر اهو درست نہ آهي. عرس شريف جو ختمو، ٻہ تاريخ ١٢ ربيع الاول تي ٿيندو آهي. ڪيترن ئي بزرگن سندن تاريخ وفات ڪڍي آهي.

هيٺ ڏنل تاريخ جي باري ۾ چئي نٿو سگهجي تہ اها تاريخ ڪنهن چئي آهي مگر گمان غالب آهي تہ اها تاريخ شايد خليفہ گل محمد هالائي رحمة الله عليه چئي هجي. والله اعلم بالصواب

١- بود غوث زمان شيخ كبير،
شاهہ مسند نشين ثم دنيٰ
٢- قاب قوسين خلعت از حق يافت،
بلكہ تشريف خاص "او ادنيٰ"
۴- اسم شان بود حامد ومحمود،
رونق افزا مقام محمودا.
۴- چون ز كثرت بسوي وحدت رفت،
گشت بانور متحد يكتا.
٥- گشت دلها كباب از هجرت،
خواست از سينہ نالہ، واويلا،
٦- سال تاريخ آن "يگانہ" رشد،
+ ١
"محو بالذات حق" خود گفتا
١٢٦٧ = ١٢٦٦

هيءَ تاريخ وفات ميان عبدالقوي قاضي هالائي چئي آهي:

١- آه از رحلت خليفئہ حق،
آنكہ محمود شد بهر دوسرا.
٢- ازيد مظهر يدالله يافت،
اهتمام خلافت كبرا.
٣- مرشد وقت هادي دوران،
نائب نَائبِ رسولِ خدا.

۴- زين جهان رفت چون بمخرج صدق،
مدخلِ صدق يافته ماوا.
۵- گفت سالش دلم بياري "رب"،
٢٠٢
"شد مقامش مقام محمودا.
١٢٦٧ = ١٠٦٥

حضرت خليفه محمود قدس الله سره العزيز جن جي وفات حسرت آيات جي باري ۾ سندن هڪ عقيدتمند مريد سيد حافظ ٻاوا ميان عليه الرحمة ويٺل ڳوٺ موٽارو ملڪ ڪڇ ڀڄ، جيڪو سن١٢٨٨ هجري تائين حيات هو ۽ تمام وڏي عمر ۾ وفات ڪيائين. تنهنجي ٺاهيل هڪ مداحيه طويل نظم انهيءَ سلسلي ۾ هن واقعي جو سچو نقشو اهڙيءَ طرح سان چٽيو آهي، جو مريدن جي دلين تي قيامت تائين انهيءَ جو اثر قائم رهندو. ساڳي وقت تي انهيءَ واقعي جا تفصيل، حقيقت جي ايترا قريب آهن جو شعر جو هڪ هڪ بند "ڪنوز المعرفت" جي خزاني جو هڪ بي بها موتي بنجي پيو آهي ۽ جيڪڏهن غور سان ڏسجي ته هرهڪ بند هڪ تفسير آهي. اهونظم درگاهه شريف حضرت خليفه محمود قدس سره جو هڪ خدمتگار فقير عبدالرحيم ميمڻ اتان ڪڇ مان ڪٺي آيو هو. هن نظم جا اٽڪل ۴٠ بند آهن مگر گهڻي وقت گذرڻ سبب آخري پنو ڦاٽي پيو آهي. انهيءَ ڪري اسان تائين فقط هي٣٦ بند پهچي سگهيا آهن. اهو مداحيه نظم هڪ اهڙو جامع تفسير آهي جنهن جي پڙهڻ سان حضرت خليفه محمود قدس سره جي حالات ۽ وقت جو نقشو پڙهندڙ جي ذهن ۾ اڀري ٿو اچي. الله الله! ڇا زمانو هو ۽ ڇا ماڻهو هئا. اهو اکين ڏٺو احوال هن درويش سيد حافظ ٻاوا ميان نظم قلمبند ڪيو آهي.

# مداحيہ نظم

## (ٿاهيل حضرت حافظ سيد ٻاوا ميان عليه الرحمة وينل ڳوٺ موٽارو ملڪ ڪڇ ڀڄ)

بسم الله الرحمٰن الرحيم

مرشد مربي معنوي، غوث الزمان غمخوار هو،
مهتاب ۽ آفتاب ڪان ساهو سندن اظهار هو.

١- ساره صفت تنهنجي ڪريان، جو قيوم قادر بي مثل،
جنهن محبوب پيدا ڪيو مصطفيٰ، خالق آهي، ختم الرسل،
ڪامل قريشي ڪارٽي، نرمل ٿيو نوري نسل
پنج چار پرور پير جي، تن سين ڪرئين واحد وصل،

٢- دلبر ديانت دلربا هئو داور ڏئل درگاه ۾،
هادي حمايت حق نما حاضر همه هر گاه ۾،
راحم رياضت رهنما، رهبر رفاقت راه ۾،
مخلص خلاصو خوش نما، خوشحال خوب نگاه ۾،

٣- ڪڙنو مبارڪ جاءِ تنهن، ظاهر وڏيري زين سين،
مرشد ملاحت سين پريا، ڪئين ڏيس دائم دين سين،
ياور يتيمن جو اجهو هو، مهربان هر مسڪين سين،
هر حال ۾ همراه ٿي، غازي رسيو غمگين سين،

٤- مرشد ملاحت سين پريا سڀ ملڪ جي ملڪوت جا،
راسخ رساٽيا رمز سين، سائل سدا ناسوت جا،
هروقت حامي هو انين سين، جي جزئون وئل جبروت جا،
لامع لنگهايا لطف سين، لائق طلب لاهوت جا.

٥- شائق شريعت منجهہ متو، طالب طريقت تمّ هو،
همدم حقيقت حال ۾، ماهر معرفت ضمّ هو،
سڀ سير ٿي سالڪ ڏسيا، جانب بهشتي جمّ هو،
نوبت نغارو دين جو، هر ويل هر دمّ هو،

٦- پوري متابعت محمد ڪريم ﷺ هئي مرشد مٿي محبوب ڪي،
تلقين سين طالب گڏيا، مهرن رسيا مرغوب ڪي،
گفتار سندين گفتگو هئي، ڪسوٽي بہ قلوب ڪي،
جهڙو اڇيو جنهن تي مڱيو، تنهن دم مليو مطلوب ڪي.

٧- پوري متابعت محمد ڪريم ﷺ جي، هئي مرشد منهنجي پير ڪي
عجز داري عاجزي هئي، ويل سڀ ڪنهن وير ڪي،
لاڙون اکين جي آب جيون، تي سڪيون ڪين سڌير ڪي،
خالص خدا جو خوف هو، تان اندر منجهہ امير ڪي.

٨- پوري متابعت محمد ڪريم ﷺ جي سائين سچي سردار ڪي،
سا مجلس مٿي مصري شڪر عالم سڪن آذار ڪي،
هئي هئي! ملي جي هوت مون، دم دم ڏسان ديدار ڪي،
سارييان گهٽو منجهہ ساه ٿو، تنهن مجلسي مٺتار ڪي.

٩- پوري متابعت محمدي ﷺ، تي حاصل وٺان حضور ٿيو،
واقف حقيقت وحدتي، نورون اعليٰ پڻ نور ٿيو،
چوگرد ملڪان ملڪ هو، محبن سندو مذڪور ٿيو،
"حُبُّ الدُّنيَا رَأسُ كُلِّ خَطِيئَةٍ"، دوستن تنهن کي دور ڪيو،

١٠- عادت سندين اصلاً هئي، اي ڪامل قطب اقطاب جي،
فتويٰ حديث قرآن تي ڏيندا هئا هر باب جي،
سڀ ٻوڻ ڍيَ آهي، طالب سندس ڪلاب جي،
تنهن کان بچو طالب اوهين جا ڪوڙي مثل ڪذاب جي

١١- کهڙي صفت سارا هيان ان ايزديءَ اسرار ڪي،
"عَالِمُ الغَيبِ وَالشَّهَادَةِ" سڀ معلوم هو مهندار ڪي،
عالم علم علام هو سوجهرو مٺتار ڪي،
هادي سخاوت حيدري، تي پر ڪيو پينار ڪي،

١٢- سائين سخاوت ائين ڪئي، جئن عثمان بن عفان هو،
عالم علم عرفان جو، صاحب سخي سلطان هو،
نرمل ننگر چاڙهي ڇڏيو، اي حق تنهن کي فرمان ڪيو،
اتي عامن خاصن ڪاڏو، اي حاتم ڪان مير مردان هو.

١٣- مرشد مربي محب مون پرور پلو هو پير كيو،
درسن دائودي دلربا عيسيٰ مثل اكسير هو،
خلقت خليل الله جئن موسيٰ مراتب مير كيو،
مرشد محمد ﷺ فيض ۾ بيشڪ سميع بصير كيو.
١٤- شمس الضحيٰ جي شعاع ۾ اگرو كنا روشن قمر،
رحمت للعلمين موليٰ مكو رحمت ككر،
نون نيئون ڏنا تنهن نهال كيا بيحد پريو پهري پڌر،
پرڏيهہ پارس پركيا سبزيون رسيون تان بحر بر.
١٥- ظاهر تيو ظلمات ۾ مشعل منور نور هو،
قابل قرابت قرب ۾ منسب سچو منظور هو،
جنهن تي اچيو پرين پسيو او محبت منجهان مخمور هو،
سائين سهارو سج جئن ملكن متي مظهور هو.
جنهن تي اچيو پرين پسيو او محبت منجهان مخمور هو،
سائين سهارو سج جئن ملكن متي مظهور هو.
١٦- معنيٰ مريدن معدني مخزن الاسرار هو،
مَطلب مُطيّب مَقصَدِي اَتمِ تُحفَةَ الابْرَارِ هو،
گوهر الاهي گنج سو ديني علم انوار هو،
منجهہ خاندانن خوب تان نالو مثل نروار هو.
١٧- حضرت سچو حكمت ڏٺي هر فعل تي مختيار هو،
جئن تي وڏيس تيئن تي كيائين آگي سندس اختيار كيو،
رحم شفقت عام تي، يا ور يتيمن جو هيو،
جيكو اگهو جتي تيو، طلبيو تتي تكرار هو.
١٨- بي بختن سندو بخت هو بي نصيبن جو نصيب،
واهر وسيلو واهرو هر كنهن تيو حامي حبيب،
سئو كوه تي جنهن سڏ كيو ظاهر مليو تنهن كي مجيب،
هئي! كيئن اسان كان هوت ويو مونس متو كاڏي قريب.
١٩- جهڙو متو مرشد منهنجو تهڙو ڏنان كو ڏيهہ ۾؟
فلووقت فيض فياض هو پارس گهڻو پرڏيهہ ۾،

سڀ اوصاف عارف جي رتا- سڪر تيو گهمن ساڻيھ ۾،
آئون جوڙ نہ ڏسان جنسار ڪو داتا سندو سڀ ڏيھ ۾.

۲۰- ڪريان ڳالهيون متي محبوب جون جي پا هيون پرهيون،
اهي وسرن نہ وايون جي تن ڳڻن پريون ڳرهيون،
صحبتون سيرتون مائل ڪيوتي تن مرهيون،
سي ڪيئن گهمن سنڌ ۾ سڙيون سونهن بناهت سرهيون.

۲۱- مسجد مبارڪ ۾ اچي وهندا جڏهين وريام هئا،
تڏهين فياض فيض عام ڪي عاشق ڏيندا اسلام هئا،
پيو سي دليون پر تيون ان ڪي امن آرام هئا،
سي جانب ويا ڪنهن جوءِ تي سلطان جن سرئنجام هئا.

۲۲- سا قائم ڪچهري ڪونر جي هر وقت ۾ هئڙي ادا،
هئو مجمع مريدن جو تيو سهسين لکين پدمن جان،
ڪوڙين ڪروڙين ڪيترا مشتاق منجهہ محبت مدعا،
تن سين ونديائون وٺ تي سي ڪٿ ڏسان عارف ادا؟

۲۳- سا قائم ڪچهري ڪونر جي جلوو تجمل ذوق جو،
منجهہ مسجد مريدن ڪيو مجمع شوڪت شمع جو شوق هو،
پڻ ذاڪر ذڪر سان محو تيا فرحت لذت ۾ لوڪ هو،
سڀ ڏيھ هو سرهو تڏهين جَڏِ جانب متو منجهہ جوڪ هو.

۲۴- برڪت پڻ پرين سندي مڪتب پڙهي قرآن جو،
سو حافظ تيا شيرين زبان فيض تين فرقان جو،
ظاهر منجهان باطن تئن لذائون فضل حق فرمان جو،
تنهن تان لتو جنهن ات پڙهيو سڀ اهڪ غم ارمان جو.

۲۵- عالمن ۽ علم سين رکندا گهڻي محبت هئا،
تنهن ڪي پسيو پارس پرين خوش تيو ڪندا خلوت هئا،
"اَلعُلَمَاءُ وَرَثَةُ الاَنبِيَاءِ" اي ڏيندا گهڻي عزت هئا،
جيڪي چيائون سو سڀ ٿئو بي حد يلا برڪت هئا.

۲۶- جڏهين مرشد متا محبوب مون دعوت متي چڙهندا هئا،
تڏهين ساڻن سوين محبت منجهان حاضر تيو هلندا هئا،

ساڻ تجلي تائب ڪيا جنهن ملڪ تي رخ رکندا هئا،
حشمت پسيو هيبت سنڌين بيعت اچيو وٺندا هئا..

٢٧- آيا جيڪي حاضر هيڪاندا مهندان مٿي مرشد وري،
واصل ٿيا بالله سين دل جي پٽين داور دري،
شريعت طريقت ۽ معرفت ۽ حقيقت سائين ڪان تن ڪي سري،
حق حقيقت محو ٿيا منجهه صحبت لذائون ڪولي ڪري،

٢٨- حاجي هزارين تي ويا هر سال ۾ سائين وٽان،
سهسين قرب تن سين ڪيائون ڏيئي ڪيٽڻ گنديون لٽا،
پاڻا مٿي پروانو لکيو ڏنائون، تن ڪي ڏيو سيڌا اٿا،
ڪاغذ ڏيو تي ڪيائون روانا ٻيا پڻ پٽا،
تان پڻ سبب سيد سچي ڇٽندا هئن ڪريو جٽا،

٢٩- تن حاجين منجهان حضرت وٽ ساڪن سوين تي پيا،
پسندي مرشد پير سو پيوند دلين تن پيار،
وري مهند پوئتي ڪريو ڇڏي سي ڪين ويا،
منجهه محبت محو ٿيا موتوڪ ملڪ الموت نيا،

٣٠- پرور وجهايو پڙهو هر ملڪ ۾ هادي هدا،
سڀ ڪنهن اچيو ورتو آيا ويا شاهه وگدا،
هند سنڌ عرب عجم ۾ هر ملڪ جي هت هُت تي مدعا،
"يڪ بار ديدم" هر ڪنهن چيو پوئنئان نصيب ڪي ادا،

٣١- منجهه پوئين زماني پير ٿيو بي حد بحر اسرار ٿيو،
رحلت رب جي تي جڏهين سو ڏينهن هو سومار جو،
تاريخ ٻارهين عرس جو ٽيئڙن قرب قلتار جو،
ٻارهن سو ستهٺ ورهيه هجري هو شمار جو،
بعد هجرت مصطفيٰ صحيون لنگهيو سردار جو.

٣٢- اٺهتر ورهين عمر هئي تان محب پارس پير جي،
پندرهن ورهيه بلوغت ۾ ويا اي طالب ڪئي تڪبير جي،
ٽيهٺ ورهيه باقي بچيا پوري متابعت مير جي،
هئي هئي! قلم ازلي وهيو تي قادر مٿان تقدير جي،

۳۳- جنهن دم ولي وصال ڪيو سا "رين" ڪاري رات هي،
تارا لٽيا ڏونگر ڏريو ظلم جي ظلمات هئي،
وقت وصال اٿور هو پوءِ سگهي پريات هئي،
اڄ ڪيڏو قهر قيام تي هوءِ هوءِ هر ڪنهن وات هئي.

۳۴- هئي هئي! جڏهين لالن لڏيو واويل وهلو ٿيو حشر،
ماتام حسرت حادثو پيو شهر ۾ تي شور وشر،
هر شيءِ ۾ سوزش پئي هل هاءِ! ٿيو نعرو نشر،
پوين اُين ۾ روح ٿيو ملڪن منديو ماتم حشر.

۳۵- حضرت سچي سائين جو سٽي، جي منجهه شوق ۽ محبت مئا،
سي ٻارهن جڻا قربان ٿيا، ٻين گهڻن جا هوش ويا،
آواز انهيءَ رات ۾ ماٺهن مقامن مان سئا،
عارف ايندو هن هنڌ هلي، تي خوشي ڪيائون هڪ ٻئي پويان،

۳۶- صحيون وصالان پوءِ هو، سو جوش ۾ پڻ گرم تن،
جڏهن نيت ڪيائون غسل جي، ات اهڙي طبيعت تي لڪين،
سي ماٺهو پڇي سڀ ڏور ٿيا پاياڻون حياتي آهه سندين،
تان مرڪيا مبارڪ منهن منجهان تڏهين خاطر تسلي تي سيين.

## مختصر حالات زندگي قاضي فتح الرسول نظاماڻي عليه الرحمةؒ (مترجم كتاب هذا)

قاضي فتح الرسول نظاماڻي عليه الرحمةؒ پنهنجي دور جو هڪ وڏو عالم دين هو. سندن ولادت جي پوري ڄاڻ نه آهي، تاهم پاڻ ويهين صدي جي پهرئين عشري ۾ ڳوٺ ٽنڊوقيصر تعلقه ۽ ضلع حيدرآباد ۾ پيدا ٿيا هئا. سندن والد ماجد جو نالو قاضي فتح محمد خان نظاماڻي عليه الرحمةؒ هو. جيڪو پڻ پنهنجي وقت جو وڏو عالم، علوم فقه جو ڄاڻو، تدريس ۽ فتويٰ جو ماهر، مفسر قرآن، تفسير مفتاح رشدالله هين ڪيترن ديني ۽ علمي ڪتابن جو مصنف ٿي گذريو آهي.

قاضي فتح الرسول نظاماڻي عليه الرحمةؒ، سردار قيصر خان نظاماڻي (جنهن جي نالي پٺيان ڳوٺ ٽنڊو قيصر سڏجي ٿو) جي اولاد مان آهن. ابتدا ۾ قرآن شريف جي تعليم پنهنجي والد صاحب کان حاصل ڪيائون. ان بعد پنهنجي والد صاحب جن سان گڏجي پير جهنڊي جي مدرسي ۾ علم حاصل ڪرڻ لاءِ ويا، جتي سندن والد درس تدريس ڏيندا هئا، اتي جي عالمن کان عربي، فارسي، فقه، حديث شريف ۽ اصول حديث جي تعليم حاصل ڪيائون. سندن والد مرحوم جي وفات کان پوءِ پڻ پير جهنڊي جي مدرسه سان سندن تعلق آخري وقت تائين قائم رهيو.

فارغ التحصيل ٿيڻ بعد ڪجهه وقت مدرسه ۾ تعليم ڏنائون، ان بعد پنهنجي ڳوٺ ٽنڊوقيصر جي هاءِ اسڪول ۾ ١٥ سال عربيءَ جا استاد ٿي رهيا جتان رٽائر ڪيائون. درس تدريس سان گڏ پاڻ تصنيف ۽ تاليف جو ڪم پڻ جاري رکيائون. پاڻ اڪثر پير جهنڊي جي بزرگ پير صاحبن ۽ پيندي شريف جي مدرسي جي عالمن سان شرعي مسئلن تي مشورن ۽ فتويٰ تي خيالن جي ڏي وٺ ڪندا هئا، سندن ڪافي مضمون مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب جن جي رسالي الرحيم سه ماهي مهراڻ

ٻين ۽ ٻين رسالن ۾ ڇپندا رهيا آهن. ان کان سواءِ پاڻ ڪيترن ئي عربي ۽ فارسي ڪتابن جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو اٿن، جيڪي قلمي حالت ۾ سندن خاندان ۽ پير جهنڊي وارن وٽ موجود آهن.

ڪين اولاد مان ٻه پٽ ٽي نياڻيون ٿيون. پٽن مان وڏو پٽ محمد ابراهيم نظاماڻي آهي جو پنهنجي والد بزرگوار جيان تدريسي شعبي سان وابسته رهيو. هن وقت گورنمينٽ هاءِ اسڪول ٽنڊو قيصر جي هيڊماسٽر جي پوسٽ تان رٽائرڊ آهي ۽ سندن ننڍو پٽ فتح محمد نظاماڻي، وزير علي انڊسٽريز حيدرآباد ۾ ڊپٽي مئنيجر جي عهدي تي فائز آهي.

آخر وقت تائين پاڻ تحقيق تصنيف جو ڪم جاري رکيائون ۽ مختصر علالت بعد ١٩ شوال ١۴٠٩ هجري بمطابق ٢٥ مئي ١٩٨٩ع بروز خميس فجر جي وقت هن دارالفنا مان رحلت ڪئي ۽ پنهنجي مالڪ حقيقي سان وڃي مليا، سندن تدفين پنهنجي خانداني تاريخي مقام نالي شيخ وجهه الدين لڳ ٽنڊو قيصر ۾ ٿي.

هرگز نميرد آن دل کہ زنده شد بعشق ما
ثبت مريد است بر عالم دوام ما

فقير الفقراءِ

ميرمحمد نظاماڻي

١٦- سنڌ يونيورسٽي اولڊ ڪئمپس
حيدرآباد

# رتيءَ جي رهاڻ

## ”سندن قول سندن زباني“

فرمايائون ته طلب جي اول ڏينهن ۾ جو جذبي جي حالت هئي، هڪ پيرو اوچتو خليفي ميان اسماعيل نقشبندي سان ملاقات ٿي، صحبت ۾ خليفي کي پنهنجون بعضي ڪماليتون ۽ حالتون بيان ڪري ٻڌايم، چيائين ته سير سلوڪ طريقي نقشبندي جي ڪان پوءِ خواجه معين الدين چشتي قدس الله سره، مون کي طريقي چشتي جي سلوڪ طرف پاڻ ڏانهن ڇڪيو، انهيءَ وچ ۾ حضرت پيران پير دستگير رحمة الله عليه زور ۽ ڏاڍائي سان پنهنجي طريقه قادري جو سير ڪرايو، تنهن ڪان پوءِ طريقي چشتي جو سير ڪيم ۽ تنهن ڪان پوءِ طريقي حضرت شيخ نجم الدين ڪبروي قدس الله سره جو سير ڪيم. انهيءَ ڳالهه ٻڌڻ سان اسان جي طبيعت تي جوش ۽ پريشاني گهڻي ظاهر ٿي، ته بزرگ پنهنجي ڪشف جي حالت ۽ پنهنجن مرتبن جي زيادتي اهڙن وسيلن سان ظاهر ڪئي ۽ اسان کي نه ٿي. انهيءَ جوش تمام گهڻو غلبو آندو، تانجو الهام ٿيو ته ”جميعت ڪر: ڇاڪاڻ جو تنهنجو رجوع وڏي دريا ڏانهن آهي ۽ هو ندين ۾ مشغول آهي.“ تنهنجو منهن ڪل جي طرف آهي، ۽ هن بزرگ جو جزن جي طرف آهي. پوءِ جميعت ۽ آرام نصيب ٿيو ۽ پريشاني ختم ٿي.

***

فرمايائون ته جنهن ڪم جو خيال ٿا ڪريون ته ان وقت الهام ٿو ٿئي ته توکي سڀ ڪنهن ڪم تي اختيار آهي، جيئن دل کي پسند اچئي تيئن ڪر ۽ اسان سواءِ الله جل جلاله جي رضامنديءَ جي ڪنهن ڪم جي پوري ٿيڻ ۾ اختيار نه ڪيو آهي. بلڪ الله جل جلاله کي ٿي سونپيوسون ته جيئن پاڻ گهري

تيئن ڪري.

سپردم بہ تو مايه خويش را
توداني حساب ڪم و بيش را

***

فرمايائون تہ هينئر اهڙا اسرار نظر اچن ٿا، جي لکڻ ۾ بيان ڪرڻ کان ٻاهر آهن. سڀبان نہ سمجهڻ ۾ڏندڙن جي، ڇاڪاڻ جو ڪنهن ڪي بہ ان جي سمجهڻ جي طاقت نہ آهي. ڇا ڪريان جو ڪوبہ ماڻهو انهيءَ نسبت وارو نہ آهي. جيڪڏهن ڪو شخص انهن اسرارن جي نسبت رکي تہ ظاهر ڪرڻ کان سواءِ، پاڻهي سندس وجود ۾ ظاهر ٿيندا، وري فرمايائون تہ اها وڏي نعمت آهي، پر جنهن کي نصيب ٿئي.

***

فرمايائون تہ اسان جو فڪر ڪونهي، مگر ارادو آهي. جو اهو ارادو رنگ "اِذَآ اَرَادَ شَيْئًا اَنْ يَّقُوْلَ لَهُ كُنْ فَيَكُوْنُ" جو تو وني، خواه هن جهان ۾ خواه حقيقت ۾، جيڪو ارادو تو اچي، سو ظاهر تو ٿئي. بلڪ هڪ نظر ۾ هي جهان خلق جو ۽ ذات الله جل جلاله جي ظاهر آهي.

***

فرمايائون تہ جنهن شخص ڏانهن اسان جي دل کي رغبت ٿي ٿئي، تہ ضرور اهو فائدي وارو ٿو ٿئي، پوءِ جيڪڏهن اهل دنيا آهي تہ ان کي ڪشائش دنيا جي ڪمن جي ٿئي ٿي ۽ هدايت ٿئي ٿي ۽ جيڪڏهن طالب آهي تہ ضرور طلب کي ٿو پهچي.

***

فرمايائون تہ هڪ وقت درگاهہ شريف (پير سائين روضي ڌڻي قدس سره) تي ويس. ڇڙهو ۽ پيادو هئس. جڏهن پٽ (پٽ) شاهہ عبداللطيف قدس الله سره الاقدس جي برابر پهتس، تڏهين اپرندي ۽ ڏکڻ طرف هڪ ڪوه جو ڇيٿو هڪ واريءَ جي دڙي جي پاسي ۾ زمين صفا هئي، اتي ري اختيار ويهي رهيس ۽ شاه

عبداللطيف قدس الله سره، حياتي وارن مثل (جسماني طرح سان) اچي اسان سان ملاقي ٿيا، اهو وقت اڳين ۽ وچين جي وچ ۾ هو، سومهڻي نماز تائين ويٺا هئاسون، نماز کان پوءِ وچي سندن مسجد ۾ آرام ورتم.

***

هڪ ڀيري حضور شريف ۾ الله جل جلاله جي نالن جي ترتيب جو ذڪر آيو. فرمايائون ته الله جل جلاله جي نالن مان هرهڪ ولي جو مظهر هڪ اسم آهي، اهو نالو ان وليءَ جو "رب" آهي. انهيءَ باب ۾ خليفه ميان صاحبڏنو عليه الرحمة کان پڇيوسين ته تنهنجو "رب" ڪهڙو اسم آهي. هڪ ساعت فڪر ڪري چيائين ته اسم منهنجو مربي "اول" آهي ۽ اسان کان پڇيائين ته اسم مربي اوهان جو ڪهڙو آهي. جواب ۾ چيوسون ته اسان جي اسم مربي ۾ بلڪل فڪر نه ڪر، اسان کي به ان ۾ فڪر نه آهي. انهيءَ حقيقت جو اسان کي گهڻا دفعا خيال آيو، پر ڪنهن سان به بيان نه ڪيوسين. هن ٻانهي (فقير گل محمد گڏ ڪندڙ ملفوظات) عرض ڪيو ته حضرتا! قرآن ڪريم ۾ آهي: "وَاَمَّا بِنِعۡمَتِ رَبِّكَ فَحَدِّثۡ" يعني پنهنجي رب جي نعمت ظاهر ڪر. اوهين ڇا لاءِ بيان نٿا ڪريو، جو پهريون الله جل جلاله پنهنجي وڏائي کي پاڻهي ظاهر ڪيو آهي. پوءِ رحم فرمائي بيان ڪيائون ته اسم مربي اسان جو "محمدي" صلي الله عليه وسلم آهي ۽ طرف غالب "احمدي" آهي.

(ماخوذ توفيق الطالبين)

بسم الله الرحمٰن الرحيم

# * اها انتها آهي *

پراڻي زماني کان وٺي، افغانستان کان ڪيترائي ماڻهو واپار جي خيال کان غيرملڪي شين جون پريون ڀڏي، سنڌ ۾ کڻي ايندا آهن ۽ سنڌ جي دور دراز علائقن ۾ ڀهراڙيءَ جي ڳوٺن ۾ وڪرو ڪرڻ لاءِ در در تي وڃي هوڪو ڏيندا آهن. اهو سلسلو قديم زماني کان وٺي اڄ تائين هلندو پيو اچي. اڄ بہ ڪيترائي افغاني پٺاڻ، سنڌ ۾ ڪپڙو ۽ ٻيون غيرملڪي شيون وڪڻندي ڏسڻ ۾ ايندا. اهي واپاري سال جا تقريبًا اٺ مهينا هتي گذاريندا آهن. باقي چار مهينا پنهنجي ملڪ ۾ آرام سان ويهي کائيندا آهن. اهي افغاني گهڻو ڪري فصلن جي لهڻ وقت يعني سارين جي فصل لهڻ وقت ۽ ڪڻڪ جي لاباري کان وٺي، جيستائين اها وڪرو تي ڪرن مان ڪجي واپارين جي قبضي ۾ نہ اچي، تيستائين پيا ڦيرا ڏيندا آهن. اهي افغاني اڪثر ٽولين ۾ ايندا آهن ۽ ٽولين ۾ ئي واپار ڪندا آهن ۽ هتي ٽولين ۾ ئي رهندا آهن.

هي بہ هڪ اهڙو داستان آهي، جنهن ۾ ست، اٺ افغاني ڪپڙو کڻي سنڌ ۾ واپار لاءِ آيا. پنهنجو سارو سامان وڪڻي، وطن واپس وڃڻ لاءِ رات اچي ڪڙيو گهنور جي جامع مسجد ۾ رهيا. اهو عام طرح سان ڏٺو ويو آهي تہ اهي افغاني واپاري اڪثر رات انهيءَ ڳوٺ جي مسجد ۾ اچي رهندا آهن. بهرحال سڄي ڏينهن جي هل هلان ۽ سفر جي ٿڪاوٽ سبب افغاني رات جو ماني کائي مسجد ۾ نماز پڙهي خليفہ محمود فقير جي درگاهہ جيڪا مسجد سان متصل آهي، انهيءَ جي زيارت ڪري سمهي رهيا، ڇاڪاڻ جو رات گذارڻ بعد ٻئي ڏينهن هنن کي پنهنجي سفر جي اڳين منزل تي وڃڻو هو. افغاني واپارين ۾

هڪڙو درويش شير جان نالي سان پڻ هو، جيڪو تمام گهڻو نيڪ هو ۽ قادري سلسلي جو ذڪر پڻ ڪندو رهندو هو، انهيءَ ڪري سندس قلب جاري هو. درويش شير جان رات جو تهجد جي نماز تي اٿيو ۽ حضرت خليفه محمود فقير قدس سره جي درگاهه شريف جيڪا مسجد سان لڳ هئي، اتي وڃي مراقبو ڪيائين جتي ڪيس ڪجهه اشارو ٿيو.

آخر صبح جو جڏهن سندس سڀ رفيق فجر جي نماز کان فارغ ٿي پنهنجي سفر جي اڳين منزل تي وڃڻ لاءِ تيار ٿيا، تڏهن شير جان کين چيو ته مون جيڪي هن واپار مان پيسا ڪمايا آهن، سي سڀ اوهين کڻي وڃي منهنجي گهر ڏجو. باقي آئون حضرت محمود فقير قدس سره جي هن درگاهه شريف تي ڪجهه وقت رهان ٿو. هتي هيءَ ڳالهه قابل ذڪر آهي ته هنن ستن اٺن ڄڻن جي ٽولي ۾ جيڪي به رفيق هئا، اهي سڀ ساڳي علائقي ۽ ساڳي ڳوٺ جا هئا ۽ گهڻو ڪري سڀ پاڻ ۾ عزيز هئا. اهڙي طرح سان هن فقير شيرجان جا سڀ رفيق افغانستان هليا ويا ۽ شير جان اتي ئي رهي پيو ۽ پنج ست سال يڪو هتي درگاهه شريف تي ويٺو رهيو ۽ کيس باقاعده ذڪر جا اسباق اندران روضي شريف مان ملندا هئا. درگاهه ۽ مسجد جي اڳيان سڄي ڳوٺ لاءِ پاڻي پيئڻ جو کوهه هو، مگر انهيءَ کوهه جو پاڻي ٻن ٽن سالن کان کارو ٿي پيو هو، انهيءَ ڪري ڳوٺ جا ماڻهو پاڻي لاءِ ڏاڍا پريشان هئا ۽ کوهه کي بند ڪري ڇڏيو هئائون. هڪڙي ڏينهن فقير شير جان ماڻهن کي چيو ته مون کي درگاهه شريف مان اشارو مليو آهي ته کوهه کي کوليو. هاڻي پاڻي مٺو آهي. آخر سڀ ڳوٺ وارن گڏجي کوهه جي صفائي ڪري کوٽائي ڪئي ته واقعي پاڻي مٺو هو.

آخر ٻه ٽي سال درگاهه شريف تي رهڻ کان پوءِ فقير شير

جان کي ولايت ملي ۽ هو پنهنجي ملڪ افغانستان هليو ويو. اهو تقريباً ١٩٢٥ع جو واقعو آهي. هن وقت سندس مقبرو افغانستان جي غزني شهر جي ويجهو آهي، جتي هر سال سندس هزارين مريد زيارت لاءِ ويندا آهن.

فقير شير جان جي حياتيءَ ۾ انهيءَ زماني ۾ هڪ شخص دادمحمد خان بن صالح محمد قوم تره کي (١) حڪومت مقر افغانستان جو باشندو فقير شير جان جو نالو ۽ شهرت ٻڌي وٽس آيو ۽ کيس چيائين ته حضرت آئون افغانستان جي حڪومت ۾ هڪڙو روپوش مجرم آهيان ۽ منهنجي زنده يا مرده پڪڙڻ تي حڪومت افغانستان طرفان انعام رکيل آهي. آئون هاڻي هن مجرمانه زندگي کان بيزار آهيان ۽ توهان جي روبرو الله تبارڪ وتعاليٰ جي در تي توبه ڪري توهان جي طريقي ۾ شامل ٿيڻ تو چاهيان. انهيءَ ڪري مهرباني فرمائي توهان مون کي پنهنجي غلاميءَ ۾ رکندا ۽ الله تبارڪ وتعاليٰ کان منهنجا گناهه معاف ڪرائيندا ته جيئن منهنجي توبه قبول ٿئي ۽ آئون آخرت جي عذاب کان ڇوٽڪارو حاصل ڪريان.

فقير شير جان هن جو حال ٻڌي ٿورو وقت سوچ ۾ پئجي ويو ۽ نيٺ اکيون کولي هن کي چيائين ته بابا تنهنجا گناهه تمام وڏا آهن ۽ مون کان کونه ڌوپجي سگهندا. انهيءَ ڪري آئون توکي صلاح ٿو ڏيان ته تون سنڌ جي ڪرڙئي گهنور شهر ۾ منهنجي مرشد حضرت خليفو محمود فقير قدس سره جي درگاهه شريف تي وڃ. جيڪڏهن تون سچي دل سان توبه تائب ٿيندين ته انهيءَ جاءِ تان ئي توکي ڪجهه نصيب ٿيندو، ڇاڪاڻ ته مون کي

---

(١) پڙهندڙن کي ياد هوندو ته بادشاهه ظاهر شاهه کان پوءِ هڪ افغان حڪمران "نورمحمد تره کي" خاندان جو پڻ ڪجهه وقت لا افغانستان جو حاڪم هو. (ميرمحمد نظاماڻي)

ٻـ انهيءَ جاءِ تان هي فيض مليو آهي.

دادمحمد انهيءَ وقت ان بزرگ کان موڪلائي روانو ٿيو ۽ سنڌ ۾ اچڻ کان پوءِ جيڪا ٻـ وڏي درگاهـ ٻڌي اوڏانهن وجي آخر فقير شير جان جي لڪيـل پٽي تي رُلي رُلي ڪڙيو گهنور پهچي ويو. دادمحمد صرف افغاني ٻولي ڳالهائي ۽ سمجهي سگهندو هو ۽ ٻي ڪابـ ٻولي ڪيس ڪونـ ٿي آئي. هي ڪڙئي شريف ۾ درگاهـ خليفو محمود فقير قدس سره تي پهچي ويو ۽ ايترا پئسا افغانستان کان ڪٺي آيو هو جو روزانو صبح جو هڪ جانور (ڳائو يا ماهو) خريد ڪري درگاهـ شريف جي احاطي ۾ گوشت خيرات ڪندو هو، هن اهو عمل مسلسل چاليهـ ڏينهن تائين ڪيو. اهو سنـ ١٩٣٨ع جو واقعو آهي. هي درويش ڏينهن رات درگاه شريف ۽ ان سان متصل قبرستان ۾ گذاريندو هو. آهستـ آهستـ آخر ڪيس درگاهـ شريف ۾ رات جو ذڪر وٺڻ ۽ ڪرڻ جي اجازت ملي ۽ هن قادري سلسلي جو ذڪر جيڪو ڪيس درگاهـ شريف مان مليو هو، اهو ڪرڻ شروع ڪيو.

بهرحال هن درويش جي زندگيءَ ۾ تمام گهڻا لاها چاڙها آيا ۽ هي مجذوب ٿي ويو. پوءِ اگهاڙو اگهاڙو جنگل ۾ يا قبرستان ۾ پيو هوندو هو. آخر سندس مائٽن کي خبر پئي تن هن کي ڳولي اچي ڏٺو ۽ مجذوبيت واري حالت ۾ هن کي واپس وٺي ويا پر سندس عزيز ڪيس واپس وٺيو وجن ۽ هي وريو پيچيو درگاه شريف تي اچي. اهڙي طرح سان اٺ يا ڏهـ سال تـ هي بلڪل مجذوب رهيو. انهيءَ کان پوءِ هن جي مجذوبيت آهستـ آهستـ هلڪي ٿي سلوڪ ۾ تبديل ٿيندي وئي ۽ آخري ڏينهن ۾ هي درويش دادمحمد خان، ”صَاحبِ طرِيقتٗ“ بنجي ويو ۽ هاڻي هر سال رمضان شريف جي مهيني لاءِ حَڪومت افغانستان کان ويزا وٺي درگاهـ شريف حضرت خليفو محمود فقير قدس سره جي مزار تي اچي

رهندو هو ۽ ڪيترا سال ائين اهو سلسلو جاري رهيو.

تمام گھڻي عرصي ڪان پوءِ هڪ ڏينهن منهنجي دل ۾ ٻه خيال آيو ته حضرت خليفه محمود فقير قدس سره جي زيارت لاءِ ڪڙيه گهنور وڃان، انهيءَ ڪري رمضان شريف جي عيد ڪان پوءِ ٻئي ڏينهن پهريون پيروجڏهن آئون پنهنجون پريشانيون ڪٽي اربع ڏينهن تاريخ ٣ جنوري ١٩٦٨ع تي درگاهه شريف حضرت خليفه محمود فقير جي زيارت لاءِ ڪڙيو گهنور لاءِ حيدرآباد مان بس ذريعي روانو ٿيس تقريبًا هڪ ڪلاڪ ڪان پوءِ بس ماتلي پهتي. اتي مون کي ڪڙيه گهنور لاءِ بس بدلائڻي هئي. انهيءَ ڪري بدين واري بس مان لهي، آئون ڪڙيه گهنور واري بس جي اڏي تي قليلي جي ڪناري ڏانهن ويس. ڪڙيه گهنور واري بس اتي بيٺي هئي ۽ ٻئي ٻيا مسافر به بس لاءِ بيٺا هئا. ايتري ۾ بس جو ڪلينر جنهن پرواري هوٽل ۾ چانهه پئي پيتي، سو آيو. مسافرن ڪانئس پڇيو ته بس ڪڙيو گهنور ڪيڏي مهل هلندي. انهيءَ تي هن جواب ڏنو، ته بابا اڄ بس ڪونه ويندي، ڇاڪاڻ جو اڄ عيد جو ٻيو ڏينهن آهي ۽ بس جو ڪنڊيڪٽر ڪڪڙن جي ويڙهه پيو ڏسي سو ڪونه هلندو ۽ ڪنڊيڪٽرڪان سواءِ بس ڪيئن هلندي. هن چيو ته هر سال عيد ڪان پوءِ ٽئين ڏينهن بس ويندي آهي. ڇاڪاڻ جو ٽي ڏينهن عيد جي موڪل آهي ۽ انهيءَ عيد جي موڪل جي ڪري ڪڪڙن جي ويڙهه پئي هلي. ڪلينر جو اهو بيان ٻڌي منهنجي اکين ۾ پاڻي اچي ويو ۽ سوچڻ لڳس ته منهنجي نصيب ۾ شايد محمود فقير قدس سره جي زيارت لکيل ئي ڪونهي، ڇاڪاڻ جو هيترن سالن گذرڻ بعد اڄ مون وڃڻ جي تياري ڪئي آهي ته بس ئي ڪونه ٿي هلي. هاڻي وري الله ڄاڻي ته ڪڏهن قسمت ٿئي ۽ ڪڏهن منهنجو وڃڻ ٿئي يا نه ٿئي. اهو سوچيندي سوچيندي آئون ٿورو بس ڪان هٽي پرڀرو ٿي بيٺس، انهيءَ لاءِ ته ته

منهنجي اکين مان جيڪي ڳوڙها ڳوڙها لڙڪ وهي رهيا هئا ، انهن تي ڀين ماڻهن جي نظر نہ پوي. وري سوچيم تہ شايد حضرت صاحب جن جي مرضي ڪونهي جو مون کي سندن زيارت نصيب ٿئي.

مطلب تہ دل ئي دل ۾ اهي ڳالهيون سوچي رهيو هئس ۽ لڙڪ بہ جاري هئا ، انهيءَ حالت ۾ اتي ويٺي مون کي اٽڪل پنج منٽ کن گذري ويا. ڪلينر ڦليلي مان پاڻي جا دٻا پري گاڏي صاف پئي ڪئي. مسافرن مان ڪي هليا ويا هئا تہ ڪي مسافر مون وانگر اڃان آسري ۾ ويٺا هئا. ايتري ۾ ڏٺم تہ اپرندي پاسي کان هڪ نوجوان ڦليليءَ جي ڪناري تان اکيون مهٽيندو اچي پيو. ڪيس اجرڪ جو پٽڪو ٻڌل هو. بس وٽ ويهي چوڻ لڳو: ”بابا! ويهو تہ هلون.“ ائين چئي هي وڃي اسٽيئرنگ تي ويٺو ۽ گاڏي اسٽارٽ ڪيائين. ايتري ۾ ڪلينر ڦليلي مان پاڻي جو دٻو ڀري آيو ۽ چيائين تہ استاد چاٻا چئو. اسٽيئرنگ تي ويٺل نوجوان چيس تہ گاڏي ۾ پاڻي وجهہ تہ هلون. ڪلينر چيس تہ ڪنڊيڪٽر تہ ڪٽڻ جي ويڙه پيو ڏسي، پاڻ ڪٿين هلنداسون، اتي ڊرائيور چيس تہ ڪنڊيڪٽر ڇاڻي ۽ ڪنڊيڪٽر جو ڪم ڇاڻي. بس ضرور هلندي، تون پاڻي وجهہ، دير نہ ڪر. ڪنڊيڪٽر ڪونهي تہ ڇا ٿي پيو. مطلب تہ بس بہ ٿي هارن وڄايا تہ مسافر اچي گڏ ٿيا. بس ڪنڊيڪٽر کان سواءِ ئي ڪڙئي گهنور لاءِ رواني ٿي وئي ۽ واٽ تي ڊرائيور، هڪڙي پيسينجر کي جيڪو شايد سندس واقف هو، تنهن کي ماڻهن کان ڀاڙي وٺڻ لاءِ چيو. هن سيني کان ڀاڙو وٺي ڊرائيور جي حوالي ڪيو ۽ بس هلي پنهنجي منزل تي پهتي ۽ آئون جڏهن درگاه شريف ۾ زيارت لاءِ ويس تہ مون کي ڏاڍو سڪون مليو ۽ مون پاڻ کي ڏاڍو هلڪو محسوس ڪيو. اتي هن درويش دادمحمد خان سان منهنجي پهرين ملاقات

ٿي. اڄ بہ مون کي اها ملاقات چڱيءَ طرح سان ياد آهي تہ منجهند جو وقت هو ۽ آئون خليفه غلام شاهہ رحمۃ اللہ عليہ جي اوطاق ۾ ماني کائي فقير حاجي عبدالرحيم سان گڏ اتي ويٺو هئس تہ هي درويش اسان وٽ اوطاق تي آيو. فقير حاجي عبدالرحيم هن درويش سان منهنجو تعارف ڪرايو پر ڇيائين تہ ٻولي هي ڪنهن جي بہ ڪونہ ٿو سمجهي بهرحال اٽڪل ۳۰ سالن کان وٺي هي درگاهہ شريف تي ايندو رهندو هو. انهيءَ ڪري ٿوري گهڻي اردو ۽ ڪجهہ لفظ سنڌي ٻوليءَ جا سمجهي سگهندو هو.

جڏهن حاجي عبدالرحيم فقير مون کي هن درويش جي مٿي بيان ڪيل ڳالهه ٻڌائي تڏهن مون کي هن فقير سان تمام گهڻي محبت ۽ همدردي ٿي وئي. مون وٽ کيسي ۾ پنهنجو هڪ ڪارڊ پيل هو، جيڪو مون کيس ڏنو ۽ عرض ڪيومانس تہ حضرت جڏهن توهين پنهنجي ملڪ افغانستان واپس ويندي حيدرآباد شهر مان لنگهو تہ هن غريب وٽ هڪ رات رهي ماني کائي پوءِ اڳتي وڃجو. هن درويش مون کان ڪارڊ وٺي پنهنجي کيسي ۾ رکيو ۽ چيائين جيڪڏهن قسمت ٿي تہ ايندس پر مون کي اڃان پنهنجي ملڪ وڃڻ جي درگاهہ شريف مان اجازت نٿي ملي.

انهيءَ تي فقير حاجي عبدالرحيم مون کي چيو تہ هي درويش هر سال رمضان شريف جو ويزا وٺي هتي اچي رهندو آهي ۽ رمضان شريف کان پوءِ هليو ويندو آهي، پر هن ڀيري هي آخري بار آيو آهي ۽ چوي ٿو تہ هاڻي مون کي آخري طرح سان اجازت ملي تہ آئون مديني پاڪ ۾ وڃي رهان انهيءَ ڪري اجازت ۾ البت دير ٿي اٿس.

بهرحال آئون انهيءَ ڏينهن واپس حيدرآباد آيس ۽ ٽي ڏينهن شام جو مغرب جي اذان اچي رهي هئي تہ انهيءَ وقت ٻاهر دروازي تي ٺڪ ٺڪ ٿي. آئون وڃان تہ هي درويش دادمحمد خان

بيٺو آهي ۽ وڏي خوشي ۾ پاڪر پائي ساڻس مليس. پر هن درويش ٻي ڪا ڳالهه ڪانه ڪئي ۽ يڪدم مون کي چيائين ته توهان جي لاءِ حضرت مرشد سائين محمود فقير قدس سره جن جي طرفان مون کي هڪ امانت ملي آهي جيڪا توهان مون کان وٺو ته آئون وڃان.

مون چيومانس ته اذان اچي رهي آهي. نماز جو وقت آهي، اچو ته پهرين نماز پڙهون ٿا، پوءِ امانت به وٺون ٿا. آخر اسان نماز پڙهي هن درويش کي مون چيو ته تون ويهه ته آئون چانهه ڪٺي اچان ته هي درويش بجاءِ انهيءَ جي صوفي يا ڪرسي تي ويهي، زمين تي هيٺ غاليچي تي ئي ويهي رهيو. آخر گهڻي چوڻ کان پوءِ مشڪل سان اٿي مٿي ويٺو. چانهه پيتائين ۽ چيائين ته هاڻي مون کان امانت وٺو ته آئون وڃان. مون کي چيائين ته حضرت صاحب جن مون کي چيو آهي ته صرف هڪڙو ڀيرو توهان هي آيت سڀوري مون سان گڏ منهنجي پٺيان پڙهو ته انشاءَ الله تعاليٰ اوهان جون سڀ پريشانيون هڪ ڀيرو پڙهڻ سان ئي ختم ٿي وينديون، پر انهيءَ هوندي به چيو اٿن ته هڪ سو ڀيرا صبح جي نماز کان پوءِ ۽ هڪ سو ڀيرا عشاءِ جي نماز کان پوءِ پڙهندا رهو. مون فقير دادمحمد خان جي پٺيان پهريون ڀيرو آيت شريف پڙهي ۽ پڙهڻ سان واقعي منهنجون سڀ پريشانيون ۽ تڪليفون، جيڪي جسماني ۽ ذهني هيون. انهيءَ وقت دور ٿي ويون. آخر هي درويش رات مون وٽ رهي صبح جو پنهنجي وطن روانو ٿيو ۽ انهيءَ کان پوءِ وري هن طرف سنڌ ۾ نه آيو. شايد دعا قبول ٿي ۽ هو درويش فقير دادمحمد خان ولايت وٺي موڪلائي مديني پاڪ هليو ويو. مطلب ته حياتيءَ ۾ ته سڀ اولياءِ پنهنجن مريدن کي شريعت ۽ طريقت تي قائم رهڻ ۽ ذڪر ۽ فڪر جون سڀ منزلون طئي ڪرڻ کان پوءِ ولايت ڏين ٿا، پر مماتي ۾ فقط ڪي ٿورڙا

اولياءُ الله آهن جيڪي طالب ڪان ذڪر ۽ فڪر جون سڀ منزلون طئي ڪرائي ڪيس صاحبِ ولايت جي مرتبي تي فائز ڪن ٿا ۽ اهو موقعو صرف ڪنهن نصيب واري کي نصيب ٿيندو آهي.

آخر ۾ الله تبارڪ وتعاليٰ جي بارگاهہ ۾ سوالي آهيون تہ اسان گنهگارن کي پڻ بزرگن جو اهڙو فيض نصيب ٿئي.

هي ڳالهہ سوچڻ جي لائق آهي تہ هڪ ڪامل مڪمل اولياءُ الله جيڪو پنهنجي ولايت ۾ اعليٰ ۽ افضل، ڪامل ۽ مڪمل آهي اهو مون جهڙي هڪ گنهگار غلام ڏانهن پنهنجي هڪ نيڪ طالب جي وساطت سان منهنجي پريشانين کي دور ڪرڻ لاءِ يعني ذهني ۽ جسماني طرح سان هڪ بيمار انسان کي شفا ۽ فيض عطا ڪرڻ لاءِ خاص طرح سان مون ڏانهن حيدرآباد موڪلي، هڪ اهڙي شخص کي جو نڪي ٻولي سمجهي ۽ نہ وري ڪنهن اُتي پتي ڪان واقف هجي. آئون سمجهان ٿو تہ مون جهڙي نااهل ۽ ڏڏ انسان لاءِ سندن ڪرم جي "اها انتها آهي" يا ابتدا؟ ها، اها ابتدا آهي.

فقير الفقراءِ

**ميرمحمد نظاماڻي**

گهر نمبر١٦- اولڊ ڪئمپس
سنڌ يونيورسٽي حيدرآباد سنڌ

# ديباچو
## از خليفو محمد ملوڪ چانڊيو رحمة الله عليه
## مصنف ڪتاب هٰذا

# هُوَ اللهُ الڪَرِيمُ

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ رَبِّ يَسِّرۡ وَتَمِّمۡ بِالۡخَيۡرِ

اڻ ڪٿ ساراهہ ۽ واکاڻ تنهن واحد جل شانه لاءِ خاص آهي جنهن پنهنجي ذات ۽ صفتن جي خزانن کي سندس چوڻ: "اِنَّ اللّٰہَ لَغَنِيٌّ عَنِ الۡعٰلَمِيۡنَ" بموجب "ڪُنۡتُ ڪَنۡزًا مَخۡفِيًّا" واري ڪاڻ اندر ڳجهو رکيو. پوءِ ارادو ٿيس تہ پاڻ کي پڌرو ڪريان، پوءِ ان ڪاڻ جي ڪلف کي "فَاَحۡبَبۡتُ" جي ڪنجيءَ سان کوليائين ۽ پاڻ کي ظاهر ڪرڻ واسطي "فَخَلَقۡتُ الۡخَلۡقَ" يعني عالم کي وجود ۾ آڻي خلق کي پيدا ڪيائين ۽ پنهنجي سڃاڻپ واسطي پنهنجن صفتن کي گهڻي خوبصورتيءَ ۽ زيب ۽ زينت سان سينگاري عالم ڪثرت جي بازار ۾ خريد وفروخت لاءِ آنڌائين تہ جيئن صفتن سان ڪيس سڃاتو وڃي.

بيت

آن ذات خفي ڪہ بس نهان بود - در نور صفات عيان گشت
وحدت بمظاهرات ڪثرت -- رنگين ڪن صفحه زبان گشت

ترجمو (۱) : هو پاڪ ذات بيحد مخفي ۽ ڳجهي هئي- سا صفتن جي روشني ۾ پڌري ٿي.

(۲) : سندس وحدت ڪثرت جي مظهرن سان ظاهر ٿي.

جيئن تہ ڪائنات جي ذري ذري ۾ صانع جل شانه جي

صنعت ۾ سندس صفتون پيون ڏسجن پوءِ ڪير آهي جو سندس حمد ۽ ساراهه پوري ڪري سگهندو ۽ سڄ جو هرهڪ ڪرڻون سندس وحدت تي شاهد آهي ۽ سندس وحدت مڙني مظهرن ۾ ظاهر آهي، خواه باطن ۾ خواه ظاهر ۾.

بيت

مطلق بمقيدات مظهور - معروف بذات خويش مشهور

ترجمو: ذات مطلق مقيداتن سان پڌري ٿي. مقيدت سان سندس ذات سڃاتل ۽ مشهور ٿي.

جيئن ته هن پنهنجي صفتن جي سهڻن ڪپڙن پائڻ ڪري ناز وانداز سان پاڻ کي پڌرو ڪيو ته پوءِ عشق جي متوالن سندس حسن ڏسي مٿس عاشق ٿي، گهٽي ئي سوز ۽ گداز سان دانهون ۽ آهون ڪيون ۽ پڻ بيشمار صلاتون ان نبي سڳوري احمد صلي الله عليه وسلم تي هجن، جنهن جي الف جو نشان سندس علم ۽ عظمت تي احد هجڻ جي خبر پيو ڏئي ته پاڻ پنهنجي ذات ۾ يگانا آهن. سندس شان ۽ رتبي ۾ ٻيو ڪوبه ساڻس همسر ۽ برابر ناهي ۽ "اَنَا اَحۡمَدُ بِلَا مِيۡم" جو اشارو انهيءَ ڳالهه ڏانهن آهي ۽ ان جي ميم جي دائري ويران ۽ غيرآباد ملڪ کي گهيري ۾ آڻي ان کي سرسبز ۽ شاداب ڪيو يعني سندس وجود مبارڪ سببان ڦٽل ملڪ يعني عدم مان هي ڪائنات وجود ۾ آئي ۽ "اَنَا مِنۡ نُوۡرِ اللهِ وَالۡعَالَمُ كُلُّهٗ مِنۡ نُوۡرِيۡ" جو اشارو پڻ سندس ڪماليت تي شاهد آهي.

بيت

احمد که بذات لاحد آمد - در حد صفات ماجد آمد.

موجود شد از نظام وجودش - هر ذره چون شمس شاهد آمد

معلوم ملائڪان شد اين راز - خود نور بنور ساجد آمد

ترجمه (١) احمد ذات جي لاحد سان آيو- بلڪ صفتن جي حد سان شرف وارو ٿي آيو.

(٢) سندس وجود سان هي جهان وجود ۾ آيو- جڏهن ته سڄ جو هرهڪ ڪرڻون ان جي وجود جو شاهد آهي.

(٣) جڏهن ملڪن کي ان راز جي خبر معلوم ٿي، پاڻ نور

هئا تن اڇي نور کي سجدو ڪيو ۽ پڻ سندس آل ڪرام ۽ اصحاب عظام تن سيني تي الله تعاليٰ جي رحمت هجي.

امابعد! چوي ٿو هي ٻانهون حقير پرتقصير فقير ملوڪ، جيڪو سلوڪ وارن طالبن جي پيرن جي خاڪ ۾ مٽي آهي،تنهنجا شال الله تعاليٰ پنهنجي لطف سان گناهه بخشي ۽ پڻ پنهنجي ڪمال عفو سان ان جا عيب ڍڪي، آمين. ڄاڻڻ گهرجي ته حضرت رسول الله ﷺ فرمايو ته "قَيِّدُوا الْعِلْمَ بِالْكِتَابَةِ" يعني علم کي لکڻ سان قابو ڪريو ۽ پڻ خليفي ميان محمد حسين مهيسر صحبت نامي ۾، جيڪو حضرت پير سائين (روضي ڌڻي) قدس سره جن جي ملفوظات آهي (۽ حضرت پير سائين جن هن فقير جي ڏاڏي جا مرشد آهن) تنهن ۾ لکي ٿو ته حضرت پير سائين جن فرمائيندا هئا ته مريد کي گهرجي ته پنهنجي مرشد جي زبان وحي ترجمان کان جيڪي نڪتا ۽ ڳالهيون ٻڌي تنهن کي وحي وانگر ڄاڻي ڪاغذن جي پنن تي لکي ڇڏي. اميد آهي ته انهن برڪت وارن لفظن سان طالب وڏي نعمت ۽ بلند درجي کي رسندو. شيخ الاسلام خواجه نظام الدّين والحقّ شال الله تعاليٰ ان جي قبر کي روشن ڪري، جيڪو قطبُ الاَنام فَرِيْدُالحَقّ وَالشَّرع وَالدِّيْن جي ڪتاب "راحت القلوب" مان نقل ڪري ٿو ته جنهن مريد، پنهنجي مرشد جي زبان مان جيڪي ٻڌو ۽ ان کي پوري ڌيان سان لکي گڏ ڪيائين ته ان جي لاءِ ٻي ڪابه اهڙي سعادتمندي ۽ خوش نصيبي نه آهي ۽ پڻ اوليائن جي احوالن ۽ تذڪرن ۾ هي بيان آيو آهي ته مريد جڏهن مرشد جي زبان کان جيڪي ٻڌي ۽ لکي ته پوءِ ان لکيل هڪ هڪ حرف جو ثواب ان جي عملن ۾ لکيو وڃي ٿو ۽ مرڻ پڄاڻان ان جي جاءِ اعليٰ عليين ۾ هوندي. جڏهن انهن بزرگن جون نصيحت واريون ڳالهيون ڪتابن ۾ پڙهيم ۽ ڏٺم تڏهن هن ٻانهي عاجز جي دل ۾ هي خيال آيو ته آءٌ پڻ پنهنجي مرشد شَيْخُ المَشَائِخ قطبُ العَارفِينَ، سَنَدُ المُقرّبين، سيّد الزاهدِيْن، فَخرُ العَاشِقِيْن، بُرْهَان الشّرِيعَة، سُلطَانُ الطرِيقَه، اَلمُنَزه مِنْ آفَاتِ الکَثرَة، گنج حَقِيقَت، بَحرِ مَعرِفت، صَاحِبِ المُقَامَاتِ العِلْمِيَه وَالکِرَامَاتِ السَّنِيَه،

وَالْوَارِدَاتِ الْغَيْبِيَّةِ، وَالْمُكَاشِفَاتِ الْعَيْنِيَّةِ، وَغَوَّاص دريائي شُهُوْدِيت، دَانائي اِسْرَارِ رُبُوْبِيَّت، وَاقِفِ رُمُوزَاتِ هُوِيّت، مَخْزَن اِسْرَارِ غَيْبِيْ، فُتُوْحِ انوارِ لَارَيْبِيْ، مَحْرَمِ حَرِيْمِ جَمَالِ وَجَلَال، شَاهِدِ بزمِ وِصَال، سَالِكِ طَرِيْقِ لِقَاءِ، وَاقِفِ فنا وَبقا، تَاجِ الْاَصْفِيَا، مُرْشِدُنَا وَمَوْلَانَا حضرت پِيرِ دَسْتَگِيْر، مُسْتَغْرِق بَحْرِ شُهُوْد، مُرْشِدِيْم حَضْرَتِ خَلِيفہ مَحْمُود، شال الله تعاليٰ سندس برڪتون اسان مريدن تي قائم ۽ دائم رکي، پاڻ حضرت ذَاتُ الذَّوَاتِ قُدْسِي صِفَاتِ مَجْمَعُ الْحَسَنَاتِ، مُقتدائي اَهْلِ عِرْفَان، پيشوائي وَاصِلَان، دَانائي حَقَائِق اِيقان، وَاقِفِ اِسْرَارِ يَزْدان، قُطْبُ الْعرفَاءِ، اِمَامُ الْاَوْلِيَاءِ، سَيِّدُ الاتقِيَاءِ، غَوَّاصِ بَحْرِ تَوْحِيد، سَيَّاحِ بَادِيه تَجْرِيْد وَتفريد، سَالِكِ طَرِيْقِ لِقَا، وَاقِفِ فَنَا وَبَقَا، غَوْثُ الثقلَيْن، شَيْخُ الشيُوخ، سَرْتَاجُ الْاَصْفِيَاءِ، مُحْيِ الذوَاقِ الْكُلِّ، الْمبرزُ اِسْرَارِ الْمُجْمَلُ وَالْمُفَصَّلُ مُرْشِدُنَا وَمَوْلَانَا حضرت پير دستگير حَضْرَت سَيِّدُ مُحَمَّد رَاشِدُ الْهَادِيْ وَالْمَهْدِيْ رَضِيَ اللّٰهُ تعاليٰ عَنْهُ جي مريدن ۽ خليفن مان پاڻ بي مثل مريد ۽ خلافت جي اعليٰ درجي کي رسيل آهن. جڏهن ته هي فقير (محمد ملوڪ) خليفي صاحب (محمود قدس سره) جي درگاهه جو ٻانهو ۽ ٻهاريدار آهي پوءِ ڇو نه آئون سندن ارشادات ۽ فرمودات پنهنجي وسعت آهر گڏ ڪري ڪتاب جي صورت ۾ لکي بند ڪريان ته سلوڪ وارا طالب سندن دقيق نڪتن ۽ معرفت جي چشمن مان لذت وٺن ۽ پنهنجي مقصدن کي رسن. ڏٺي منهنجا تو جيڪي پنهنجا اسرار پنهنجن عاشقن جي دلين تي پڌرا ڪيا آهن تن مان اسان کي پڻ ڀاڱون ۽ نصيب عطا ڪر (آمين). ڳالهه هي آهي ته حضرتِ مرشد صاحب جن جي ارشادن ۽ فرمودن جي معنائن جي ڪُنَ ۽ گهرائي کي رسڻ سو هن ضعيف جي ناقص فهم ۽ فڪر ڪان پري آهي. پر جڏهن ته صحبت ۾ وٺن رهيو آهيان ته سندن ملفوظ مبارڪ سان پنهنجي زبان کي گندگيءَ کان پاڪ ڪريان ۽ سندن صحبت وارين ڳالهين کي ياد ڪري دل جي اونداهين ۽ ڪاراڻ کي ميساريان. پوءِ هن ڪتاب لکڻ واسطي الله تعاليٰ کان توفيق ۽ مدد گهريم ۽ پڻ بزرگن کان براه ڪرم اميد ٿو رکان ته ڪٿي عبارت ۾ ڪا

خطا ۽ عيب ڏسن تہ ڍڪين ۽ عبارت جي صنعت تي عيب جوئي نہ ڪن ڇاڪاڻ تہ سلوڪ وارن صاحبن ڪي معنيٰ جو حصول مقصود آهي ۽ نہ عبارتن جي سهڻائي.

بيت

از زبان قاصر ما چه برآيد - کز عهده وصفش بر آيد

پوءِ هن فقير ڪي جمادي الاوليٰ جي پهرين تاريخ سن ٻارهن سو چوئيتاليهہ هجري جمعي جي رات هيءِ آواز ٻڌڻ ۾ آيو تہ بزرگن جي ارشادن ۽ انهن جي ڳالهين ڪي گڏ ڪرڻ جهڙو ٻيو ڪو نيڪ عمل ڪونهي. پوءِ هن ڪتاب لکڻ وقت، ڪتاب جو نالو ”سراج العاشقين“ رکيم تہ مرشد جي شمعدان جي روشنائي مان عاشقن يعني طالبن ڪي سلوڪ جي راهہ ۽ معنيٰ سمجهڻ ۾ آساني ٿئي. انهيءَ ڪان سواءِ سندن فرمودن ۽ ارشادن ڪي غور ۽ فڪر سان پڙهي، پاڻ ڪي نقصان پوڻ ڪان بچائين ۽ پڻ مڙني تعينات وارن خيالن ڪان ڇوٽڪارو حاصل ڪن تہ جيئن پاڻ ڪي ”اُولٰٓئِکَ کَالْاَنْعَامِ بَلْ هُمْ اَضَلُّ“ جي قطار هيٺ نہ آڻين ۽ پڻ ”وَلَقَدْ کَرَّمْنَا بَنِيْٓ اٰدَمَ“ جي شرافت واري تمغي ڪي هٿان نہ وڃائين.

جڏهن تہ الله تعاليٰ ساري موجودات ڪي انسان جي لاءِ پيدا ڪيو آهي ۽ ان انسان ڪي صرف پنهنجي واسطي خلقيو آهي تہ پوءِ آدميءَ ڪي گهرجي تہ الله تعاليٰ جي طلب ۾ هجي ۽ ڪيس گهرجي تہ پاڻ ڪي نقصان ڪان بچائڻ لاءِ ڪنهن صاحب دل جي صحبت ۾ وڃي تہ ان جي هڪ ئي نظر ۽ گفتگو سان طالب جو مقصد حاصل ٿيندو ۽ ان ڪي غفلت واري ننڊ مان سجاڳ ڪري معنوي جمال سان معائنو ڪرائي ”بِيْ يُبْصِرُ وَبِيْ يَسْمَعُ وَبِيْ يَنْطِقُ“ جي مرتبي تي پهچائيندو. پوءِ جيڪو شخص اهڙي ڪامل مرشد جي ڳولا ۾ هوندو تہ ڪنهن نہ ڪنهن ڏينهن ان ڪي هٿ ايندو جو چيو اٿن: ”هر جوينده يابنده“ يعني جيڪو ڳوليندڙ هوندو سو ضرور لهندو. ذٰلِکَ فَضْلُ اللهِ يُؤْتِيْهِ مَنْ يَّشَآءُ وَاللهُ ذُوالْفَضْلِ الْعَظِيْمِ-

اي دوست! هن ڪتاب ۾ جنهن هنڌ تي ”ميفرمودند“يا ”فرمايائون“ جو لفظ اچي تہ پوءِ اتي سمجهجي تہ اهو فرمودو هن

فقير جي مرشد حضرت خليفہ محمود قدس سره جن جو آهي ۽ جنهن هنڌ تي "حضرت ايشان" جو لفظ اچي تہ اتي خليفہ صاحب جو مرشد سيد محمد راشد قدس سره مراد آهي. سندن مرشد پڻ هن فقير جي ڏاڏي جو مرشد آهي ۽ ڪتاب ۾ مريد واري لفظ بجائي "ياران وبرادران" جا لفظ آندا اٿم. ڇاڪاڻ تہ پاڻ سڳورن ﷺ جي زماني شريف ۾ اصحاب ۽ يارن جو لفظ مستعمل هوندو هو. ان زماني ۾ پيري مريدي جي لفظن جو ڪوبہ نشان نہ هو. پوءِ هن ڪتاب ۾ جنهن هنڌ "ياران و برادران" جا اکر لکيل ڏسين تہ اتي مراد مريد آهن. اي دوست! تون هوش وارا ڪن ڏار! باقي هنن متي وارن ڪنن سان ڪڏهن بہ خدا شناسي جي حقيقت معلوم ڪري نہ سگهندين جيئن ڪنهن بزرگ چيو آهي:

بيت

گوش سر بفروش ديگر گوش خر- کاين سخن را در نيابد گوش خر

ترجمو: متي جا ڪن وڪڻ ۽ بيا ڪن خريد ڪر- ڇاڪاڻ تہ هن ڳالهہ جي حقيقت گڏهہ جي ڪن مثل ماڻهن کي سمجهڻ ۾ نہ ايندي.

# طريقہ قادري ۽ نقشبندي

فرمايائون تہ جڏهن حضرت پير سائين قدس سره جن هن فقير (حضرت خليفہ محمود فقير) کي خلافت جي تاج سان سرفراز ڪيو، تنهن وقت پاڻ ٻنهي طريقن قادري ۽ نقشبندي سلسلي جو شجرو لکيل عطا فرمايو. ڪين اهو سلسلي وار شجرو سندن والد معظم حضرت ميان صاحب سيد محمد بقا شهيد قدس سره کان مليل هو. پوءِ فقير پڻ تبرڪ واسطي هن ڪتاب ۾ داخل ڪيو. جو اهي ٻئي طريقا محبوب حقيقي جل شانہ' جي رسائڻ ۽ مرادن حاصل ڪرڻ جا قوي سبب آهن ۽ جنهن طالب کي ڪا مشڪل درپيش اچي تہ ان جي حل ڪرڻ واسطي بہ رڪعتون نفل جون پڙهي پوءِ انهن بزرگن جي نالن ۽ پاڪ ارواحن جو وسيلو وٺي حق سبحانہ' وتعاليٰ کان دعا گهرندو تہ الله تعاليٰ ان جي مشڪل آسان ڪندو.

# قادري طريقي جو شجرو

هي سلسلو جناب رسالتماٰب حضرت ختم المرسلين وفخر الاولين عليه افضل الصلوات واكمل التحيات كان شروع ٿي حضرت مرشدنا ومطلوبنا (خليفه محمود) شال الله تعاليٰ سندن فيض مريدن تي جاري رکي، ايستائين اسان وٽ پهتل آهي.

بسم الله الرحمٰن الرحيم

# قادري طريقي جي مشائخن جي سلسلي جا نالا هن ريت آهن

الٰهي بحرمت سيد الڪونين رسول الثقلين محبوب رب العالمين حضرت سيدنا محمد المصطفيٰ ﷺ.
الٰهي بحرمت يعسوب الموحدين شمس المشارق والمغارب اميرالمؤمنين سيدنا علي بن ابي طالب رضي الله تعاليٰ عنه.
الٰهي بحرمت شيخ المحققين قدوة العلماءِ الربانيين حضرت خواجه حسن بصري رضي الله تعاليٰ عنه.
الٰهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجه حبيب عجمي قدس سره.
الٰهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجه داؤد طائي قدس سره.
الٰهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجه معروف ڪرخي قدس سره.
الٰهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجه سري سقطي قدس سره.
الٰهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت سيد الطائفه خواجه جنيد بغدادي قدس سره.
الٰهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجه ابوبڪر شبلي قدس سره.
الٰهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجه ابوالفضل عبدالواحد بن عبدالعزيز عيني قدس سره.
الٰهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجه ابوالفرح طرطوسي قدس سره.
الٰهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجه ابوالحسن علي بن محمد يوسف القريشي قدس سره.

الـهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجه ابوسعيد المبارك المخزومي قدس سره.
الـهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت محبوب حقاني قطب صمداني حضرت شيخ محي الدين سيد عبدالقادر بن ابي صالح رضي الله تعاليٰ عنه.
الـهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت سيد عبدالوهاب قدس سره.
الـهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت سيد صفي الدين صوفي قدس سره.
الـهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجه سيد احمد قدس سره.
الـهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت سيد مسعود قدس سره.
الـهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت سيد علي قدس سره.
الـهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت سيد شاه مير قدس سره.
الـهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت سيد شمس الدين محمد قدس سره.
الـهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت سيد محمد غوث قدس سره.
الـهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت سيد عبدالقادر قدس سره.
الـهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت سيد عبدالرزاق قدس سره.
الـهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت سيد حامد قدس سره.
الـهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت سيد عبدالقادر قدس سره
الـهي بحرمت حضرت شمس الدين محمد قدس سره.
الـهي بحرمت حضرت عبدالقادر قدس سره.
الـهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت سيد شمس الدين محمد قدس سره.
الـهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت شيخ سيد حامد شاه گنج بخش قدس سره.
الـهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت شيخ سيد شمس الدين محمد قدس سره.
الـهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت شيخ محمد صالح شاه قدس سره.
الـهي بحرمت شيخ المشائخ فرد الحقيقت حضرت شيخ سيد عبد القادر الحسني قدس سره.

الـلـهي بحرمت شيخ المشائخ سراج الواصلين، فخر العاشقين محب النبي عليه افضل الصلواة واكمل التحيات سيد محمد بقا حسني قدس سره.
الـلـهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت سيد شمس الاولياءِ محي السنه النبوة ماحي آثار البدعه بدرقة السالكين وموصل الطالبين الي مطالبهم الشيخ السيد محمد الراشد الهادي المهدي رضي الله تعاليٰ عنه.
الـلـهي بحرمت شيخ المشائخ سيد الزاهدين وفخر العاشقين پيشوائي اهل التجريد والتفريد حضرت مرشدنا محبوبنا ومطلوبنا شيخ محمود مد الله تعاليٰ ظله ومتعنا من فيوضاته.

## نقشبندي طريقي جو شجرو

الـلـهي بحرمت سيد الكونين امام المرسلين حضرت محمد مصطفيٰ عليه افضل الصلواة واكمل التحيات.
الـلـهي بحرمت اميرالمؤمنين وامام الصديقين حضرت ابوبكر نِ الصديق رضي الله تعاليٰ عنه.
الـلـهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت سلمان الفارسي رضي الله تعاليٰ عنه.
الـلـهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت قاسم بن محمد بن ابي بكر ن الصديق رضي الله تعاليٰ عنه.
الـلـهي بحرمت امام المؤمنين شيخ المشائخ حضرت جعفر نِ الصادق رضي الله تعاليٰ عنه.
الـلـهي بحرمت سلطان العارفين شيخ المشائخ شيخ بايزيد بسطامي قدس سره.
الـلـهي بحرمت شيخ المشائخ شيخ ابوالحسن خرقاني قدس سره.
الـلـهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجه ابوعلي فارمدي قدس سره.
الـلـهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجه ابويوسف همداني قدس سره
الـلـهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجه عبدالخالق غجدواني قدس سره.

اللهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ عارف ريوگري قدس سره.
اللهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ محمود الخير فغنوي قدس سره،
اللهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ علي راميتني قدس سره.
اللهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ محمد بابا سماسي قدس سره،
اللهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ سيد مير گلال قدس سره.
اللهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ بهاؤ الحق والدين المشتهر النقشبندي قدس سره،
اللهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ يعقوب چرخي قدس سره.
اللهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ عبيدالله احرار قدس سره.
اللهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ مخدوم محمد زاهد قدس سره،
اللهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت مولانا خواجہ درويش محمد قدس سره،
اللهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ خواجكي امكنكي قدس سره،
اللهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ محمد باقي بالله قدس سره.
اللهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ شيخ احمد فاروقي سرهندي الملقب بمجدد الف ثاني قدس الله تعالىٰ سره،
اللهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ شيخ سيد آدم بنوري قدس سره،
اللهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ شيخ سعدي لاهوري قدس سره،
اللهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ حاجي محمد ايوب قدس سره،
اللهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ مخدوم جمال الله قدس سره،
اللهي بحرمت شيخ المشائخ زبدة الواصلين وختم العاشقين عبده عبدالرسول مخدوم اسماعيل پريان لوئي قدس سره

الهي بحرمت شيخ المشائخ سيد السادات سراج الواصلين، فخر العاشقين حضرت خواجه سيد محمد بقا قدس سره،
الهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت شمع الاولياءِ محي السنة وماحي آثار البدعه بدرقة السالكين وموصل الطالبين الي مطالبهم الشيخ السيد محمد الراشد الهادي المهدي رضي الله تعاليٰ عنه،
الهي بحرمت شيخ المشائخ سيد الزاهدين زين العاشقين پيشوائي اهل التجريد والتفريد مرشدنا ومحبوبنا ومطلوبنا حضرت شيخ محمود مد الله تعاليٰ ظله علينا ومتعنا الله من فيوضاته.

# ملفوظات شريف

١* فرمايائون: اي يارو ۽ پيارو! هي ڳالهه دل جي يقين سان ڄاڻو ته طريقت جا مشائخ قدس الله تعاليٰ اسرارهم طالبن کي جيڪو فقيري جو وڳو پهرائيندا آهن جنهن کي "خرقه" چئجي ٿو سو انهن سڳورن جي سنت يعني روش آهي ۽ البت جيڪا بيعت ڪندا آهن سا پاڻ سڳورن ﷺ جي متابعت ڪان آهي جيئن ته پاڻ صلح حديبيه واري ڏينهن اصحابن سڳورن رضوان الله تعاليٰ عليهم اجمعين کان جنگ جي بيعت ورتي هئائون. انهيءَ بيعت جو قصو تفسير حسيني ۾ سربستو ذڪر ٿيل آهي اتي ڏسڻ گهرجي ته دل کي تسلي ٿئي.انهيءَ جمعيت بابت الله تعاليٰ (سورة فتح) ۾ فرمائي ٿو: "اِنَّ الَّذِيْنَ يُبَايِعُوْنَکَ اِنَّمَا يُبَايِعُوْنَ اللّٰهَ يَدُ اللّٰهِ فَوْقَ اَيْدِيْهِمْ" (ترجمو) جيڪي توسان بيعت ٿا ڪن سي ڄڻ الله سان بيعت ٿا ڪن. الله جو هٿ انهن جي هٿن جي مٿان آهي- "يَدُ اللّٰهِ" مانِ مراد سندن هٿ مبارڪ آهي جيڪو ڪنايه طور فرمايل آهي. "فَمَنْ نَّکَثَ فَاِنَّمَا يَنْکُثُ عَلٰي نَفْسِهٖ" پوءِ جنهن (بيعت کي ڀڳو) پوءِ ڀڃڻ جو وبال مٿس آهي. پوءِ پاڻ هي بيت پڙهيائون:

بيت

هر چہ فرمايد بود عين صواب
آنکہ از حق يابد او وحي خطاب
ۋ آنکہ جان بخشد گر بکشد روا است
نائب است ودست او دست خدا است

ترجمو: اهو مرشد ڪامل الله تعاليٰ ڪان الهام ٻڌي ۽ لهي- پوءِ جيڪي فرمائي سو عين صواب آهي.

۽ اهو جان بخشي يا قتل ڪري تہ ان ڪي روا آهي- ڇوتہ اهو الله تعاليٰ جو نائب آهي ان جو هٿ خدا جو هٿ آهي

٢* فرمايائون: مريد ٽن قسمن جا آهن: ١- رسمي ٢- صوري- ٣- حقيقي- رسمي مريد اهي آهن جن جا مرشد حقيقت ڪان بي نصيب آهن پوءِ ماڻهو دنيا جي مطلبن ۽ مرادن حاصل ڪرڻ واسطي انهن جا مريد ٿا ٿين. پوءِ انهن جا مرشد انهن فني جزيہ وانگر ڏن ۽ چاليهو مٽن ٻڌيو ڇڏين. اهڙن مريدن ۽ مرشدن ڪي معنيٰ مان ڪو بهرو حاصل ناهي. صوري مريد اهي آهن جيڪي پنهنجي مرشد جي قول ۽ فعل سان ظاهرداري ۾ مشابهت رکن ٿا ۽ ان تي اڪتفا ڪن ٿاۦ مريد ٿيڻ جي حقيقت حاصل نہ اٿن جو باطن ڏانهن طريقت، حقيقت ۽ معرفت ڏانهن پنهنجا قدم وڌائين نٿا. پر اهي مشابهت سببان قيامت جي نجات لهندا جيئن حديث ۾ آهي: مَنْ تَشَبَّهَ بِقَوْمٍ فَهُوَ مِنْهُمْ ،يعني جيڪو شخص جنهن قوم سان مشابهت وارو ٿيو تہ پوءِ اهو انهن مان آهي. حقيقي مريد اُهي آهن، جيڪي پنهنجي ڪامل مرشد جي ظاهري خواهہ باطني قولن ۽ فعلن سان ان جي متابعت پوري ٿا رکن ۽ متابعت واري دولت سان شريعت، طريقت، حقيقت ۽ معرفت جي مرتبن کي پنهنجي استعداد موجب ڪماليت ڪي رسيا آهن ۽ اها دولت ۽ بخشش فنا في الشيخ ڪان سواءِ هٿ نہ ايندي.

٣* فرمايائون: تہ طريقت جي مشائخن جا گهڻا سلسلا آهن ۽ اهي برحق آهن ڇاڪاڻ تہ انهن مڙني طريقن جي واٽ پاڻ سڳورن ڪان جاري آهي. پر قادري طريقي جي خصوصيت ٻين مڙني سلسلي وارن ڪان اعليٰ آهي ڇاڪاڻ تہ هن طريقي جي نسبت

حضرت علي مرتضيٰ ڪرم الله وجهه ڏانهن آهي. خواجه صفي الله نقشبندي قدس سره پنهنجي رسالي ۾ لکن ٿا ته الله جي اسم جو ذڪر حضرت علي ڪرم الله وجهه کي پاڻ سڳورن کان تعليم جي واٽ سان مليل آهي،ان ڪري پاڻ ولايت محمدي جا سرچشما ۽ منبع آهن ۽ پڻ حضرت جي فضيلت تي هي حديث خبر ڏئي ٿي جو پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو: اَنَا مَدِيۡنَةُ الۡعِلۡمِ وَعَلِيٌّ بَابُهَا (ترجمو) آءٌ علم جو شهر آهيان ۽ علي ان جو دروازو آهي. علم مان مراد الله جو اسم آهي جو مڙني علمن کي جامع آهي ۽ اهو اسم سڳورو سڀني نالن، صفتن ۽ شيونن کي جامع آهي. جيئن ته ٻيا اسم صفاتي آهن ۽ هي ذاتي اسم الله کان سواءِ ٻئي تي نٿو ڳالهائي سگهجي، مثلاً: سميع - بصير - عليم - ڪليم - قدير - مريد - حي - اهي اسم مبارڪ "غيب الغيب" ۽ هويت ۽ "وراءِ الوراءِ" جي خزاني جون ڪنجيون آهن ۽ هي اسم اهڙا آهن جو الله تعاليٰ جي ذات کان سواءِ مجاز طور به ٻئي ڪنهن تي استعمال نٿو ڪري سگهجي. مڪي جا مشرڪ پنهنجن معبودن جهڙوڪ: لات، منات ۽ عزيٰ کي الله چوندا هئا. پر ڪڏهن انهن تي الله جو لفظ نه چيائون ۽ نڪي مذڪوره صفتن جي نسبت انهن کي ڏنائون، ڇاڪاڻ ته انهن معبودن.کي نه ڏسڻ جي قوت هئي ۽ نه ٻڌڻ جي ۽ نه ڳالهائڻ جي ۽ نه قدرت رکڻ جي ۽ نه ارادي ۽ نه جيئري ڪرڻ جي، ڇاڪاڻ ته اهي صفتون ذات پاڪ جل شانه سان متصف آهن يعني گڏ آهن.

اي دوست! فقر محمدي ﷺ ۽ حضرت علي ۽ ترڪ ۾ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنهما سان ڪوبه اصحاب ساڻن برابر ناهي ۽ ڪعبي شريف مان بتن کي ڀڃڻ وقت نبي سڳوري ﷺ حضرت علي رضي الله تعاليٰ عنه کي فرمايو ته مڪي جي ڪافرن جيڪي بت ڪعبي جي اندر ڀتين تي لٽڪائي ڇڏيا هئا، منهنجن ڪلهن تي چڙهي انهن بتن کي ڀڃ. حضرت علي رضي الله عنه حضور ﷺ جي ڪلهن تي چڙهڻ کي بي ادبي سمجهي، بهانو ڪري گهڻو عذر پيش ڪيو ۽ چيائين ته حضرتا! اوهين منهنجن ڪلهن تي چڙهو. پاڻ فرمايائون ته تون منهنجو

زور جهلي نہ سگھنديـن پوءِ "الامر فوق الادب" جي چوڻ موجب سندن امر مجي سندن ڪلهن مبارڪن تي چڙهي بتن کي پڳائين.

اهڙي طرح پاڻ سڳورن وصال واري بيماري ۾ سيني ماڻهن کي پاڻ ڏانهن اندر اچڻ منع فرمائي ۽ دروازا بند ڪرائي ڇڏيا مگر هڪڙو دروازو حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنه جو ڪليل رکڻ جو حڪم ڏنائون. هن سموري بيان کي شيخ عبدالحق محدث دهلوي سندس ڪتاب "جذب القلوب اليٰ ديار المحبوب" ۾ گهڻي تفصيل ۽ تصريح سان ذڪر ڪيو آهي.

٤* فرمايائون: حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنه جن فرمائيندا هئا تہ ترڪ ۽ فقر سببان اهي ٻئي طريقا (نقشبندي ۽ قادري) قيامت تائين سج وانگر روشن ۽ جهان وارن کي فيض پيا رسائيندا.

٥* فرمايائون: ذڪر ڪندڙ شخص الله تعاليٰ جي پناهہ ۾ رهي ٿو جيئن حديث قدسي ۾ آهي: لَا اِلٰـهَ اِلَّا اللّٰهُ حِصْنِيْ وَمَنْ دَخَلَ حِصْنِيْ اٰمِنَ مِنْ عَذَابِيْ (ترجمو) لَا اِلٰـهَ اِلَّا اللّٰهُ منهنجو ڪوٽ آهي ۽ جيڪو منهنجي ڪوٽ اندر داخل ٿيو تہ اهو منهنجي عذاب کان امن ۾ رهندو.

٦* فرمايائون: ذڪر هڪ عجيب ٽول آهي جو گمراهن کي گمراهي جي جهنگل مان ڪڍي هدايت جي روشني ۾ آڻي ٿو، جيئن حديث شريف ۾ آهي: مَنْ قَالَ لَا اِلٰـهَ اِلَّا اللّٰهُ مُخْلِصًا وَّخَالِصًا دَخَلَ الْجَنَّةَ بِلَا حِسَابٍ وَّعَذَابٍ (ترجمو) پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو جنهن شخص سچي دل ۽ اخلاص سان لا الـه الا الله چيو سو بغير حساب ۽ بغير عذاب بهشت ۾ ويندو ۽ ٻي حديث ۾ آهي: ثَمَنُ الْجَنَّةِ لَا اِلٰـهَ اِلَّا اللّٰهُ (ترجمو) جنت جي قيمت لَا اِلٰـهَ اِلَّا اللّٰهُ آهي.

اخلاص جون گهڻيون معنائون آهن. گهڻا ماڻهو دنيا جي طلب ۽ مرادن حاصل ڪرڻ لاءِ ذڪر ڪن ٿا. اهڙي قسم وارن ماڻهن جي جماعت هن حديث جي وعيد هيٺ آيل آهي: لُعِنَ عَبْدُ الدُّنْيَا وَعَبْدُ الدَّرَاهِمِ يعني دنيا جا طالب ۽ درهمن جا غلام ملعون آهن. اهڙا ماڻهو مخلص نہ آهن. ٻيا اهي آهن جيڪي بهشت جي حورن ۽ قصورن ۽ ٻين لذتن ماڻڻ واسطي ذڪر ڪن ٿا. انهن جو

اهو ذڪر پنهنجي نفس لاءِ آهي نہ الله تعاليٰ لاءِ آهي. ٽيان اهي آهن جن جو ذڪر، فڪر، زهد، شب خيزي، سوز ۽ گداز محض دوزخ جي خوف ۽ ڊپ ڪان آهي انهن جو اهو ذڪر پڻ نفس لاءِ آهي نہ حق سبحانه لاءِ. چوٿان اهي آهن جيڪي ڪريمي يا ستاري يا جباري يا قهاري صفتن يا ٻين اهڙن صفتن جي تجلين ڪان عبادت ۽ ذڪر ڪن ٿا تہ پوءِ انهن جي عبادت جلال ۽ جمال جي سبب ڪان آهي تہ پوءِ انهن جو ذڪر ۽ عبادت حق سبحانه لاءِ نہ آهي بلڪ انهن جي مراد اميد ۽ احسان يا خوف ۽ ڊپ آهي. پنجان اهي آهن جن پنهنجي وجود ۽ نفس کي ڪلي طرح فنا ڪري حق سبحانه وتعاليٰ سان بقا حاصل ڪيو آهي ۽ حقيقي نظر پوڻ سببان اهي بهشت جي خوشين ۽ دوزخ جي ڏڪن بلڪ ڪونين (ٻنهي جهانن) ڪان بيخبر ٿا رهن ۽ انهن جو وجود هويت واري درياءَ ۾ پاڻي جي هڪ قطري مثل آهي ۽ انهن مخلصن جي ڪلهن تي تقويٰ جو لباس ڏڪيل آهي پوءِ اهڙن شخصن جو ذڪر، فڪر ۽ ٻي سيڪا عبادت اخلاص ۽ دل جي خلوص واري آهي.

٧* فرمايائون: تہ جن دلين تي گناهن جي ڪري ڪٽ چڙهيل آهي تن کي اهل الله مثل زمين سان تشبيه ڏين ٿا چاڪاڻ تہ في نفسه زمين کي موت ناهي پر جڏهن اها آباد ناهي ۽ منجهانئس ڪنهن کي نفعو ڪونهي تہ پوءِ اها زمين مُئلن جي قطار ۾ آهي. پوءِ جڏهن الله تعاليٰ مٿس رحمت وارو مينهن وسائي ٿو تہ منجهانئس طرحين طرحين ساوڪون ۽ ٻوٽا اپرن ٿا جن مان انسان توڙي حيوان ۽ عام توڙي خاص نفعو وٺن ٿا. اهڙي طرح جن ماڻهن جي دلين تي نفساني لذتن ۾ ڦاسڻ ۽ گناهن ۾ گرفتار ٿيڻ سبب ڪٽ چڙهي وڃي ٿو تہ پوءِ اهي دليون پڻ مئل زمين جي مثل آهن ۽ اهي رحمت الٰهي جي مينهن ڪان سواءِ جيئريون نہ ٿينديون. اهڙين دلين کي جيئرو ڪرڻ وارو مينهن لَآ اِلٰہَ اِلَّا اللهُ جو ذڪر آهي ۽ ٻيو استغفار پڙهڻ- انهن ٻنهي جي پڙهڻ سان دل پاڪ ۽ روشن ٿيندي ۽ ميراڻ ۽ گندگي لهي ويندي.

٨* فرمايائون: تہ طالبن کي گهرجي تہ پاڻ ۾ هڪ هنڌ تي ويهي حلقو ڪري ذڪر ڪن تہ ان مان گهڻا عجيب فائدا ظاهر ڏسندا.

٩* فرمايائون: ڪتاب ينابيع ۾ آهي تہ حضرت دائود عليه السلام جنهن وقت ذڪر ڪرڻ جو ارادو ڪندو هو تہ وڏي آواز سان پڙهو ڏيندو هو تہ ذڪر تي اچو ۽ حضرت ابراهيم عليه السلام حق سبحانه وتعاليٰ جي درگاهہ ۾ عرض ڪيو تہ ڏٽي منهنجا! پنهنجن ٻانهن مان ڪي ٻانها موڪل تہ اهي ذڪر ڪن ۽ آءٌ بہ انهن سان گڏجي ذڪر ڪريان پوءِ الله تعاليٰ غيب مان (ملڪن جي) هڪ جماعت وٽس موڪلي ۽ اهي اچي ان مجلس ۾ ذڪر ۾ مشغول ٿيا ۽ حضرت ابراهيم عليه السلام بہ انهن سان گڏجي ذڪر ڪيو. پوءِ پاڻ فرمايائون تہ انهن ٻنهي نبين سڳورن جي فعل مان هي ڳالهہ ظاهر آهي تہ حلقو ٻڌي جماعت سان ذڪر ڪجي ڇاڪاڻ تہ هي پاڻ سڳورن ۽ ٻين نبين سڳورن صلوات الله عليهم جن جي سنت آهي ۽ پڻ حق سبحانه وتعاليٰ کي اهڙو ذڪر پسند آهي.

١٠* فرمايائون: طالب کي گهرجي تہ سيڪنهن حال ۾ ذڪر سان مشغول هجي خواهہ بيٺي خواهہ ويٺي خواهہ پاسي پر (يعني سمهڻ وقت) پوءِ پاڻ هي آيت پڙهيائون: اِنَّ فِي خَلْقِ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ وَاخْتِلَافِ الَّيْلِ وَالنَّهَارِ لَاٰيٰتٍ لِّاُولِي الْاَلْبَابِ الَّذِيْنَ يَذْكُرُوْنَ اللّٰهَ قِيٰمًا وَّقُعُوْدًا وَّعَلٰي جُنُوْبِهِمْ يَتَفَكَّرُوْنَ فِيْ خَلْقِ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ (ترجمو) بيشڪ آسمانن ۽ زمين جي خلقڻ ۽ رات ۽ ڏينهن جي هڪ ٻئي پٺيان اچڻ ۽ وڃڻ ۾ عقل وارن لاءِ عبرت آهي. عقل وارا اهي آهن، جيڪي الله کي ياد ڪن ٿا بيٺي، ويٺي ۽ پاسن پر اهي آسمان ۽ زمين جي پيدائش ۾ گهڻو فڪر ٿا ڪن.

١١* فرمايائون: ذڪر جا ٻہ قسم آهن: هڪڙو محبائون، ٻيو محبوبائون. محبوبائون ذڪر هي آهي تہ لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ جي ڪلمي چوڻ وقت عشق، محبت ۽ ذوق اهڙو غلبو ڏيکاري جو اِلَّا اللّٰهُ جي چوڻ کان اڳي سندس وجود مان الله کان سواءِ هر شيءِ بالڪل محو ۽ ميسارجي وڃي تہ پوءِ اِلَّا اللّٰهُ جو

جمال يعني تجلي بنا ڪنهن حجاب ۽ پردي جي ڏسڻ ۾ ايندو. هن جاءِ تي مولانا جامي کهڙو نہ چڱو چيو آهي:

بيت

در وديوار من آئينہ شد از ڪثرت شوق
هر ڪجا مينگرم روي ترا مي بينم

(ترجمه) گهڻي شوق ڪان منهنجو در ۽ ديوار آئينو ٿيا، جنهن پاسي تو نهاريان منهن تنهنجو ٿو ڏسان.

مولانا ابوالحسن خرقاني قدس سره فرمائي ٿو:

بيت

امروز چون جمال تو بي پرده ظاهر است
در حيرتم ڪہ وعده فردا برائي چيست

ترجمو: جڏهن اڄ تنهنجو جمال بنان پردي پڌرو آهي، آءٌ حيرت ۾ آهيان تہ سڀاڻي واسطي جو چالاءِ آهي.

محبوبائون ذڪر هي آهي تہ جڏهن الله تعاليٰ طالب تي مهربان ٿو ٿئي تہ پوءِ ذڪر ڪرڻ وقت ان ڪي سوز ۽ گداز جي غلبي سببان سندس وجود ۾ بي قراري ۽ پريشاني زياده پيدا ٿي ٿئي. ان وقت ذڪر خواه ذاڪر بئي مذڪور ۾ محو ٿي وڃن ٿا. فقط مذڪور جل شانہ باقي رهي ٿو ۽ "فَاذْكُرُونِيٓ أَذْكُرْكُمْ" جي معنيٰ هن جاءِ تي پوري ٿي ۽ پڻ احديت جي ذات ان ڪي پاڻ ڏانهن ڇڪي جذب ڪيو تہ پوءِ محب محبوب سان ۽ ذاڪر مذڪور سان پاڻ ۾ هڪ ٿي وڃن ٿا.

۱۲* فرمايائون: طالب ڪي گهرجي تہ لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللهُ جو ذڪر اهڙي طرح ڪري جيئن بدن جي مڙني عضون ۾ حرڪت معلوم ڪري. جيئن تہ بدن جي مڙني وارن، ڏندن ۽ گوشت مان ذڪر معلوم ٿئي. جڏهن طالب جي وجود ۾ اهڙي قسم جو ذڪر غلبو ۽ زور وٺندو تہ پوءِ سالڪ جي نظر خواه فڪر ۾ وڻن جي ٽارين جي لڏڻ ۽ پکين جي آوازن ۽ ماڻهن جي ڳالهائڻ مان الله جي اسم جي ذڪر جو آواز پيو محسوس ٿيندو ۽ منجهس غفلت جي ڪابہ جاءِ نہ هوندي. نفي ۽ اثبات واري ذڪر ڪان سواءِ الله جي اسم ڪي، طريقت جا مشائخ اُن ذڪر ڪي سلطان

الذڪر (سلطان الاذڪار)چون ٿا.

۱۳* فرمايائون: طالب کي گهرجي تہ ڪنهن مٿانهين ڪليل جاءِ ۾ ذڪر ڪري تہ جيئن ٻيا ماڻهو انِ جو آواز ٻڌن. ان ذڪر جي ٻڌڻ سببان انهن کي پڻ ثواب جو ڀاڱو حاصل ٿيندو. جيئن مولانا سيد عبدالڪريم رحہ بلڙي جو ويٺل اهاديہ ٻنوري جي پرڳڻي سان هڪ ديهہ (جو نالو) آهي،تنهن بيان العارفين ۾ فرمايو آهي تہ لَآ اِلٰـہَ اِلاَّ اللہُ جو ذڪر ٽن ماڻهن لاءِ بخشش جو باعث ٿئي ٿو: هڪڙو ان شخص لاءِ جيڪو پاڻ ذڪر ڪري. ٻيو ان شخص لاءِ بخشش جو سبب ٿئي ٿو جيڪو ٺٺول ۽ مسخري سان ذڪر ڪري ماڻهن کي ٻڌائي. ٽيون ان شخص کي جيڪو ٺٺول ۽ مسخري ڪندڙ ڪان ذڪر ٻڌي.

۱۴* فرمايائون: حضرت پير سائين رضي اللہ تعاليٰ عنہ هڪڙي ڏينهن حديث شريفن مان هيءَ حديث بيان فرمائي تہ اللہ تعاليٰ جا ڪي مَلائڪ ان جي زمين جي گهٽين ۽ بازارن ۾ گهمن ڦرن پيا ۽ ذڪر وارن کي پيا ڳولين، پوءِ اهي جڏهن اهڙي جماعت کي لهن ٿا جيڪي پاڻ ۾ گڏجي حلقو ڪري ذڪر پيا ڪن، تہ پوءِ اهي ٻين ملائڪن کي وڏي آواز سان سڏ ٿا ڪن تہ هيڏانهن سگها اچو. پوءِ اهي اچن ٿا ۽ ذڪر ڪندڙن جي چوڌاري آسمان تائين گهيرو ڪري ٿا بيهن تہ جيئن شيطان انهن جي وچ ۾ اندر نہ اچي ۽ مٿان انهن جي دلين اندر وسوسا وجهي ۽ ملائڪ انهن ذڪر ڪندڙن واسطي اللہ تعاليٰ ڪان مغفرت ٿا گهرن. پوءِ جڏهن ذڪر ڪرڻ وارا ذڪر ڪان واندا ٿي هڪ ٻئي ڪان ڌار ڌار ٿين ٿا تہ پوءِ اهي مَلائڪ اللہ تعاليٰ جي حضور ۾ وڃن ٿا ۽ اللہ تعاليٰ پاڻ عالم السر والخفيات آهي سو ملائڪن ڪان پڇي ٿو تہ اوهان زمين تي منهنجا ٻانها ذڪر ڪندڙ ڏٺا؟ پوءِ اهي چون ٿا هائو اي اسان جا رب! اسان انهن کي ڏٺو ڏاڍي شوق ۽ محبت سان تنهنجو ذڪر پي ڪيائون. پوءِ اللہ تعاليٰ چوي ٿو تہ ڇا ڀلا انهن مون کي ڏٺو آهي؟ چون ٿا تہ تنهنجي ذات جو قسم آهي تہ انهن توکي نہ ڏٺو آهي. پوءِ اللہ تعاليٰ چوي ٿو تہ ڀلا اهي جيڪڏهن مون کي ڏسن ها تہ پوءِ ڪيئن هجن ها؟ ملائڪ

چون ٿا تہ جيڪڏهن اهي توکي ڏسن ها تہ پوءِ هيڪاري گهڻي شوق ۽ محبت سان تنهنجي تهليل ۽ تسبيح ۽ تقديس بيان ڪن ها. پوءِ الله تعاليٰ وري ملائڪن کي فرمائي ٿو تہ اهي مون کان ڇا بابت سوال ٿا ڪن؟ ملائڪ چون ٿا تہ بهشت جو سوال ٿا ڪن. الله تعاليٰ پڇين ٿو تہ انهن بهشت ڏٺو آهي؟ ملائڪ چون ٿا تہ نہ ڏٺو اٿن. الله تعاليٰ چوين ٿو تہ ڀلا جيڪڏهن بهشت کي ڏسن ها تہ پوءِ ڪيئن هجن ها؟ ملائڪ چون ٿا تہ پوءِ هيڪاري توکان بهشت جو گهڻو سوال ڪن ها. وري الله تعاليٰ پڇين ٿو تہ اهي ذاڪر انسان ڪهڙي شيءِ بابت مون کان پناهہ گهرن ٿا؟ ملائڪ چون ٿا تہ دوزخ بابت پناهہ ٿا گهرن. الله تعاليٰ فرمائين ٿو تہ ڇا انهن دوزخ کي ڏٺو آهي؟ ملائڪ چون ٿا تہ نہ، انهيءَ کي ڏٺو ڪونہ اٿن. الله تعاليٰ چوي ٿو تہ جيڪڏهن دوزخ کي ڏسن ها تہ پوءِ ڪيئن ڪن ها؟ ملائڪ چون ٿا تہ اي اسان جا پروردگار! اهي جيڪڏهن دوزخ کي ڏسن ها تہ پوءِ اهي توکان تمام گهڻي مغفرت گهرن ها. پوءِ الله تعاليٰ ملائڪن کي چوي ٿو تہ اوهين شاهد آهيو تہ مون انهن ذڪر ڪرڻ وارن مڙني کي بخشيو. ملائڪ عرض ٿا ڪن تہ اي اسان جا رب انهن ۾ هڪڙو شخص ذڪر ڪندڙن مان نہ هو اهو ڪنهن ذڪر ڪندڙ وٽ پنهنجي ڪم لاءِ ويٺو هو. الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ مون ان کي بہ بخشيو: اِنَّهُمْ قَوْمٌ لَّا يُشْقيٰ جَلِيْسُهُمْ يعني هي جماعت اهڙي آهي جو انهن جو همنشين بي نصيب نٿو ٿئي. هن جاءِ تي مولانا رومي قدس سره فرمائي ٿو.

بيت

گر تو خواهي همنشين باخدا - گو نشيند در حضور اوليا

ترجمو: جيڪڏهن تون الله تعاليٰ سان گڏ ويهڻ گهرين ٿو تہ توکي گهرجي تہ ولين جي حضور ۾ ويهہ.

١٥* فرمايائون: بعض ماڻهو وڏي سڏ ذڪر ڪرڻ کان دل ۾ آهستي ذڪر ڪرڻ وارن کي فضيلت ٿا ڏين ۽ اُدْعُوْا رَبَّكُمْ تَضَرُّعًا وَّخُفْيَةً اِنَّهٗ لَا يُحِبُّ الْمُعْتَدِيْنَ * (ترجمو) اوهين پنهنجي رب کي زاري ۽ نيزاري ۽ رازداريءَ سان سڏيو بيشڪ اهو حد کان

لنگهندڙن کي دوست نٿو رکي، جي آيت سڳوري مان دليل ٿا وٺن.

ان جو جواب هي آهي ته آيت سڳوري ۾ جنهن ذڪر خفي ڏانهن اشارو آهي سو اهو ذڪر مراد نه آهي جيڪو زبان سان دل ۾ آهستي ڪري. بلڪ اهو ذڪر دل ۽ سر ۽ روح ڪان گهڻو اڳتي ڳجهو آهي،جيڪو هن جزوي عقل جي ادراڪ ۽ رسمي علم سان سڃاڻڻ ۾ نٿو اچي. هن جاءِ تي حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنه جن هيءُ کهڙو نه سنڌيءَ ۾ چڱو بيت فرمايو آهي.

بيت سنڌي

نه زبان زاري ڪري نه دل چوي الله
او اڃان اڳتي روح نه لڌي راهه
ان ٿنهين ڪان ڳجهي آهي ڳالهڙي

١٦* فرمايائون: ماڻهن جا ذڪر ٽن قسمن جا آهن. هڪڙو ذڪر رسمي جو انهن جي زبان مان لفظ نڪرن ٿا مگر دل انهن جي معنيٰ ڪان خالي آهي. اهڙي ذڪر مان ڪو نفعو ناهي. اهڙن شخصن جي باري ۾ مثنوي وارو صاحب مولانا رومي فرمائي ٿو:

بر زبان الله الله در دل گاؤ خر - اين چنين تسبيح که دارد اثر

ترجمو: زبان تي الله الله ۽ دل ۾ خيال ڍڳي ۽ گڏهه جو، پوءِ اهڙي ذڪر جو اثر ڪيئن ٿيندو.

ٻيو ذڪر هي آهي ته ذڪر ڪرڻ وقت پنهنجي زبان ۽ دل کي حاضر ڪري،يعني دل ۾ ٻيا خيال ۽ خطرا نه آڻي. زبان ۽ دل ٻنهي جي پاڻ ۾ موافقت هجي ۽ نه مخالفت! اهو ذڪر چڱو آهي جو اونداهيءَ ڪان ڪڍي نورانيت ڏانهن آڻي ٿو.

ٽيون ذڪر هي آهي جو ذڪر ڪرڻ وقت پاڻ ۽ پنهنجي دل کي غير جي ٻڌڻ ڪان ٻوڙو ۽ پنهنجي زبان کي گونگو ڪري ته اهڙن شخصن جو ذڪر الله تعاليٰ ڪان سواءِ ٻئي ڪنهن کي خبر نه آهي. اهڙي ذڪر واري تي هي آيت فَاذْكُرُوْنِيْٓ اَذْكُرْكُمْ شاهد آهي

يعني پوءِ مون کي ياد ڪريو تہ آءٌ اوهان کي ياد ڪندس. هن آيت ۾ چڱي طرح فڪر ڪر (١)

١٧* فرمايائون تہ جڏهن زبان جو غلبو دل تي زور وٺي تہ پوءِ اها دل مثل آهي ۽ جڏهن دل غلبو وٺي ٿي تہ پوءِ سندس سارو بدن ڦري دل ٿيو پوي ۽ غيب الغيب کان اهڙي ڪشش ۽ ڇڪ جي ڪري سندس زبان ڳالهائڻ کان سڪوت يعني ماٺ ۾ هوندي. هن جاءِ تي سيد عبداللطيف قدس سره پڻ وارو فرمائي ٿو:

بيت سنڌي

(١)

ڪن ٿي ڪيچين ڪُچيو، ڪڇ م ڪچيائون،
رهي نہ رتي جيتري، اُنين وٽ آئون،
وڃي وڃائون، هيءَ جو وڻ هڻڻ جو.

(٢)

ڪن ٿي ڪيچين ڪچيو، ڪڇ مَ تاڪين،
اشارتون اُنين جون، سڪو تان سُڃن
ويهي وٽان تن، سڻ تہ سوز پرائين.

(٣)

سڻ تہ سوز پرائين، آءُ چيائون اچ
ٻولي ٻيءَ نہ سِڪيا، پاٽا چيائون پچ،
واڇي وٽ م وڃ، ٻڌ تہ ٻڌائي لهي.

(٤)

ٻڌ تہ ٻڌائي لهي، آئون ات ناه،
ڪيچين ڪڍي لاه، ڪن ٿي ڪيچين ڪچيو.

١٨* فرمايائون: لَا اِلٰـهَ اِلَّا اللّٰهُ جو ذڪر اهڙي ذوق ۽ شوق سان ڪجي جيئن ماٺهو چون تہ هي چريو آهي. حديث ۾ آهي: اَكْثِرُوا الذِّكْرَ حَتّٰى يُقَالُ اَنَّكُمْ مَجَانِيْنَ (ترجمو) ذڪر کي گهڻو ڪريو تانجو ماڻهو اوهان کي چريو چون. هن جاءِ تي حضرت

(١) هن آيت ۾ چڱي طرح سان غور ۽ فڪر ڪر (مترجم)

پير سائين رضي الله تعاليٰ عنہ کان حديث ٻڌم ، پاڻ فرمايائين تہ اسلام جي شروعات ۾ هڪڙو اعرابي شخص پاڻ سڳورن ﷺ جي حضور ۾ مڪي شريف منجهہ آيو ۽ سندن هٿ تي اسلام آڻڻ سان مشرف ٿيو. پاڻ ان کي لَآ اِلٰـهَ اِلَّا اللهُ مُحَمَّدٌ رَّسُوْلُ اللهِ جي پاڪ ڪلمي جي تلقين فرمايائون (ترجمو) الله کان سواءِ ٻيو ڪوبہ معبود ڪونهي ۽ محمد الله جو رسول آهي. انهن ڏينهن ۾ اسلام اڃان زور نہ ورتو هو. پاڻ ان اعرابي کي اسلام جي دولت ظاهر ڪرڻ کان پوشيده رکڻ جو ارشاد ڪيائون، ڇاڪاڻ ان وقت ڪفر جو غلبو هو. جڏهن اهو اعرابي وٽائئن موڪلائي بيت الله جي زيارت لاءِ آيو ۽ طواف ڪرڻ لڳو. تڏهين طواف وقت ان کي چرين وانگر عشق جي باهہ ۽ محبت الٰهي جي غلبي اهڙو زور آندو جو بلند آواز سان لَآ اِلٰـهَ اِلَّا اللهُ جو ڪلمو پڙهندو رهيو. مڪي جا ڪفار جيڪي ڪعبي شريف جي ويجهو هئا ۽ انهن جي ڪنن تي جڏهن ڪلمي شريف جو آواز پيو، سي يڪدم اتي آيا ۽ اعرابي کي مارڪٽ ڪرڻ لڳا ۽ چيائونس تہ نہ پڙهہ ۽ ان کي ايترو ماريائون جو اهو بيهوش ٿي ويو ۽ جڏهن هوش ۾ آيو ۽ طواف ڪرڻ لڳو تہ وري اهو ڪلمو لَآ اِلٰـهَ اِلَّا اللهُ پڙهڻ لڳو. وري ڪافرن ان کي ڏاڍو ماريو ۽ ماري ماري بيهوش ڪري ڇڏيو. هوش اچڻ کان پوءِ وري طواف ڪرڻ لڳو ۽ وڏي آواز سان ڪلمي پاڪ کي پڙهڻ لڳو ۽ ڪافرن وري ان کي گهٽو ماريو. اهڙي طرح ٽي ڀيرا ان کي ماري ڪٽي بيهوش ڪري ڇڏيائون جو ڄڻ تہ مري ويو آهي. پوءِ مڪي جي وڏن ڪافرن ماڻهن کي چيو تہ هن اعرابي کي نہ ماريو. ڇاڪاڻ تہ جيڪڏهن هي مري پيو تہ آس پاس جا بدوي خون جو عيوضو وٺڻ لاءِ اسان تي ڪاهي ايندا. پوءِ پنهنجو مڪي کان ٻاهر نڪري ڀڄڻ ممڪن نہ ٿيندو. پوءِ وري ان کي هٿ نہ لاتائون. طواف کان پوءِ اهو اعرابي سندن خدمت ۾ آيو ۽ ساري ماجرا ڪين ٻڌايائين. پاڻ ان اعرابي کي چيائون تہ اسان توکي ان ڳالهہ کان جهليو هو. اعرابي عرض ڪيو يا رسول الله ﷺ مون کان لڪايو نہ ٿيو.

١٩* فرمايائون: حديث ۾ آهي: "لَا يَكْمُلُ اِيْمَانُ الْمَرْءِ

حَتيٰ يَظُنُّ النَّاسُ اَنَّهٗ مَجْنُوْنٌ" (ترجمو) ماڻهوءَ جو ايمان تيستائين كماليت كي نٿو رسي جيستائين ماڻهو ان كي چريو نہ پائين ۽ فرمايائون تہ ہي حديث ۾ آهي اَكْثَرَ اَهْلِ الْجَنَّةِ الْبُلْهُ (ترجمو) اهل بهشت جا گهڻو كري پورڙا ۽ وسوڙهل آهن. يعني اهل دنيا جا انهن كي حقارت جي نظر سان ڏسي هنن كي بي عقل ٿا ڄاڻن ۽ دل وارن وٽ پورڙا ۽ وسوڙهل عاقل آهن جيكي پنهنجي پورڙائي كنهن بہ دنيا واري عاقل كي نہ ڏيندا. كنهن بزرگ كهڙو نہ چڱو چيو آهي:

اين دولت بيدلي بهر دل ندهند
واين منزل بخفتگان منزل ندهند
در عالم عشق آنچہ بي عقلا نراست
يكذره بصد هزار عاقل ندهند

ترجمو: هي بي دلي واري دولت هر كنهن دل كي نہ ڏين ۽ هي منزلَ، منزل جي ستلن كي نہ ڏين.
عشق جي عالم ۾ جيكي بي عقلن كي حاصل آهي، اهڙي بي عقلي هڪ ذره بہ سون ۽ هزارن عاقلن كي نہ ڏين.

٢٠* فرمايائون تہ ذكر واري ماڻهو كي گهرجي تہ لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ چوڻ وقت پنهنجي موهوم وجود كي "لا" سان نفي كري وجود مطلق كي اِلَّا اللّٰهُ سان كثرت منجهان معلوم كري. يعني لا الله چوڻ وقت پنهنجي دل كي غير كان پري كري منجهس "الا الله" جو تصور كري ان كي پنهنجو معبود ۽ محبوب تصور ۽ خيال ركي دل ۾ يقين كري تہ حق سبحانہ وتعالىٰ كان سواءِ ٻيو معبود آهي ئي كونہ. پوءِ هر پيري لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ چوي تہ دل ۾ اهوئي تصور كري.

طالب كي گهرجي تہ انهيءَ خيال سان هميشہ ان ذكر ۾ مشغول رهي ۽ كنهن بہ وقت ان كان غافل نہ ٿئي. اتفاق سان غفلت ٿئي تہ وري ان كي هٿ كرڻ جي كوشش ان ماڻهو جهڙي همت كرڻ گهرجي جنهن جو سچن موتين جو قيمتي هار گم ٿي وڃي تہ پوءِ ان جي ڳولڻ ۽ هٿ كرڻ ۾ كهڙي نہ كوشش كندو، اهڙيءَ طرح سان هن ذكر جي هٿ كرڻ ۾ گهڻي كوشش كري ۽

سست نہ ٿئي. جڏهن طالب هن ذڪر تي هميشگي ڪندو تہ مٿانهين درجي کي رسندو ۽ سندس دل حق تعاليٰ سان مشغول هوندي. ان وقت محبت جو بادشاهہ طالب جي دل تي غلبو ٿو آڻي ۽ غير جي محبت دل مان ڪڍي خالي ڪري ڇڏي ٿو. جڏهن ان جي دل غير کان خالي ٿي ۽ حق سبحانه وتعاليٰ سان ٻڌل رهي تہ پوءِ سندس ڳالهائڻ، ٻڌڻ ۽ ڏسڻ الله تعاليٰ سان ٿئي ٿو هن مرتبي ۾ سندس ذڪر ڦري دل جي صفت ٿي ۽ ساري دل دوست جي محبت ۾ دوست ٿي ۽ دوست سان محبت رکڻ کي "عشق" ٿا چون.

اهڙي حال ۾ ذاڪر پنهنجي موهوم هستي ۾ ذاڪر نہ آهي بلڪ اهو عين مذڪور ٿيو ۽ ذاڪريت مذڪوريت سان تبديل ٿي. ان وقت "لَا يَذْكُرُ اللّٰهَ اِلَّا اللّٰهُ" جي حقيقت آشڪار ٿيندي(١) جڏهن طالب پنهنجي موهوم هستي کي نيستي ۾ ڏسندو تہ پوءِ سڀئي شيون ان کي نيست منجهہ ڏسڻ ۾ اينديون ۽ پڻ ان وقت "كُلُّ شَيْءٍ هَالِكٌ اِلَّا وَجْهَهٗ"- جي معنيٰ جو ڳجهہ پڌرو ٿيندو ۽ پڻ "لِمَنِ الْمُلْكُ الْيَوْمَ لِلّٰهِ الْوَاحِدِ الْقَهَّارِ" جو نقاب منهن تان کڄي ويندو.

٢١* فرمايائون: سلوڪ جي مرتبن حاصل ڪرڻ جو سبب متابعت آهي. پوءِ جيڪڏهن مبتدي طالب گهري تہ ڪيس هي دولت سگهي هٿ اچي تہ ان کي کپي تہ اهڙي جماعت سان صحبت ڪري جنهن جو ظاهري سينگار شريعت محمدي عليہ الصلواة والسلام سان هجي. پوءِ اهڙن شخصن جي صحبت کان پاڻ کي پري نہ ڪري تہ پوءِ پنهنجي استعداد موجب مراد حاصل ڪندو.

---

(١) چوي ٿو مترجم تہ هن ڳالهہ جي حقيقت کي اهي سمجهندا جن پنهنجي وجود کي فنا ڪري الله تعاليٰ جي بقا سان شرف حاصل ڪيو آهي. ذڪر جو مفهوم هي آهي تہ ذڪر ڪرڻ وقت غير کان منقطع ٿي حق سبحانه وتعاليٰ سان دل جو تعلق رهي ۽ اها نعمت لکن مان ڪنهن هڪڙي کي نصيب ٿئي ٿي. "ذَالِكَ فَضْلُ اللّٰهِ يُؤْتِيْهِ مَنْ يَّشَآءُ وَاللّٰهُ وَاسِعٌ عَلِيْمٌ" (مترجم)

بيت

صحبت ايشان خاک را اکسير کرد،
لطف ايشان هر دلي تاثير کرد،
هر ک با ايشان نشيند يک دمي،
روز محشر او کجا دارد غمي،

ترجمو (١) انهن جي صحبت مٽي کي اڪسير ڪيو- انهن جي لطف هر ڪنهن دل تي تاثير ڪيو.

(٢) جيڪو انهن سان هڪ ساعت گذاري ته قيامت جي ڏينهن اهو ڪهڙو غم رکي.

۽ پڻ طالب کي ظاهر توڙي باطن ۾ انهن جو ادب رکڻ لازم ۽ ضروري آهي، ڇاڪاڻ ته ادب جي وسيلي سان سندس مطلب پورا ٿيندا.

ادب تاجي است از لطف الهي - بنه بر سر برو هر جا که خواهي

ترجمو: الله تعاليٰ جي طرف کان ادب هڪڙو ڇٽ (تاج) آهي، جتي به گهرين وڃ پر ادب جو ڇٽ مٿي تي رک.

پوءِ ادبن مان جيڪڏهن ڪو ادب ڇڏي ڏنائين ته پوءِ اهو شخص ڪاملن جي دلين کان پري ٿيندو ۽ جيڪي ڪجهه ان کي مليل هوندو سو وٽس نه رهندو ڇاڪاڻ ته جيڪڏهن مرشد سان رابطو ويو ته پوءِ وٽس ڪجهه به نه رهندو.

گهڻا ماڻهو هئا جن کي انهن ڪاملن جي صحبت مان ذوق ۽ لذت حاصل ٿيو هو. بي ادب هجڻ سببان انهن مان ذوق ڇڏائي ويو ۽ پوءِ پاڻ هي بيت پڙهيائون:

از خدا جوئيم توفيق ادب،
بي ادب محروم ماند از لطف رب،
بي ادبِ تنها نہ خود را داشتَ بد،
بلکہ آتش در همہ آفاق زد،

ترجمو (١) اسين خدا کان ادب جي توفيق ٿا گهرون- بي ادب شخص الله تعاليٰ جي فضل کان محروم رهي ٿو.

(٢) بي ادب رڳو پاڻ کي بڇڙو نه ٿو ڪري- بلڪ اها باهه دنيا جي چئني ڪندن ۾ ٻاري ٿو.

٢٢* اي دوست! پاڻ طريقت جي سالڪن کي هميشه تقويٰ جو امر ڪندا هئا ۽ فرمايائون تہ سلوڪ جي ڏاڪڻ مان پهريون ڏاڪو تقويٰ جو آهي. پاڻ هي نقل بيان فرمايائون تہ هڪڙي ڏينهن بيبي زليخا رضي الله تعاليٰ عنها ڪنهن ماڻهو کي الله جي اسم جو واسطو ڏيئي چيو تہ جڏهن يوسف عليہ السلام منهنجي دروازي کان لنگهي تہ مون کي خبر ڪجوءِ تہ آءٌ ان کي ڏسان. پوءِ جڏهن حضرت يوسف کي ان جي دروازي اڳيان لنگهايائون تہ زليخا هي بيت چيو:

اَلَا اِنَّ الصَّبْرَ وَالتُّقيٰ - صَيَّرَ الْعَبْدَ مُلُوْكًا،
وَاِنَّ الشَّهْوَةَ وَالْهَويٰ - صَيَّرَ الْمُلُوْكَ عَبِيْدًا،

ترجمو: هوشيار هج صبر ۽ تقويٰ ٻانهي کي ٻيرائي بادشاهہ ڪيو- ۽ بيشڪ شهوت ۽ عشق بادشاهہ کي ٻيرائي ٻانهو ڪيو.

پاڻ تقويٰ جي باب ۾ مريدن کي گهڻيون نصيحتون ڪرڻ فرمايون.

٢٣* فرمايائون تہ اي يارو، اي پائرو! اوهان کي هن ڳالهہ جي نصيحت ٿو ڪريان تہ اوهين تقويٰ کي پنهنجو شعار (نشان) بنايو ۽ ظاهري عبادتن تي مداومت ڪريو ۽ ذڪر جي گهڻي ڪوشش ڪريو ۽ مراقبي ۾ فڪر گهڻو ڪريو جيئن سيد شاهہ عبدالڪريم (بلڙي واري) سنڌي پنهنجي رسالي بيان العارفين ۾ آندو آهي تہ ذڪر جو تعداد لوڻ برابر هجي ۽ فڪر جو انداز اٽي جيترو ۽ فرمايائون تہ رات ۽ ڏينهن ۾ نفي (لا) ۽ اثبات (الا الله) ۾ گهڻو فڪر ڪريو چاڪاڻ تہ حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنہ جن پوئين عمر ۾ فجر جي نماز کان پوءِ مراقبي ۾ نفي ۽ اثبات جي فڪر ۾ مشغول هوندا هئا.

٢٤* فرمايائون: اسان جي مريدن کي هي ڳالهہ فرض سمجهڻ گهرجي تہ ذڪر جي شغلن ۾ ڪڏهن بہ قصور نہ ڪجي. چاڪاڻ تہ درجن ۽ مقامات جي ترقي ڏانهن مٿي وڌڻ جا ڏاڪا ذڪر آهن.' اڳين خواهہ پوين جمهور مشائخن ڪماليت حاصل ڪرڻ کان پوءِ پنهنجي واسطي لَآ اِلٰـهَ اِلَّا اللهُ جي ذڪر کي وظيفو ڪيو آهي ۽ دنيا مان رحلت ڪرڻ وقت انهيءَ ڪلمي سڳوري تي

دم ڏنو اٿن.

بيت

چہ دل بندي درين دنيا کہ روزي چند مهماني،
چو ناگہ مرگ پيش آيد خوري آن دم پشيماني،
نيازي ياد از مردن کہ روزي مرگ در پيش است،
چہ معزوري در اين دنيا مگر مردن نمي داني،
يکي انديشہ کن بنگر کہ آن بودند اندرين دنيا،
کجا رفتند آن ياران کہ بودند مونس وجاني،

ترجمو: (١) هن دنيا ۾ ڇا جي لاءِ دل ٻڌين ٿو جڏهن تہ تون ڀي ٿي ڏينهن مهمان آهين- جڏهن موت اوچتو ايندو تہ ان وقت گهڻو پشيمان ٿيندين.

(٢) مرڻ کان اڳ ۾ ياد نٿو ڪرين تہ موت سامهون آهي- هن دنيا ۾ ڇاجي ڪاڻ مغرور آهين شايد مرڻ جي خبر نہ اٿئي.

(٣) گهڙي ڪن فڪر ڪري ڏس تہ هن دنيا ۾ جيڪي دوست هئا- اهي دل گهريا دوست ۽ جاني ڪيڏانهن ويا.

٢٥* فرمايائون تہ حق سبحانہ وتعاليٰ کان هميشہ ڊڄندا رهو ۽ سندس امرن ۽ نهين جي نگهباني رکو ۽ ماءُ ۽ پيءُ ۽ سيني مشائخن جا حق بجا آڻيو ۽ قرآن کي گهڻو پڙهو ياد هجي يا ناظران، ان کي فڪر ۽ تدبر سان پڙهو ۽ پڙهڻ وقت عاجزي ۽ گريو ڪريو ڇاڪاڻ تہ حق تعاليٰ جي حجت خلق تي قرآن آهي ۽ هڪڙي گهڙي بہ علم کان غافل نہ ٿيو، حديث ۽ فقہ جو علم سکو ۽ جاهل صوفين کان پري رهو، ڇوتہ اهي دين جا چور آهن ۽ مسلمانن جا رهزن آهن ۽ نبوي سنت کي لازم ڪريو ۽ سلف صالحن جي مذهب تي محڪم رهو. دين ۾ سڀ کو نئون ڪم گمراهيءَ جو سبب آهي ۽ ٻيرو ڇوڪرن، زالن ۽ بدعت وارن سان صحبت نہ رکو، سفر گهڻو ڪريو تہ نفس اماره ذليل ٿئي ۽ سفر ڪرڻ ۾ گهڻا شرط آهن هڪڙو هي تہ دل مان ما سوا الله خيالن جي نگهباني ڪرڻ ۽ ٻيو هي تہ ظاهري خواه باطني علاقن کي وڍڻ. طالب کي سفر ۾ شيطاني ۽ نفساني خواهشن ۽ لذتن کان بچڻ. خانقاهون نہ اڏيو ۽ نہ ان ۾ ويهو ۽ دلين کي تعريف ۽ جٺ کان نگاهہ ۾ رکو (يعني

خوشامد طور ڪنهن جي تعريف ڪرڻ يا جٺ وغيره ڪرڻ) ۽ خلق
ڪي هڪ نظر سان ڏسو ۽ ڄاڻو ۽ ڪنهن جي مدح يا تعريف ڪرڻ
تي نه نڳجو ۽ نه جٺ ڪرڻ تي دل ۾ رنج آڻيو ۽ نڪي پريشان ۽
ملول ٿيو، وحدت تي نظر رکو، باادب رهو، دنيا دارن سان ميل
جول نه رکو ڇاڪاڻ ته اهي دين کسين ٿا ۽ دنيا جي ٻن لقمن تي
راضي رهو ۽ حلال لقمون کائو ڇاڪاڻ ته حلال رزق پلائين جي
ڪنجي آهي ۽ حرام کائڻ کان پري ڀڄو، متان سياٽي دوزخ جي
باھ ۾ نه اچو، حلال ڪپڙو ڍڪيو ته عبادتن جي لذت لهو ۽ حق
سبحانه وتعاليٰ جي جلال کان هميشه ڊڄندا رهو ۽ قيامت جي
ڏينهن ڪي نه وساريو جو حساب ڪتاب لاءِ حاضر ٿيڻو آهي. رات
۽ ڏينهن ۾ نماز گهٽي پڙهو ۽ جماعت ڪي نه ڇڏيو پوءِ ان صورت
۾ اوهين امام هجو يا مؤذن ۽ حاڪمن سان نه ويهو ۽ ماڻهن جي
ڪچهرين ۾ حاضر نه ٿيو. جاهل عوام کان ائين ڀڄو جيئن
شينهن ۽ بگهڙ کان ڀڄو ٿا، پنهنجي مشهوري نه ڪريو بلڪ
گمنامي ۾ رهوءِ دين ڪي دنيا جي ڪري نه ڇڏجو، کلو نه،
ڇاڪاڻ ته کلڻ غفلت کان ٿئي ٿو ۽ کِل دل ڪي مرده ڪري ٿي
جيئن پاڻ سڳورن فرمايو آهي "لَوْ تَعْلَمُوْنَ مَآ اَعْلَمُ لَضَحِكْتُمْ
قَلِيْلًا وَلَبَكَيْتُمْ كَثِيْرًا" ترجمه: جنهن ڳالهه کي آءُ ڄاڻان ٿو سا
جيڪڏهن اوهان ڄاڻو ته هوند کلو ٿورو ۽ روئو گهڻو. الله تعاليٰ
جي عذاب کان بي ڊپا نه رهوءِ سندس رحمت مان نااميد نه ٿيو ۽
پنهنجي حياتي خوف ۽ اميد جي وچ ۾ رکو ۽ جيڪڏهن ٿي
سگهي ته عورت سان شادي جي خواهش نه ڪريو ڇا ڪاڻ ته دنيا
جا طالب ٿيندؤ ۽ دنيا جي طلب دين ڪي برباد ڪري ٿي. موت
ڪي گهڻو ياد ڪريو. دنيا جي عزت ۽ جاهه جا طالب نه ٿيو
ڇاڪاڻ ته طريقت ۾ اها ڳالهه نٿي جڳائي ۽ گهڻو وقت روزي
سان گذاريو ڇاڪاڻ ته روزو نفس جي خواهشن ڪي ڀڃي ٿو.
مشائخن جي خدمت مال ۽ جان سان ڪريو ۽ انهن جي دلين جي
خوشنودي حاصل ڪريو ڇاڪاڻ ته انهن جي خوشنودي حق
سبحانه وتعاليٰ جي خوشنودي آهي ۽ انهن جي اقتدا ڪريو ۽ انهن
کان اهڙي ڪا ڳالهه ۽ فعل صادر ٿئي جو سمجهه ۾ نه اچي ته ان

تي انڪار نہ ڪريو ڇاڪاڻ تہ اهي پنهنجي هئڻ ڪان فاني تي حق سبحانه وتعاليٰ سان باقي ٿيا آهن ڇاڪاڻ تہ اهي آلہ (يعني اوزار) آهن ۽ ڪم جو فاعل حقيقي حق سبحانه وتعاليٰ آهي.

انهيءَ باب ۾ مخدوم جامي قدس سره سلسله الذهب ۾ هڪڙو مثال شافي ڪافي ڏنو آهي مثلاً ڏاڙهيندڙ ڪتو ڪنهن پينو فقير سان جهيڙو ۽ جنگ ڪري ٿو تہ فقير ان ڪي پنهنجي لٺ سان ڏک هٽي پاڻ ڪان پري ڪري ٿو ۽ ڪتو ناداني ڪان لٺ ڪي وات ۾ چڪ هٽي ٿو نہ ماريندڙ ڪي (يعني مڙني ڪمن جو فاعل حق سبحانه وتعاليٰ پاڻ آهي ۽ ٻانهون ان ڪتي جي مثل آهي جنهن ڪي فاعل حقيقي جي ڪا خبر نہ آهي)

جيڪڏهن انهن بزرگن تي اعتراض ۽ انڪار واري وات تي هلڻ ٿيو تہ پوءِ بدظني سببان ٻنهي جهانن ۾ ڇوٽڪارو نہ هوندو. (غرض تہ زبان ڪي نگاهہ ۾ رکجي)

اوهان جي هٿ ۾ جيڪي اچي تنهن ڪي حق تعاليٰ جي وات ۾ ڪپايو ۽ بخل ۽ حسد ڪان پري رهو ۽ پنهنجي ظاهر ڪي نہ سينگاريو ڇاڪاڻ تہ ظاهر ڪي سينگارڻ سببان باطن ۾ خرابي ۽ نقصان پهچي ٿو ۽ تورو ڪائو ۽ تورو ڳالهايو ۽ تورو سمهو ۽ مشائخن جي سماع جو انڪار نہ ڪريو ڇاڪاڻ تہ سماع وارا بزرگ گهڻا آهن ۽ انهن جون دليون محبت الهي سان جيئريون آهن ۽ انهن جي تنهائي (اڪيلو رهڻ) شيطاني ۽ نفساني خواهشن ڪان آزاد آهي ۽ گهرجي تہ اوهان جون دليون ۽ بدن محبت الهي سان ڏکاريون ۽ بيمار هجن ۽ هميشہ خالص عمل ۽ مجاهدي ۾ رهو، وهان جا ڪپڙا پراڻا هجن جيئن نفس ۾ وڏائي پيدا نہ ٿئي، اوهان جا دوست فقير هجن ۽ مسجد اوهان جو گهر هجي ۽ اوهان جو مال قرآن هجي، اوهان جو سينگار زهد هجي ۽ اوهان جي ورونهہ ۽ الفت الله تعاليٰ سان هجي جيئن اهو اوهان ڪي هن ڪميني دنيا جي فريبن ڪان امن ۾ رکي.

٢٦* پوءِ دنيا جي باب ۾ فرمايائون تہ مون حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنہ ڪان وعظ ۾ هي نقل ٻڌو. پاڻ فرمايائون تہ حضرت عيسيٰ عليہ السلام مڪاشفي ۾ دنيا جي

اصلي صورت هڪ پوڙهي زال جي شڪل ۾ ڏني ۽ ان کان پڇيائين ته گهڻا مڙس ڪيا اٿئي. چيائين ته ڳاڻيٽي کان ٻاهر آهن. حضرت عيسيٰ عليہ السلام چيس ته مري ويا آهن يا انهن توکي طلاق ڏني. چيائين ته طلاق نه ڏنائون بلڪ مون انهن کي ماري ڇڏيو. ان کان پوءِ حضرت عيسيٰ عليہ السلام ان کي چيو ته مون کي ماڻهن جي بي وقوفي تي عجب ٿو لڳي جو ڇاڻن ۽ ڏسن پيا ته تون انهن سان ڪهڙو برتاءُ پئي ڪرين ته به توسان دوستي ۽ رغبت پيا رکن ۽ عبرت نٿا وٺن.

٢٧* فرمايائون دنيا جا فريب ته گهڻا آهن، پر انهن مان ان جو هڪڙو فريب هي آهي جو پنهنجي ظاهر کي خوب سينگاري پڌرو تي ڪري ۽ سندس باطن اندر جيڪي آفتون ۽ مصيبتون آهن تن کي لڪائي ٿي ڇڏي پوءِ جيڪي نادان آهن سي ان جي ظاهري حسن تي موهجي نڳجي ٿا وڃن.

٢٨* فرمايائون دنيا جو مثال ان پوڙهي زال جهڙو آهي جنهن جي شڪل بڇڙي ۽ بدبو واري آهي. پوءِ اها ماڻهن کي ٺڳڻ واسطي عمدا ويس ۽ زيور پائي پاڻ کي خوبصورت ٿي ڏيکاري پوءِ جن کي ان جي حال جي خبر نه آهي سي ان جي خوبصورتي ڏسي مٿس موهجن ٿا. پر جنهن وقت ان جي منهن تان ڪپڙو لاهي ڏسن ٿا ته پوءِ گهڻو پشيمان ۽ شرمندا ٿين ٿا.

٢٩* فرمايائون ته قيامت جي ڏينهن جڏهن دنيا کي پوڙهي زال جي شڪل ۽ بدصورت ۽ بد مهانڊي ۽ زرد وارن ۽ سندس اکيون سايون نيريون ۽ ڏند ڦريل وات کان ٻاهر نڪتل ۽ گهڻي بدبو ۽ ڪراهت واري ۽ بدصورت عورت کي ميدان ۾ آڻيندا تڏهين ماڻهو ان کي ڏسي چوندا خدا پناهه ۾ رکي هي بڇڙي آفت ڪير آهي؟ پوءِ انهن کي چيو ويندو ته اها دنيا آهي جنهن جي محبت ۾ اوهان نڳجي پاڻ ۾ هڪ ٻئي سان ايتري قدر حسد ۽ عداوت ڪرڻ کي پسند ٿي ڪيو ۽ هڪ ٻئي جو خون ٿي ڪيو. پوءِ الله تعاليٰ طرفان حڪم ٿيندو ته ان پوڙهي زال کي دوزخ ۾ وجهو. تڏهن اها الله تعاليٰ کي عرض ڪري چوندي ته اي منهنجا

رب! منهنجا دوست ڪٿي آهن؟ اهي بہ دوزخ ۾ مون سان گڏ هلن. پوءِ الله تعاليٰ ملائڪن کي حڪم ڪندو تہ هن جي دوستن ۽ يارن کي بہ ساڻس دوزخ ۾ وجهو. ڏٺي منهنجا! اسان کي دوزخ ۽ دوزخ جي احوالن کان پناهہ ڏي (آمين)

٣٠* فرمايائون: اڳين مشائخن جي ڪتابن ۾ لکيل آهي: غِشَاوَةُ الْعَيْنِ مِنْ قَسْوَةِ الْقُلُوْبِ وَقَسْوَةُ الْقُلُوْبِ مِنْ كَثْرَةِ الذُّنُوْبِ وَكَثْرَةُ الذُّنُوْبِ مِنْ اَكْلِ الْحَرَامِ وَاَكْلُ الْحَرَامِ مِنْ نِسْيَانِ الْمَوْتِ وَنِسْيَانُ الْمَوْتِ مِنْ حُبِّ الدُّنْيَا (ترجمو) اکين تي پردن جو چڙهڻ دلين جي ڪارڻ ڪان آهي ۽ دلين جي ڪارڻ گناهن جي ڪثرت ڪان آهي ۽ گناهن جي ڪثرت حرام کائڻ ڪان آهي ۽ حرام کائڻ موت کي وسارڻ ڪان آهي ۽ موت کي وسارڻ دنيا جي محبت ڪان آهي. پاڻ سڳورن فرمايو آهي: "حُبُّ الدُّنْيَا رَاْسُ كُلِّ خَطِيْئَةٍ"- (ترجمو) دنيا جي محبت سڀ ڪنهن گناهہ جو منڍ آهي. مبارڪ هجي ان شخص جي حال کي جنهن انهن بيمارين ڪان ڇوٽڪارو لڌو.

٣١* فرمايائون: طالب کي گهرجي تہ طلب ۾ رياضت ۽ مجاهدو گهڻو ڪري تہ جيئن نفس اماره مان امارگي وڃي ۽ سهڻن خلقن ۽ فعلن ڏانهن رجوع ٿئي ۽ الله ۽ رسول جو مطيع ٿئي. پوءِ گهرجيس تہ عبادت ۽ تقويٰ گهڻي رکي ۽ دنيا ڏانهن ميل نہ رکي. ائين ڪرڻ سان دين جي رهزن نفس ڪان امن ۾ ايندو. پوءِ پاڻ هي بيت چيائون:

نفس ڪافر را بکش مؤمن بباش - چون بکشتي نفس را ايمن مباش،

(ترجمو) ڪافر نفس کي مار تہ امن وارو ٿئين، جيڪڏهن نفس کي ماريئي تڏهين بہ بي ڊپو نہ ٿيءُ. شال الله تعاليٰ طالبن کي هن وڏي بلا ڪان پناهہ ۾ رکي.

طالب کي کپي تہ نفس جي تابعدار هئڻ تي ڀروسو نہ ڪري. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو آهي: "اَعْدَيٰ عَدُوِّکَ نَفْسُکَ الَّتِيْ بَيْنَ جَنْبَيْکَ "يعني تنهنجو وڏو دشمن نفس آهي، جيڪو تنهنجي ٻنهي پاسرين جي وچ ۾ آهي. پوءِ رياضت ۽ مجاهدي ذاران نفس ڪان ڇوٽڪارو ملڻ ناممڪن ۽ محال آهي.

٣٢* فرمايائون: هڪڙي ڏينهن حضرت سلطان العارفين بايزيد بسطامي قدس سره کي غيب مان هي آواز آيو "دَعْ نَفْسَکَ وَتَعَالِ" يعني نفس کي ڇڏ ۽ اچ. وري ٻئي ڀيري آواز ٻڌڻ ۾ آيس اي بايزيد! ڇا تو گهرين. عرض ڪيائين ته اي منهنجا رب! آءٌ گهران ٿو ته مون کي ڪا خواهش نه هجي بلڪ آءٌ اصل نه هجان سڀ ڪجهه تون هجين. ان کان پوءِ پاڻ هي بيت پڙهيائون:

تو نباش اصلاً کمال این است بس
تو ز خود گم شو وصال این است وبس

ترجمو: تون اصل نيست هجين بس ڪماليت اها آهي، تون پاڻ کان گم ٿيءُ بس وصال اهو آهي.

٣٣* فرمايائون: مرشد مريد جي پيءُ جي درجي تي آهي ۽ پيءُ جي ظاهري شفقت کان مرشد جي شفقت زياده آهي، ڇاڪاڻ ته ان صحبت سان سلوڪ جا ڪم سرانجام ٿين ٿا ۽ پڻ ان کي قرب واري مقام تي رسائي ٿو.

٣٤* فرمايائون: مرشد اهو آهي جيڪو مشاهدي ۽ قرب واري مقام تي پهتل هجي ۽ پڻ افعالي ۽ صفاتي ۽ ذاتي تجلين جون منزلون طي ڪري حق اليقين جي مقام کي پهتل هجي. ان کي ڏسڻ سان الله تعاليٰ ياد اچي ۽ جن جي شان ۾ هي حديث آهي "هُمُ الَّذِيْنَ اِذَا رَءُوْا ذُكِرَ اللهُ" يعني اهي اهڙا آهن جنهن وقت انهن کي ڏسجي ته الله تعاليٰ ياد اچي. جڏهن طالب کي ان جي ديدار ۽ صحبت مان اهڙو اثر ۽ فائدو حاصل ٿئي ته پوءِ ان جي صحبت جي فائدن کي نظر ۾ رکي ۽ جيڪڏهن ان ۾ ڪو فتور واقع ٿئي ته وري ان جي صحبت ڏانهن رجوع ٿئي ته ان جي صحبت جي برڪت سان اها ڪدورت لهي ويندي ڇاڪاڻ ته انهن جي صحبت ۽ ديدار پارس جي مثل آهي. ان تي پاڻ هي بيت پڙهيائون:

دست را مسپار جز در دست پیر - حق دست است اورا دست گیر

ترجمو: پنهنجي شيخ جي هٿ کان سواءِ پنهنجو هٿ ٻئي کي نه ڏي، تنهن ڪري ان جو هٿ وٺ.

٣٥* فرمايائون: قرآن شريف جي هن آيت "وَمَا خَلَقْتُ الْجِنَّ وَالْاِنْسَ اِلَّا لِيَعْبُدُوْنِ" ۾ ابن عباس رضي الله تعاليٰ عنه

لِيَعْبُدُوْنِ جو تفسير لِيَعْرِفُوْنِ سان ڪيو آهي جنهن جو ترجمو هي آهي تہ مون جنن ۽ انسانن کي پنهنجي سڃاڻپ واسطي خلقيو تہ اهي مون کي سڃاڻن. پوءِ عبادت مان مراد معرفت آهي. (يعني سڃاڻپ) ۽ معرفت جو تعلق ظاهر وارن عملن سان آهي ۽ ظاهر وارن عملن جو مدار خلوص تي آهي ۽ خلوص جو حصول ري معرفت محال آهي. ڇاڪاڻ تہ " خَلَقْتُ" مان مراد محض ظاهري عمل ناهن بلڪ عبادت مان مقصود بالذات معرفت آهي.

ڪي صوفي "لِيَعْبُدُوْنِ" جي عبادت واري معنيٰ تي قائم آهن ۽ اها عبادت ظاهري خواهہ باطني عملن سان شامل آهي، تنهن ڪري اهي "لِيَعْرِفُوْنِ" جي معنيٰ سان تاويل ڪرڻ جو احتياج نٿا رکن. محقق صوفين جو هن ڳالهہ تي اتفاق آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ جي متابعت کان سواءِ معرفت حاصل نہ ٿيندي. ڇاڪاڻ تہ اللہ تعاليٰ قرآن مجيد ۾ فرمائي ٿو: "قُلْ اِنْ كُنْتُمْ تُحِبُّوْنَ اللّٰهَ فَاتَّبِعُوْنِيْ يُحْبِبْكُمُ اللّٰهُ" ترجمو: اي رسول ﷺ! ماڻهن کي چؤ تہ اوهين جيڪڏهن اللہ تعاليٰ کي دوست رکو ٿا تہ پوءِ منهنجي پيروي ڪريو تہ اللہ تعاليٰ اوهان کي دوست رکي. پوءِ سندن متابعت جي ڄاڻ قلبي بصيرت کان سواءِ حاصل نہ ٿيندي.

٣٦ * فرمايائون: آنحضرت ﷺ جا قول ۽ فعل آهن ۽ حال ۽ سر پڻ آهن. جيئن تہ سندن قول شريعت آهي ۽ فعل سندن طريقت آهي ۽ حال سندن حقيقت آهي ۽ سندن معرفت "سر" آهي. انهن چئني ڳالهين تي هي حديث ناطق آهي: "اَلشَّرِيْعَةُ اَقْوَالِيْ وَالطَّرِيْقَةُ اَفْعَالِيْ وَالْحَقِيْقَةُ اَحْوَالِيْ وَالْمَعْرِفَةُ اِسْرَارِيْ" (ترجمو) منهنجا قول شريعت آهي ۽ منهنجا فعل طريقت ۽ منهنجا احوال حقيقت ۽ منهنجا اسرار معرفت. پوءِ قول جو تعلق زبان سان آهي ۽ فعل جو تعلق ظاهري عملن سان ۽ حال جو تعلق باطن جي احوالن سان آهي ۽ معرفت جو تعلق اسرارن يعني ڳجهہ سان آهي، جي زبان سان پڌرا نٿا ٿي سگهن. پوءِ سندن قول ۾ متابعت هي آهي تہ شريعت جي خلاف زبان مان حرف نہ ڪڍي جهڙوڪ ڪوڙ ڳالهائڻ ۽ گلا ڪرڻ ۽ ٻي ڪا اهڙي ڳالهہ ڪرڻ جنهن سان مسلمانن کي ايذاءُ ۽ رنج وغيره رسي ۽ سندن فعل جي متابعت

هي آهي تہ پنھنجي ظاھر کي سندن فعلن سان سينگاري ۽ سنتن ۽ ادب وارن ڪمن کي ترڪ نہ ڪري پوءِ جيترو مقدار متابعت مان ترڪ ۽ گھٽ ڪندو تہ اوتري قدر ايمان ۽ دين ۾ نقصان واقع ٿيندو ۽ سندن حال جي متابعت ھن طرح آھي تہ پنھنجي دل جو تعلق ما سوي الله کان ھٽي ڪنھن پاسي نہ ھجي ۽ پاڻ کي سندن باطن مبارڪ ڏانھن رجوع ڪري تہ پوءِ الله تعاليٰ سندس استعداد ۽ استقامت موجب ڪيس ڪماليت بخشي.

سڀ ڪنھن ماڻھو کي قدر آھر ظاھري عملن خواھہ باطني عملن ۾ سندن متابعت مان ڪجھہ ڀاڱو نصيب ٿئي ٿو ۽ باطن ۾ سندن متابعت ھي آھي تہ نفساني سڌن ۽ خواھشن جي مخالفت ڪري ۽ پنھنجي نفس کي وحدت جي درياءَ ۾ ٻيون ڏياري ۽ پنھنجي موھوم ھستي کي اھڙو وساري ڇڏي جيئن عروج جي مقامات ۾ ان جو نالو نشان نہ ھجي جو وري پڌرو ٿئي (١)

عروج وارن مقامن کي پنھنجي استعداد موجب طي ڪرڻ کان پوءِ ان حال تي گھٽ يا وڌ ويھہ ورھيہ يا ٽيھہ ورھيہ مداومت يعني ھميشگي ڪري ۽ عروج کان نزول ڏانھن تيستائين موٽڻ جو ارادو نہ ڪري جيستائين ان کي پاڻھين نزول ڏانھن نہ موٽائين. ڇاڪاڻ تہ پنھنجي ارادي سان موٽڻ اھا طريقت ۾ بي ادبي آھي. جڏھن تہ پاڻ سڀڪورن جي حق سبحانہ وتعاليٰ سان محبت ۽ اشتياق "مَا لَا يُطَاقُ" از حد ھئي تہ بہ پاڻ حضرت موسيٰ عليہ السلام وانگر اھڙا تي "رَبِّ اَرِنِيْ" نہ چيائون بلڪ پنھنجي رضا محبوب جي رضا تي موقوف رکيائون. جڏھن طالب اھڙي ڪماليت واري متابعت کي رسندو تہ پوءِ حق سبحانہ وتعاليٰ ان کي "قُلْ اِنْ كُنْتُمْ تُحِبُّوْنَ اللّٰهَ فَاتَّبِعُوْنِيْ يُحْبِبْكُمُ اللّٰهُ" جي حڪم موجب پنھنجو دوست رکندو ۽ ان کي پنھنجن اسرارن جو محرم ڪندو.

(١) مقامات مان مراد صبر، توڪل، رضا، شڪر جھڙا خلق آھن. مقامات جو بيان گھڻو آھي ھتي فقط طالب کي سمجھڻ لاءِ ٻہ ٽي حرف لکي ان تي اڪتفا ڪيم (مترجم)

٣٧* فرمايائون: سالڪ جڏهن فَنَا فِي الرَّسُوْلِ جي حال کي رسي ٿو ۽ پنهنجي استعداد موجب پاڻ سڳورن جي حقيقت مبارڪ کي پروڙي ٿو پوءِ اهو پنهنجي سمجهڻ ۽ ڏسڻ ڪري ان هنڌ کي ذات بحت ۽ وراءُ الوراءِ ٿو چوي، ڇاڪاڻ تہ طريقت جا اڪثر مشائخ حقيقت محمدي ﷺ کي حق مطلق تا ڄاڻن. پوءِ اهي ان هنڌ تي ويهي رهيا ان کان اڳتي قدم نہ رکيائون.

٣٨* فرمايائون: ڪي صوفي جڏهن حقائق جي تفرقن کان گذر ڪري پنهنجي حقيقت سان منسلڪ ٿيا آهن جيڪا سندن حقيقت اجمال آهي، ان سببان انهن پاڻ کي "اَنَا الْحَقُّ" ۽ "سبحاني" ۽ "لَيْسَ فِيْ جُبَّتِيْ" جهڙن لفظن کي الاپڻ ۽ ڳائڻ شروع ڪيو ۽ انهن مڙني شين جي حقيقت کي موهوم هستي وانگر "لَا" هيٺ آڻي ان هنڌ تي اچي رهيا، اها جاءِ پڻ وڏو شان رکي ٿي ۽ ڪن صوفين جيڪي بي سمجهہ ۽ ڪوتاهہ همت آهن ۽ سندن استعداد سست آهي،انهن پنهنجي ناداني ۽ اڻ ڄاڻائي جي ڪري مڙني شين جي حقيقت کي حق چئي ان تي اڪتفا ڪئي، جنهن ڪري اهي "همہ اوست" جا قائل ٿيا پر ائين ناهي، بلڪ جيڪي شيون ڏسڻ ۾ اچن ٿيون سي اصل جو پاڇولو آهن (نہ عين آهن) ۽ ڪي صوفي ذڪرن جي فڪرن ۽ پنهنجي وجود جي فڪرن ۾ پئجي ويا ۽ انهن مان ڪي اهڙا آهن جيڪي وحدت جي خيالات جي تخيل ۾ اچي پاڻ کي صوفين جي قطار ۾ شمار ڪرڻ لڳا. حالانڪ اهي وحدت جي علم مان ڪجهہ بہ نصيب نٿا رکن. پر جيئن تہ اهي انهن صوفين جي جماعت سان منسلڪ آهن جيڪي مولىٰ جل شانہ جي طلب ۾ آهن، تنهن ڪري اهڙا صوفي قابل عزت آهن.

٣٩* فرمايائون: جيڪو ڄاڻي ۽ گهري تہ مون کي اها متابعت جي دولت نصيب ٿئي،ان کي لازم آهي تہ پنهنجي ڪامل مڪمل مرشد جي حضور ۾ اچي ۽ ان جي ظاهري توڙي باطني آداب جي نگهباني رکي ۽ پاڻ کي ان ۾ محو ۽ گم ڪري تہ پوءِ فنا في الشيخ جي صورت ان کي ڏسڻ ۾ ايندي ۽ هيئن پيو چوندو:

توئي مقصود گر مشغول غيرم - توئي معبود گر نزديک ديرم
(ترجمو) تون ئي مقصود آهين، توڙي غير سان مشغول آهيان، تون ئي معبود آهين اگرچه مندر جي نزديک آهيان.
۽ پڻ هي مصرع پيو چوندو:
"هر آنچه در نظرم جملگي تو مي آئي"
يعني جيکي کجهه ڏسان پيو سو سڀ تون آهين.
۴۰* فرمايائون: مکتوبات خواجه امام رباني مجدد الف ثاني قدس سره ۾ خواجه عبيدالله احرار قدس سره جو هي بيت لکيل آهي:
بيت
وآن روئي که چشم تست احول - معبود تست پير اول
ترجمو: تنهنجي منهن واري اک ٽيڏي آهي، پهريائين مرشد تنهنجو معبود آهي.
۴۱* فرمايائون: جنهن مرشد کي سڃاتو تنهن الله تعاليٰ کي سڃاتو. پوءِ پاڻ ان ڳالهه تي هي حديث بيان فرمايائون: "مَنْ رَاٰنِيْ فَقَدْ رَاَ الْحَقَّ" ترجمو: پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو جنهن مون کي ڏٺو ان الله کي ڏٺو.
۴۲* فرمايائون: قرآن شريف ۾ "لَقَدْ خَلَقْنَا الْاِنْسَانَ فِيْٓ اَحْسَنِ تَقْوِيْمٍ" آيو آهي سو مرشد جي ٻنهي جهانن جي بلند مرتبي هجڻ ڏانهن اشارو آهي. اها آيت سڳوري سڀ کنهن عام کالانعام لاءِ نه آهي. ڇاڪاڻ ته اهي انساني صورت ۾ گڏهه خلقيل آهن.
۴۳* فرمايائون: طالب کي گهرجي ته مرشد جي ڏسيل ڳالهين کي سچو ڄاڻي ۽ ان جي جهليل کمن کي حق ڄاڻي ۽ مرشد جي اُٺڻ ويهڻ بلڪ ان کان جيکي کم صادر ٿين تن مڙني کمن کي حق سبحانه وتعاليٰ طرفان حق سمجهي ۽ اهي کم مرشد کان نه پاڻئي ۽ هيءَ ان ڳالهه تي شاهد آهي: "وَمَآ اٰتَاكُمُ الرَّسُوْلُ فَخُذُوْهُ وَمَا نَهَاكُمْ عَنْهُ فَانْتَهُوْا-" ترجمو: ۽ جن کمن جو اوهان کي رسول امر کري ته پوءِ ان کي وٺو ۽ جن کمن کان جهلي ته پوءِ ان کان پاڻ کي روکيو. الله تعاليٰ جي هستي تي نظر

رکي تہ پنهنجي هستي کان ڇوٽڪارو لهي ۽ جيڪو مرشد کي محض بشر جي صورت سان پيو ڏسي ۽ ان جي حقيقت کي نٿو ڏسي ۽ نکي سڃاڻي ٿو تہ پوءِ ان شخص مرشد کان ڪجهہ بہ حاصل نہ ڪيو ۽ پنهنجي سموري عمر برباد ڪري ڇڏيائين ۽ فَاتَّبِعُوْنِيْ جي معنيٰ کي نہ سڃاتائين تہ پوءِ ان پاڻ کي "يُحْبِبْكُمُ اللّٰهُ" جي نعمت کان محروم ڪيو ۽ پاڻ کي "صُمٌّ بُكْمٌ عُمْيٌ" جي وعيد ۾ وڌائين. انهيءَ تي پاڻ هي بيت پڙهيائون:

امروز روز فرصت فردا است روز غوغا
غافل چرا نسازي امروز کار فردا

ترجمو: اڄ ڏينهن فرصت جو ڏينهن آهي. سڀاڻي وارو ڏينهن قيامت جي هُل جو آهي. (پوءِ) غافل ڪالهہ جو ڪم اڄ ڇو نہ ڪيئي؟

٤٤* فرمايائون: ان طالب جي حال تي افسوس ۽ ارمان آهي جنهن پنهنجي مرشد کي نہ سڃاتو. هڪڙو سڃاڻڻ صوري آهي جو مٽي جي اکين سان ڏسجي. ٻيو سڃاڻڻ حقيقت جي نظر سان، سو دل جي بصيرت کان سواءِ نہ ٿيندو ۽ دل جي بصيرت سان ڪامل مڪمل مرشد جي صحبت ۽ دل جي رابطي، ذڪر ۽ فڪر، گهڻي ادب ۽ گهڻي ڪوشش ۽ سعيي کان سواءِ ميسر ٿيڻ مشڪل آهي. مرشد ڪامل مڪمل کي سڃاڻڻ سو دل جي بصيرت جا "يَنْظُرُ بِنُوْرِ اللّٰهِ" سان نوازيل آهي، ان کان سواءِ سڃاڻڻ ممڪن ناهي. يعني جنهن دل کي الله تعاليٰ پنهنجو نور ڏنو هوندو سو مرشد ڪامل کي سڃاڻندو ۽ اهي دل جي بصيرت وارا مرشد عارف جي فرمودن کي حق ٿا ڄاڻئين ۽ ظاهر ۽ باطن ۾ ان جا تابع آهن ۽ ان جي امرن ۽ نهين کان ٻاهر نہ نڪتا آهن ۽ انهن هنن آيتن سڳورين هيٺ اچي پاڻ تي فرمانبرداري لازم ڪئي آهي تہ پوءِ انهن مرشد جي هدايت ۽ فيض مان ظاهر خواهہ باطن ۾ پنهنجو مقصد حاصل ڪيو.

٤٥* فرمايائون تہ طالب کي گهرجي تہ مذڪوره آيتن ۾ فڪر ڪري ڄاڻي تہ اهي سڀ آيتون مرشد جي قول ۽ فعل جي اطاعت تي دلالت ٿيون ڪن. پوءِ جيڪو شخص ڪامل مرشد کي

ٻي خلق وانگر مخلوق جي نگاهہ سان ڏسندو تہ پوءِ ان کي حقيقي مرشد کان ڪابہ نعمت واري شيءِ هٿ نہ ايندي ڇاڪاڻ تہ اهڙي شخص "مَنْ رَاٰنِيْ فَقَدْ رَاَي الْحَقَّ" جو آواز سندس دل جي ڪن سان نہ ٻڌو آهي ۽ جيڪڏهن ٻڌو اٿس تہ سڃاڻڻ جو وقت بہ اهو اٿس ۽ نہ سڃاڻي. پوءِ پاڻ هي سنڌي بيت پڙهيائون:

بيت سنڌي

فردا مُنذ ڦٽي ڪي، واعدي سين نہ وهان،
صباح سي نہ سهان- خواه ميڙئين خواه مارئين.

(ترجمو) محبوب کي ڇڏي سڀاڻي (قيامت) جي وعدي تي نہ ويهان، ڇاڪاڻ جو سڀاڻي تائين ويهڻ جي پاڻ ۾ طاقت نٿي ساريان. وٺئي تہ وصال بخش وٺئي تہ مار.

٤٦* فرمايائون: جڏهن طالب پنهنجي مرشد سان دل جو رابطو پورو مضبوط رکندو تہ پوءِ مٿس محبت ۽ شوق اهڙوغلبو ڪندو جو عشق جي باهہ سندس هستي جي ڪنڊن ۽ ککن کي ساڙي رک ڪري ڇڏيندي. پاڻ هن رباعي کي گهڻو تي پڙهيائون:

درد عشق آمد دوائي هر دلي - حل نشد بي عشق هرگز مشكلي
كفر كافر را وَ دين ديندار را - ذره دردت دل عطار را
گرنباشد درد تو عطار را - او نخواهد كافر ودينداررا
ذره درد خدا در دل ترا - بهتر از هر دو جهان حاصل ترا

ترجمو (١) سڀ ڪنهن دل جي دوا عشق جو درد ٿيو، عشق کان سواءِ ڪڏهن بہ مشڪل حل نٿي ٿئي.

(٢) ڪافر کي ڪفر پسند آهي ۽ ديندار کي دين، عطار جي دل کي تنهنجي درد جو ذرو ڪافي آهي.

(٣) جيڪڏهن عطار کي تنهنجو درد نہ هجي تہ پوءِ اهو نہ ڪافر کي چاهي (يعني ڪفر) ۽ نہ ديندار کي.

(٤) تنهنجي دل ۾ الله تعاليٰ جي درد جو هڪ ذرو بہ توکي ٻنهي جهانن کان گهڻو بهتر آهي.

اي دوست! جڏهن پاڻ هنن بيتن کي پڙهندا هئا تہ گهڻو گريو ۽ هاءِ هاءِ، صد هاءِ هاءِ جا لفظ چوندا هئا ۽ هن بيت کي هر هر پڙهندا هئا:

بيت

چون رفت از دست خم و جام ساقي - با جز غم نمانده هيچ باقي

ترجمو: جڏهن پنهنجي هٿ کان ساقي جو پيالو ويو ته سواءِ غم جي باقي ڪجهه نه رهيو.

(هن بيت جو اشارو سندن مرشد حضرت پير سائين روضي ڌڻي قدس سره جي فراق ۾ آهي جڏهن پاڻ هن جهان کان وصال فرمايائين ۽ صحبت ويئي ته پوءِ هاڻي غم ۽ ڏک کان سواءِ باقي ڇا رهندو) پوءِ هن فقير (محمد ملوڪ) ڪي دل ۾ هي خيال آيو ته پاڻ جڏهن تمڪين جا صاحب آهن ته پوءِ ايترو گريو ڇاجي واسطي آهي؟ پاڻ منهنجي دل جي حال کان واقف ٿيڻ شرط هن فقير ڏانهن منهن ڪري اهڙو جوش ۽ جذبو ڏيکاريائون جو مون سندن چهري ڏانهن ڏسڻ جي طاقت نه ٿي رکي ۽ بيت فرمايائون:

چون من سرمايه جز غم ندارم - چرا هر لحظه صد ماتم ندارم.

ترجمو: جڏهن آءٌ غم کان سواءِ ٻيو اسباب نه ٿو رکان ته پوءِ هر لحظي ۾ چونه سؤ پيرا ماتم ڪريان.

٤٧* فرمايائون: طالب ڪي بلند همتي گهرجي ۽ پاڻ ڪي محبت جي ڪن ۾ وجهي بيقرار ٿئي ۽ پنهنجي وجود ڪي ناپيد ڪري ڇاڪاڻ ته انهن عاشقن جي بازار ۾ هستيءَ جو ڇالامان آهي ئي ڪونه.

٤٨* فرمايائون: ناپيد هجڻ عجب شيءِ آهي جڏهن ته سؤ وجود سندس پيٽ اندر پاڙهين پيا ايندا ۽ "هَلْ مِنْ مَّزِيْدٍ" جو نعرو پيو هڻندو (يعني اڃان گهڻو ناپيد ۽ گم هجان)

٤٩* فرمايائون: جيڪو بي قرار آهي، سو قرار سان آهي ۽ جيڪو آرام سان آهي، سو بي آراميءَ سان آهي. هن هنڌ تي پاڻ فرمايائون ته هن وقت اسان جهڙا ڪي فقير جيڪي پاڻ ڪي فقير ٿا سمجهن سي شريعت ۽ طريقت جي واٽ تي نه آهن بلڪ ماءُ جي پيٽ اندر آهن. اڃان به پيءُ جي پٺ ۾ آهن نه وري ماءُ ۽ پيءُ جي پٺ ۾ آهن ۽ اهي ولايت ۽ ارشاد جي دعويٰ پيا رکن ۽ لاڦون ۽ ٻٽاڪون پيا هڻن ۽ چون ٿا ته اسين حالتن جي درجي کي رسيا آهيون جا اها جاءِ دل جي جمعيت ۽ آرام جي آهي،جنهن

ڪري آرام جا صاحب ۽ خوش ٿيا آهيون. پاڻ فرمايائون تہ اهڙن مدعين جي حال تي افسوس آهي جو ابليس جي فريب تي نگجي پيا آهن. جيڪڏهن اهي ڪنهن اهل دل ۽ معنيٰ واري سان صحبت ڪن ۽ ان کي ڏسن تہ پوءِ خبر پوين تہ هي ڇا جو آرام آهي، پشيمان ٿي پنهنجي مٿي تي مٽي وجهي ۽ منهن کي ڪارو ڪن ۽ پنهنجي حال تي ماتم ڪن. پوءِ جيڪڏهن انهن (اهل دل) جي اڳيان دل جي ارادي سان اچي سندن صحبت ڪن تہ ان جي صحبت مان گهڻو ياگو هٿ ايندن ۽ انهن جي حال تي رحم آڻي نفس ۽ شيطان جي ارڙ بلائون آهن تن کان ڇوٽڪارو حاصل ڪن ۽ ان ڪامل مرشد جي صحبت انهن کي ڪماليت واري حالت تي رسائيندي.

پير ره ڪبريت احمر آمده است - سينهء اوبحر اخضر آمده است
گر ترا پير چنين آيد پديد - قفل دردت را ڪليد آيد پديد

ترجمه: طريقت جو پير ڪبريت احمر ٿي آيو، ان جو سينو بحر اخضر ٿي آيو. جيڪڏهن تووٽ اهڙو ڪامل مرشد اچي تہ اهو تنهنجي درد جي قلف جي پڌري ڪنجي آهي.

٥٠* فرمايائون: نفس جو آرام سواءِ نفس جي سڃاڻپ جي ممڪن نہ آهي. ڇاڪاڻ تہ چيو اٿن: "مَنْ عَرَفَ نَفْسَهٗ فَقَدْ عَرَفَ رَبَّهٗ" يعني جنهن پنهنجي نفس کي سڃاتو تنهن رب کي سڃاتو ۽ نفس کي ڪما حقه' سڃاڻڻ مشڪل آهي. پوءِ سڀ ڪنهن ماڻهو کي گهرجي تہ پنهنجي استعداد موجب ان جي سڃاڻپ حاصل ڪري. پوءِ نفس جو آرام ۽ اطمينان سو نفس جي سڃاڻپ کان سواءِ محض خيال آهي ۽ اهڙي طرح ان جي حقيقت کي پهچڻ محال آهي ڇاڪاڻ تہ هي نفس بدڪيش ڏنگيندڙ بلا جي مثل آهي جنهن کان بچڻ جي ڪابہ صورت ناهي. تنهن ڪري افسون گري يعني ڦيٽي وارو گهرجي جو ان تي ڦيٽو ڪري، ان ڏنگيل کي حق سبحانه وتعاليٰ ۽ سندس رسول مقبول صلي الله عليه وسلم جي بي فرمانين کان جهلي تہ دل مان هن ارڙ بلا جي خيالن کان نجات حاصل ٿئي ۽ ان وقت دل جي آئيني مان ڪدورت ۽ ميراڻ جي آلائش نڪري، روشن ٿئي تہ حق سبحانه وتعاليٰ جو مقبول ۽

منظور ٿئي ۽ هي بيت پڙهڻ فرمايائون:

دل بدست آرهرچه خواهي کن - حق نگهدار کج کلاهي کن

ترجمه: دل کي هٿ ۾ آڻ پوءِ جيڪي وڻئي سو ڪر، الله تعاليٰ جي حق جي نگهباني ڪر پوءِ ٽوپي ڀلي ٽيڙهي ڪر.

پوءِ هن هنڌ تي فرمايائون ته جنهن نفس کي سڃاڻڻ جي واٽ نه ورتي ته پوءِ اهو ڀاڻ کي الله تعاليٰ جي مردن واري جماعت مان نه ڳڻي.

٥١* فرمايائون: هي نفس چئن عناصرن جي مجموعي مان ٺهيل آهي جنهن کي بدن چئجي ٿو ۽ نفس به ۽ فلاسفرن جي اصطلاح ۾ ان کي نفس ناطقه ٿا چون. جنهن جو تعلق هن عالم صوري سان آهي ۽ اهو عالم معنوي سان مناسبت نٿو رکي ۽ ان جو قصد ۽ شوق هميشه حق سبحانه وتعاليٰ جي نافرماني ڪرڻ ڏانهن آهي ۽ بڇڙين خصلتن سان رنگ وني ٿو. جهڙوڪ بغض ۽ حسد رکڻ، هٺ ۽ پاڻ تي ڏيک ويک جي پل ڪرڻ. شهوت ۽ ڏمر ڪرڻ، ان کان سواءِ گهڻو کائڻ ۽ گهڻو سمهڻ ۽ الله تعاليٰ کان ڇنڻ ۽ خلق سان گهڻو ميل جول ڪرڻ ۽ ٻين گمراهين جهڙن ڪمن تي مرتڪب ٿيڻ.

٥٢* فرمايائون: نفس شوم مثل بوم (چبڙ) آهي جنهن جي رهڻ جو هنڌ ويران جايون آهن، اهڙي طرح نفس شوم بوم جو گهر هي ويران دنيا آهي ۽ اها دنيا زلزلي ۽ زوال ۽ سخت محنت، ڏکن ۽ خيالن ۽ مصيبتن جو گهر آهي. پاڻ هي بيت پڙهيائون:

دنيا آنقدر ندارد که برو رشک برند

باوجود عدمش را غم بيهوده خورند

ترجمه: دنيا اهڙي نه آهي جو ان تي رشڪ ڪجي. ان جي معدوم هجڻ جي باوجود به بي فائدو غم پيا ڪن.

حضرت علي ڪرم الله وجهه کان پڇيائون ته دنيا ڪهڙي شيءِ آهي، پاڻ فرمايائون: "مَا شَغَلَكَ عَنِ اللّٰهِ" يعني جا شيءِ توکي الله تعاليٰ کان رهائي تنهن کي دنيا ٿو چئجي ۽ هي بيت پڙهيائون:

هرچہ باتو برنيايد زير خاک - اين همہ دنيا بود نہ دين پاک
هرچہ جز حق بسوزغارت کن - هرچہ جزدين از او طهارت کن

ترجمہ: جيڪڏهن زمين هيٺ تو سان ڪا شيءِ گڏ نہ هلي تہ اها سڀ دنيا آهي نہ دين پاڪ، حق کان سواءِ جيڪا بہ شيءِ آهي ان کي ڇڏي ڏي، دين کان سواءِ جيڪا بہ شيءِ هجي ان کان پاڻ کي پاڪ ڪر.

جڏهن تہ هن ارڙ بلا (يعني نفس) کان ڇوٽڪارو لهڻ ناممڪن ۽ محال آهي تہ پوءِ ان کان پاڻ کي بچائڻ ۾ ڪوشش ڪجي ۽ غافل نہ ٿجي. ان تي پاڻ هي بيت پڙهڻ فرمايائون:

ترا ڪين نفس ڪافر درڪمين است
نہ سر منزل رسي آنجا ڪہ دين است

ترجمہ: هي ڪافر نفس جيستائين تو منجهہ لڪل آهي، تيستائين تون هن سر (ڳجهہ) کي نہ رسندين جو دين آهي.

٥٣* فرمايائون: هي نفس امّاره روح جي بادشاه کان دل جي سلطنت شاهيءَ وارو تخت کسي پاڻ مٿس چڙهي ويٺو آهي. پوءِ جيڪي عضوا روح جي رعيت هئا تن تي ظلم ڪرڻ جو حڪم ڏنائين. اکين کي حرام ڏانهن ڏسڻ جو حڪم ڪيائين ۽ زبان کان گار گند ڪرڻ جو. غرض تہ هڪ هڪ عضوي کي نافرمان ڪري انهن کي ويران ۽ پريشان ڪري ڇڏيو اٿس. پوءِ پاڻ هن باب ۾ فرمايائون تہ اي يارؤ! ۽ ياٿرؤ! هوشيار ٿيو!! ۽ پاڻ کي آرام ۽ اطمينان هئڻ جي ٻتاڪ نہ هڻو. آه صد آه! گهرجي تہ دل ۾ فڪر ڪريو تہ نفس مان امّارگي ويئي يا اجان باقي آهي ڇاڪاڻ تہ ان جي عادت بابت الله تعاليٰ سورة يوسف ۾ حضرت يوسف عليه السلام جي شاهدي ڏئي تو "اِنَّ النَّفْسَ لَاَمَّارَةٌ بِالسُّوْءِ" يعني يوسف عليه السلام چيو تہ اي منهنجا رب! نفس تہ مون کي بچڙاين جو امر تو ڪري. پوءِ جيڪڏهن نفس مان امّارگي يعني سرڪشي نڪري ويئي آهي تہ پوءِ انهن کي مبارڪ هجي ۽ جيڪڏهن اجان سرڪشي ۾ آهي تہ ان سان جنگ ڪري ۽ ان کي تابع ڪرڻ ۾ پوري ڪوشش ۽ سعيو ڪجي. ڇاڪاڻ تہ چيو اٿن "قَتْلُ الْمُوْذِيْ قَبْلَ الْاِيْذَاءِ" يعني ايذاء ڏيندڙ شيءِ کي ايذاء ڏيڻ کان

اڳ ۾ مارجي.

٥۴* فرمايائون: دل جي جمعيت ۽ خوشحالي جو دم اهو شخص هٽي جنهن کي ايمان جي بشارت جي دولت جو اشارو مليل هجي ۽ اها بشارت عشرة المبشرين کان سواءِ ٻئي ڪنهن ماڻهوءَ کي حاصل ناهي ۽ نڪي ممڪن آهي. ڇاڪاڻ تہ انهن جي حق ۾ حضرت پيغمبر صلي الله عليه وسلم جن پاڻ خبر ڏني آهي ۽ انهن کان سواءِ ٻيا اصحاب سڳورا گهڻا هئا پر انهن لاءِ نہ چيائون ۽ انهيءَ بشارت جي دولت انهن سان مخصوص هجڻ جو سبب هي آهي تہ جڏهن پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جن چو رڪعتي نماز مان ٻہ رڪعتون بيت المقدس ڏانهن منهن ڪري پڙهيون ۽ باقي ٻہ رڪعتون بيت الله شريف ڏانهن منهن ڪري پڙهيون ۽ سيني اصحابن نماز کي ڀڳو مگر ڏهن ڄڻن نماز کي نہ ڀڳو ۽ سندن پٺيان نماز پڙهي پوري ڪيائون، تنهن ڪري انهن کي ايمان جي بشارت ملي. پوءِ پاڻ فرمايائون تہ هن هنڌ هي ڳالهہ سمجهڻ گهرجي تہ ان ۾ اعليٰ نڪتي جو راز رکيل آهي جنهن کي دل جي ڪنن سان ٻڌو ۽ ڌيان ڏيو تہ انهن عشرة المبشرين جو ڪعبو سندن ذات مبارڪ هئي جنهن ڪري انهن جي نماز ۾ تبديلي واقع نہ ٿي ۽ سندن پٺيان نماز پڙهي پوري ڪيائون ۽ ٻين اصحابن جو ڪعبو بيت المقدس هو جنهن وقت پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم مسجد الحرام ڏانهن پنهنجو رخ ڦيرايو تن مڙني نماز کي ڀڳو ۽ پاڻ سڳورن ڏانهن سڪر جي نسبت رکيائون ۽ سندن پٺيان باقي نماز نہ پڙهڻ ڪري انهن بشارتن کان محروم ٿي ويا ۽ فرمايائون تہ عشرة المبشرين رضي الله تعاليٰ عنهم جن کي اها بشارت امام جي پٺيان تابع هئڻ سببان ۽ انهن جي نيت مقتدي هجڻ تي پختي ۽ مضبوط هئي ۽ جن اصحابن نماز کي ڀڳو تن جي نيت ظاهري صورت بيت المقدس واري ڪعبي ڏانهن هئي. پوءِ انهن امام جي تابعداري ڇڏي نماز کي ڀڳو ۽ ڪين سڪر واري نسبت سان منسوب ڪيائون. اهڙي طرح مريدن کي عشرة المبشرين رضي الله تعاليٰ عنهم وانگر ظاهر ۽ باطن ۾ مرشد جي متابعت تي ثابت قدم

رهڻ گهرجي ۽ انهن جي خصلتن ۽ عبادت وارن ڪمن ۾ انهن جي متابعت کان منهن نه موڙجي. پوءِ جيڪو شخص مرشد ڪامل جي متابعت کان ڦيرو ڦيندو ته پوءِ اهو عشرة المبشرين واري بشارت کان محروم ٿي ويندو.

٥٥* فرمايائون: اي يارو ۽ اي پيارو! حضرت پيغمبر صلي الله عليه وسلم جن هميشه دائم الحزن (غمگين) هوندا هئا ۽ ڪابه خوشي نٿي ڪيائون حالانڪ الله تعاليٰ هن آيت سڳوري ۾ ڪين مبارڪ ڏني آهي: ”لِيَغۡفِرَ لَكَ اللّٰهُ مَا تَقَدَّمَ مِنۡ ذَنۡبِكَ وَمَا تَاَخَّرَ“ يعني الله تعاليٰ تنهنجا اڳيان ۽ پويان گناهه بخشيا.

٥٦* فرمايائون: ڪتاب انيس العاشقين ۾ لکيل آهي ته حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم جن عبادت ۾ ايتري قدر مشغول هوندا هئا جو سندن پير مبارڪ سڄي پوندا هئا بلڪ ڪڏهن ڪڏهن سندن پيرن مبارڪن مان رت وهندو هو، جو پاڻ قيام ۾ گهڻو ٿي ڪيائون ۽ پڻ هي ڳالهه ٿي ڪيائون ته هڪڙي ڏينهن حضرت امامين قرتي عينين ابومحمدالحسن ۽ ابوعبدالله الحسين رضي الله تعاليٰ عنهما جن پاڻ سڳورن جي حجري مبارڪ ۾ رت وهيل ڏٺي. پوءِ اهي ٻئي سڳورا پنهنجي گهر ڏانهن آيا ۽ پنهنجي والده شريفه کان گوشت جي طلب ڪيائون، ڇاڪاڻ ته اهي پاڻ سڳورا ٽن ڏينهن کان فاقي ۾ هئا. بيبي سيدة النساءِ رضي الله تعاليٰ عنها چين ته پنهنجي گهر ۾ ڪابه شيءِ ناهي جو اوهان کي کارايان. پوءِ اهي سڳورا رنا ۽ پنهنجي والده محترمه کي چيائون ته اسان پاڻ سڳورن جي گهر ۾ زمين تي رت هاريل ڏٺي آهي (يعني وٽن گوشت هوندو) پوءِ بيبي سڳوري انهن سان گڏجي سندن حجري مبارڪ ڏانهن آئي ۽ پاڻ سڳورن کان گوشت جي طلب ڪيائين. پاڻ بيبي سڳوريءَ کي چيائون ته ٽيون ڏينهن آهي جو ڪجهه نه کاڌو اٿم. پوءِ عرض ڪيائين ته هي رت ڇاجو آهي. پاڻ فرمايائون ته اهو رت منهنجي پيرن مان وهيو آهي جو رات جو گهڻي قيام ڪري نڪتو آهي. اي دوست! پاڻ اهو بيان ڪري جڏهن هن جاءِ تي پهتا، ته تڏهن پاڻ گهڻي آهه ۽ دانهن ڪري زاروقطار روئڻ لڳا.

٥٧* فرمايائون: رسول الله ﷺ فرمايو آهي تہ: كُنْ فِي الدُّنْيَا كَأَنَّكَ غَرِيْبٌ أَوْ عَابِرُ السَّبِيْلِ وَعُدْ نَفْسَكَ مِنْ أَصْحَابِ الْقُبُوْرِ (ترجمه: دنيا ۾ اهڙي طرح هج جڻ تہ پرديسي مسافر آهين يا واٽهڙو ۽ تون پاڻ کي قبرن وارن سنگتين مان شمار ڪر) جڏهن پاڻ اها حديث بيان ڪري بس ڪيائون پوءِ فرمايائون تہ اسان کي پنهنجي حال تي ماتم مٿي ماتم ڪرڻ گهرجي ۽ مٿي تي مٿي وجهڻ گهرجي ۽ پاڻ هي سنڌي بيت پڙهيائون:

تاسين تون نہ فقير، جاسين سانگ سسئي جو،
ماريو تن ملير، جنن جسو مال مباح ڪيو.

يعني ان وقت تائين تون فقير نٿو ٿي سگهين جيستائين تنهنجي سسيءَ ۾ ساهہ آهي. ملير انهن کي حاصل ٿيو،جن پنهنجو جسم ۽ جان قربان ڪيو. پوءِ هي بيت پڙهيائون:

هر چه داري، صرف كن در راه هو
لَنْ تَنَالُوا الْبِرَّ حَتّٰى تُنْفِقُوْا

(ترجمه) جيڪي بہ هٿ ۾ اٿئي سو ان جي واٽ ۾ ڪپاءِ، جيستائين اوهين ان جي راهہ ۾ نہ ڪپائيندو تيستائين اوهين ڀلائي کي نہ رسندو.

٥٨* فرمايائون تہ الله تعاليٰ قرآن مجيد ۾ فرمائي ٿو: فَتَمَنَّوُا الْمَوْتَ إِنْ كُنْتُمْ صَادِقِيْنَ * (ترجمه) پوءِ اوهين مرڻ جي سڌ رکو جيڪڏهن اوهين سچا آهيو ۽ سچائي موت ڏاران حاصل نٿي ٿئي.

٥٩* فرمايائون: مرڻ ٻن قسمن جو آهي هڪڙو صوري ٻيو معنوي. صوري موت هي آهي جو بدن کان روح جدا ٿئي ۽ بدن پڻ هن دنيا کان فنا ٿئي ۽ معنوي موت هي آهي تہ هن بشري وجود کي وساري ڇڏني ۽ ان کي وحدت جي درياءَ ۾ غوطا ڏي تہ جيئن موهوم هستيءَ جو نام نشان هجي ئي نہ، هن جاءِ تي پاڻ مثنوي جا ٻہ بيت پڙهيائون:

از خودي رستي همہ حق گشتہ - رفت ظلمت نور مطلق گشتہ.
در مقام وهم باشد او وتو - چون نباشي تو نباشي غير او.

ترجمه: (١) جيڪڏهن خودي ڪان ڇٽل آهين ۽ سڀ حق ٿيو آهين، اونداهي هلي وئي ۽ مطلق نور ٿيو آهين.
(٢) تون ۽ هو وهم جي مقام ۾ آهيو،جيڪڏهن تنهنجو وجود ئي نہ آهي تہ پوءِ تون ان جو غير بہ نہ آهين.

٦٠* فرمايائون: فوت ٿيڻ ڪان موت بهتر آهي. ان جو بيان پاڻ هن طرح ڪرڻ فرمايائون تہ فوت ٿيڻ ڪان نفس جو مرڻ بهتر آهي. معنيٰ فوت جي آهي تہ هي پاڪ پساهہ جي ڪٿون ٿا تن کي دنيا جي ڪمن ۾ مشغول ڪري ضايع ٿا ڪريون ۽ حق سبحانہ وتعاليٰ جي يادگيري ڪان غافل ٿيڻ تنهن ڪان موت بهتر آهي ۽ الله تعاليٰ جي يادگيري ڏاران هنن پساهن جو فوت ٿيڻ سو ابدي موت آهي. پاڻ هي بيت پڙهيائون:

تدبير خود امروز ڪن اي خواجہ ڪہ فردا،
هرچند ڪہ فرياد ڪني سود ندارد،
امروز روز فرصت فرداست روز غوغا،
غافل چرا نسازي امروز ڪار فردا.

(ترجمه) اي سردار پنهنجي تدبير اڄ ئي ڪر ڇاڪاڻ تہ سڀاڻي. ڪيتروئي فرياد ۽ دانهون ڪندين فائدو نہ ٿيندئي. اڄوڪو ڏينهن فرصت جو ڏينهن آهي ۽ سڀاڻي حساب ڪتاب جو ڏينهن آهي -اي غافل! اڄ واري ڪم کي سڀاڻي تي ڇوتو ڇڏين.

٦١* فرمايائون: اي يارؤ! اي پيارؤ! دل جي هوش وارن ڪنن سان ٻڌو ۽ ياد رکو تہ حضرت آدم عليٰ نبينا و عليه الصلواة والسلام الله تعاليٰ جي هڪڙي منع ڪيل ڪم جي انحرافي ڪئي جنهن جي گناه ڪرڻ سببان بهشت مان اگهاڙو هن خسيس دنيا جي رڻ پٽ ۾ لاٿائونس ۽ ان هڪڙي گناه جي بخشائڻ واسطي ستر هزار سال گريو ۽ زاري پي ڪيائين. ۽ گناه فقط هڪڙي داڻي جي کائڻ سان ٿيو هو، هن دنيا ۾ اسين ۽ اوهين ڪيترا خرار ان جا ڪائي پيٽ ۾ ٿا وجهون ۽ ڪيترا هزارين هزار سندس امر ۽ نهي پٺيا اڇئون. خبر نہ آهي تہ قيامت جي ڏينهن ڪهڙو حال ٿيندو ۽ پاڻ هنن بيتن کي پڙهي گهڻو گريو ۽ آهون ۽ دانهون ٿي ڪيائون:

## ابيات

کاشکي مادر نزادي به بودي - جام شيرم زهردادي به بدي
کاشکي هرگز نبودي نام من - تانبودي جنبش و آرام من
کاشکي هرگز نزادم مادري - تا نگشتم گرد نفس کافري

ترجمه: (١) افسوس ماءُ مون کي نہ ڄڻي ها تہ بهتر ٿئي ها، کير جي پيالي ۾ زهر وجهي ڏي ها تہ بهتر ٿئي ها. (٢) افسوس جهان ۾ منهنجو نام و نيشان نہ هجي ها، تانتہ هي جنبش ۽ آرام (يعني ڏک سک) مون کي نہ هجي ها. (٣) افسوس جو ماءُ مون کي نہ ڄڻي ها، تہ آءٌ هن پليت نفس ۾ گروي نہ هجان ها.

٦٢* فرمايائون: هن بدخواه نفس فناءَ کان سواءِ کنهن کي بہ سنوت نہ ڏني آهي. پوءِ طالب کي گهرجي تہ صوري موت اچڻ کان اڳ ۾ "مُوْتُوْا قَبْلَ اَنْ تَمُوْتُوْا" جي معنيٰ کي حاصل کري ۽ اها معنيٰ فناءَ آهي جنهن ۾ فَنَاءَ الفَنَاءَ پڻ مندرج آهي. سالک ان وقت فناءَ جي علم کي بقا سان ڄاڻندو ۽ فناءَ ٿيڻ سان علم حصولي (يعني زهد ۽ مجاهدي جو علم) ۽ علم حضوري (يعني باطن وارو علم) ٻئي گم ٿي وڃن ها ۽ منجهس فناءَ جون نشانيون ازخود ظاهر ٿينديون.

٦٣* فرمايائون: هڪڙي ڏينهن سلطان ابراهيم اڌم قدس سره جن واٽ وٺيو پئي ويا تہ گس تي ابليس کي جو ماڻهو جي صورت ۾ هو تنهن کي بيٺل ڏٺائون ۽ ان جي پٺيءَ تي لغامن جي پري رکيل هئي ۽ دل ۾ خيال ڊوڙايائون تہ اهي لغام اسان واسطي يا ٻين ماڻهن واسطي تاهي تيار کيا اٿس. ابليس ان جي دل جو خيال معلوم کري چيس تہ ائين نہ آهي، بلک هن لغام سان آءٌ توتي سوار ٿيندس ۽ ٻيا لغام ٻين واسطي آهن، ائين چئي اهو غائب ٿي ويو. حضرت ابراهيم اڌم قدس سره پنهنجي واٽ وٺي هليا. جيڏانهن وڃڻو هون اوڏانهن روانا ٿيا تانجو هڪڙي وڏي واه جي کنڌي تي اچي رسيا ۽ اتي ڏٺائون تہ

هڪڙي پوڙهي زال جا تمام ضعيف ۽ ڪمزور ۽ اپري ۽ اکين کان انڌي آهي، سا به واه جي ڪپ تي ويٺي آهي. جڏهن پوڙهي ان کي ڏٺو ته عرض ڪيائين ته اي خدا پرست درويش خدا واسطي مون کي هن واه مان لنگهاءِ، آءٌ هتي ٽن ڏينهن کان سواءِ، ڪنهن کائڻ ۽ پيئڻ جي ويٺي آهيان. مون کي هن پر ڪو به نٿو اڪاري. حضرت ابراهيم ادهم چيو ته اڄ آءٌ توکي واه جي هن پر اڪاريان. ان پوڙهي زال چيس ته مون کي اٿڻ ويهڻ جي طاقت نه آهي آءٌ ڪيئن تو وٽ هلي اچان. حضرت ابراهيم ادهم کي ان جي هن حال تي رحم آيو. پوءِ ان کي پنهنجن ڪلهن تي کڻي واه ۾ گهڙيو. جڏهن واه جا به حصا اڪري ٽئين حصي ۾ آيو ته اها پوڙهي زال پيرن سان گهوڙي سوار وانگر ابراهيم ادهم کي اڙيون هڻڻ لڳي ۽ پاڻ کي سڃاڻڻ لاءِ لغام جا پار پتا ڏنائين. اتي حضرت ابراهيم ادهم ان کي سڃاتو ته ابليس هو پوءِ ڪلهن تان لاهي اڇلايائينس.(١)

٦٤* فرمايائون: جيڪو شخص پاڻ ۾ فطرتي استعداد نه رکي ته اهو حق جي ڳالهه نه ٻڌندو ۽ جيڪو نه ٻڌندو سو حق به نه چوندو پوءِ اهو هدايت جي واٽ ڪيئن ڏسندو؟ ڇاڪاڻ ته حق جي ٻڌڻ لاءِ پهرين ان جي ڪن ۾ آواز پهچي، تنهن کان پوءِ دل ۾ سوچ ۽ فڪر چڱي طرح ڪري ته جيئن حق جي ماهيت تي واقف ٿئي پوءِ زبان سان ڳالهائي ۽ حق ڏانهن پنهنجي نظر رکي پر

(١) هن قصي مان اسان کي عبرت ۽ نصيحت وٺڻ گهرجي ۽ هن حديث جي الفاظن سان شيطان جي شر کان پناه وٺجي: اَللّٰهُمَّ اِنِّيْ اَعُوْذُبِکَ مِنْ شَرِّ نَفْسِيْ وَاَعُوْذُبِکَ مِنْ شَرِّ کُلِّ شَيْطَانٍ مَّرِيْدٍ وَاَعُوْذُبِکَ مِنْ شَرِّ کُلِّ جَبَّارٍ عَنِيْدٍ (ترجمه: ڏٽي منهنجا! توکان نفس جي بڇڙاين کان پناه وٺان ٿو ۽ پڻ پناه وٺان ٿو سڀ ڪنهن شيطان جي شر کان ۽ پڻ پناه گهران ٿو سڀ ڪنهن حاڪم سرڪش جي شر کان) جيڪو شخص ان دعا تي هميشگي ڪندو ته الله تعاليٰ ان شخص کي نفس جي شر ۽ سرڪش حاڪم جي شر ۽ شيطان سرڪش جي مڙني قسمن جي شر کان امن ڏيندو. (مترجم)

جڏهن ته ان جي فطرت انهن ڳالهين لاءِ تيار نه آهي ته پوءِ حق سبحانه وتعاليٰ اهڙي شخص کي ٻڌڻ، سمجهڻ ۽ ڏسڻ واري نعمت کان محجوب ۽ محروم رکي ٿو جن جي شان ۾ هي آيت نازل ٿي: ”لَهُمْ قُلُوْبٌ لَّا يَفْقَهُوْنَ بِهَا وَلَهُمْ آذَانٌ لَّا يَسْمَعُوْنَ بِهَا وَلَهُمْ اَعْيُنٌ لَّا يُبْصِرُوْنَ بِهَآ اُولٰئِکَ کَالْاَنْعَامِ بَلْ هُمْ اَضَلُّ“. ترجمه: دليون اهڙيون اٿن جن سان حق کي نٿا سمجهن ۽ ڪن اهڙا اٿن جن سان حق جي ڳالهه نٿا ٻڌن ۽ اکيون اهڙيون اٿن جن سان حق کي نٿا ڏسن اهڙا ماڻهو جانورن جي مثل آهن بلڪ انهن کان وڌيڪ ڀليل آهن ان سبباں اهڙن شخصن کي الله تعاليٰ ساري موجودات مان ڪريل ڪيو ۽ ڪنهن به شيءِ سان انهن کي شراڪت ۾ نه رکيائين پاڻ اهي مغضوب ۽ مذموم ٿيا.

٦٥* فرمايائون: حضور صلي الله عليه وسلم جن جي زماني شريف ۾ ڪافرن ۽ فاسقن قرآن جي ٻڌڻ ۽ سمجهڻ جي فطرت نٿي رکي، جنهن ڪري اهي ”صُمٌّ بُکْمٌ عُمْیٌ فَهُمْ لَا يَرْجِعُوْنَ“* يعني اهي ٻوڙا گونگا انڌا آهن پوءِ اهي حق ڏانهن رجوع نه ٿيندا. ان کان پوءِ پاڻ پنهنجن يارن (مريدن) کي خطاب ڪري فرمايائون ته جيڪو حق سبحانه وتعاليٰ جي حڪمن تي مستحڪم نٿو رهي ۽ ان جي جهليل ڪمن جي حد کي پيچي ٿو ته پوءِ نفس ۽ شيطان ٻئي ان تي پنهنجو حڪم هلائين ٿا. پوءِ اهڙن شخصن جي اندر حقيقي اسلام جي بوءِ ان جي جان تائين نٿي پهچي بلڪ ظاهري اسلام کان به دور ۽ پري آهي.

بيت

ترا کين نفس کافر در کمين است
نه سر منزل رسي آنجا که دين است

ترجمه: جڏهن ته دشمن نفس تو ۾ لڪل آهي- ته پوءِ جنهن هنڌ دين ايمان آهي ان جاءِ تي نه رسندين.

٦٦* فرمايائون: حق سبحانه وتعاليٰ جا طالب اهي آهن جن خودي کان ڇوٽڪارو لهي پاڻ کي آزاد ڪري حق تعاليٰ سان وابسته ڪيو آهي ۽ انهن جو ظاهر باطن سان سينگاريل آهي ۽ باطن ظاهر سان سينگاريل آهي ۽ انهن پنهنجي نفس کي حرص ۽

هوا کان قابو ڪري ڇڏيو آهي جنهن ڪري شريعت ۽ طريقت جي دقيق ڳالهين جي سمجهڻ ۾ ڪا به گهٽتائي نه ڪئي اٿن ۽ انهن جو نفس شريعت ۽ طريقت سان موافقت ڪي ڪنهن به قسم جي ظاهري ۽ باطني ڪمن ۾ مخالفت نٿو رکي. پوءِ اهي ولايت محمدي جي منزل واري چوٽي کي رسيل آهن. باقي اسين ۽ اوهين هر وقت پنهنجا هٿ ٻڌيو ابليس مڪار جي آڏو مطيع ۽ فرمانبردار ٿيا بيٺا آهيون تنهن کان ڪيئن ڇوٽڪارو لهنداسون. البت ان کان ڇوٽڪارو لهڻ جي واٽ هي آهي ته ڪنهن صاحبدل ۽ معنيٰ واري سان صحبت رکون پوءِ اميد آهي ته ڪنهن ڏينهن انهن جي نظر ڪيميائي اثر اسان ۽ اوهان تي پوندي ته پوءِ ارڙ بلا کان ڇوٽڪارو حاصل ڪنداسون، پاڻ مثنوي جاهي بيت پڙهيائون ۽ گريو ڪيائون:

ابيات

يا تبر برگير مردانه بزن - تو علي دار اين در خيبر بکن
ورنه چون صديق و فاروق مهي مهين - طريق ديگرانرا برگزين
يا بگلبن وصل کن اين خار را - وصل کن بانار نور نار را
تانکه نور او کشد نار ترا - وصل او گلشن کند خارترا
تو مثال دوزخي او مؤمن است - کشتن آتش ز مؤمن ممکن است
مصطفيٰ فرمود از گفت جحيم - که بمؤمن لابگردد از بيم
گويدش اورا زمن ايشان زند - زآنکه نورت سوز نارم را ربود
پس هلاک نورناري مؤمن است - زآنکه بي ضد دفع ضد لايمکن است
نار ضد نور باشد روز عدل - کان زقهر انگيخته شد دين فضل
گر مي خواهي تو دفع شرنار - آب رحمت بردل آتش گمار
چشمهٔ آن آب رحمت مؤمن است - آب حيوان روح پاک محسن است
بس گريزان است نفس تو ازو - زآنکه تو چون آتشي او آب جو
زآب زاتش زان گريزان ميشود - کاتشش ازآب ويران ميشود
حس فکر تو همه آز آتش است - حس شيخ و فکر او نور خوش است

٦٧* فرمايائون: اي يارؤ! اي يائرؤ! ڪن ڏيئي ٻڌو ۽ ياد ڪريو ته عمر جا ڏينهن جيڪي وڃڻا هئا سي ويا وري موٽي نه ايندا ۽ ٻيا ڏينهن پيا وڃن. پوءِ گهرجي ته هي ٻئي پساه جي رهيا آهن،

تہ پاڻ ۾ گڏجي ڪنهن اهل الله وٹ هلي ان سان صحبت ڪريون تہ ايمان جي حلاوت يعني ميٺاج حاصل ڪريون ۽ هن دشمن نفس جي شرن کان ڇوٽڪارو لهون ڇاڪاڻ تہ اهو وڏو دشمن آهي، جيئن حديث شريف ۾ آهي: اَعْدىٰ عَدُوِّکَ نَفْسُکَ الَّتِيْ بَيْنَ جَنْبَيْکَ - يعني وڏو دشمن تنهنجو نفس آهي جيڪو تنهنجي ٻن پاسرين جي وچ ۾ آهي اهو چئي هاءِ هاءِ تي ڪيائون ۽ گريو تي ڪيائون ۽ مثنوي شريف جا ٻہ بيت هر هر تي پڙهيائون:

بيت

سال بيگہ گشت وقت کشت نہ - جز سيہ روئي و فعل زشت نہ

کرم دربيخ درخت تن فتاد - بايدش برکند بر آتش نهاد

ترجمه: (۱) سالِ يعني عمر اجائي ضائع تي وئي، پوکڻ جو وقت نہ آهي. سواءِ مُنهن جي ڪاراڻ ۽ خراب ڪم جي ڪجهہ حاصل نہ آهي. (۲) جيت وڻ جي پاڙ ۾ آهي، جنهن ان کي ڪرائي ڇڏيو آهي.بهتر اهو آهي تہ ان کي پاڙئون پٽي باهہ ۾ ساڙي ڇڏجي.

٦٨* فرمايائون: اي حق سبحانہ' وتعاليٰ جا طالب درويشؤ! اوهان کي خبر آهي تہ جيڪڏهن ڪو شخص کوهہ ۾ ڪري پوي تہ ان کي رسيءَ کان سواءِ ٻاهر اَچڻ سخت مشڪل آهي. اهڙيءَ طرح اسين ۽ اوهين هنن چئن عنصرن واري طبيعت جي کوهہ ۾ قابو ٿيا پيا آهيون. چئن عنصرن مان مرادِ هي جهان آهي يعني دنيا، جيڪا مؤمن لاءِ قيدخانو آهي: "اَلدُّنْيَا سِجْنُ لِلْمُؤْمِنِ" ۽ نفس ۽ شيطان پڻ ٻئي چور آهن تن کي پاڻ منجهہ لڪائي رکيو اٿئون تہ پوءِ انهن کان ڇوٽڪارو ڪيئن ٿيندو ۽ ان کوهہ کان ٻاهر ڪهڙيءَ طرح نڪرنداسون. پر اسان کي الله تعاليٰ جو شڪر ۽ حمد ڪرڻ گهرجي جنهن اسان کي رسو عطا ڪيو آهي، جو اسان جو مرشد ڪامل آهي، جيڪو فنا في الله آهي ۽ بقا بالله سان مشرف آهي. اميد آهي تہ اهو پنهنجي محبت ۽ قرب واري رسي سان پنهنجن بي رس مريدن کي هنن چئن عنصرن واري طبيعت(دنيا) جي کوهہ مان سلامت ٻاهر آڻيندو ۽ انهن کي حق سبحانہ' و تعاليٰ سان واصل ڪندو ۽ مثنوي جا هي بيت فرمايائون:

ابيات

عروة الوثقيٰ است اين ترک هوا - برکشد اين شاخ جان را بر سما
حمد لله کين رسن آويختيند - فضل رحمت را بهم آميختند
در رسن زن دست بيرون روز چاه - تا بہ بيني بارگاه بادشاه
تا بہ بيني عالم جان جديد - عالم بس آشکارا ناپديد
اين جهاني نيست چو مستان شده - و آن جهان هست بس پنهان شده
اينکہ پرکار است بيکار است پوست - و آنکہ پنهان است مغز اصل اوست
چشم خاکي را بخاک افتد نظر - يار بين چشمي بود نوع دگر
اسب داند اسب را کو هست يار - هم سواري داند احوال سوار
چشم حس اسپي است نور حق سوار - بي سوار اين اسب خود نايد بکار
پس ادب کن اسب را از خوئي بد - ورنہ پيش شاه باشد اسب رد
اسب بي راکب چہ داند رسم راه شاه - بايد تا بداند شاه راه
دست پنهان و قلم بين خط گذار - اسب در جولان و ناپيد سوار

ترجمه: (١) خواهش کي ڇڏڻ هڪ مضبوط ڪڙو آهي، زندگيءَ جي انهيءَ شاخ کي خدا کان سواءِ هر ڪنهن لاءِ پوري ڇڏ.
(٢) الله جي ساراهہ آهي جو اهي انهيءَ رسيءَ کي چنبڙي پيا. الله جي رحمت سان سندس ٻاجهہ کي وجي رسيا.
(٣) رسيءَ کي هٿ وجهہ، کوهہ مان ٻاهر نڪر، تان تہ بادشاهہ جي بارگاهہ ۾ پهچين.
(٤) تون حياتيءَ جي ظاهري جهان کي ڏسين ٿو، جيڪو جهان باقي رهندڙ آهي، اهو لڪل آهي.
(٥) هي اهو (باقي) رهندڙ جهان نہ آهي جنهن تي تون مست ٿو ٿئين، اهو سدائين رهندڙ جهان ٻيو آهي جيڪو لڪل آهي.
(٦) هي جيڪو پڌرو آهي، بيڪار صرف پوش يعني ڇلڪ آهي ۽ هو جيڪو لڪل آهي، سو اصلي مغز آهي.
(٧) خاڪي اک جي نظر بہ خاڪ يعني مٽيءَ تي پوندي. يار کي ڏسندڙ ڪنهن ٻئي قسم جي اک هوندي آهي.
(٨) گهوڙو هلائيندڙ ئي گهوڙي کي يار جي گهٽي ڏانهن هلائيندو آهي. سواري ئي سوار جي احوال کان واقف هوندي آهي.
(٩) حس يعني اندر جي اک گهوڙو آهي ۽ حق جو نور سوار آهي.

بغير سوار جي اهو گهوڙو ڪنهن ڪم نہ ايندو.
(١٠) پوءِ گهوڙي ڪي خراب عادت کان بچڻ جي سکيا ڏي. نہ تہ بادشاھ جي آڏو گهوڙو رد ٿيندو.
(١١) گهوڙو سوار کان سواءِ هلڻ جو طريقو ڪيئن ڄاڻندو، سوار لاءِ ضروري آهي تہ شاهراھ يعني رستي جي لاهين چاڙهين کي ڄاڻي.
(١٢) هٿ لکل ۾ قلم چئو ۽ اکر گلزار يعني باغ بهار ڪندڙ (ائين آهي جيئن) گهوڙو ڪنهن ميدان ۾ بغير سوار جي.
٦٩* فرمايائون: اي يارو! اي ياڻرو! ڪماليت وارن صاحبن جي قولن ۽ فعلن تي اعتراض نہ ڪريو ۽ جيڪڏهن اعتراض پيا ڪندؤ تہ بي نصيب ٿيندؤ ۽ پاڻ کي گمراهيءَ جي کڏ ۾ وجهندؤ. پوءِ پاڻ مثنوي جا هي بيت پڙهيائون:

ابيات

تير پرّاني و ناپيد کمان - جانها پيدا و پنهان جان جان
تير را مشکن که اين تير شهي است - نيست پرتابي زشت آگهي است
مارميت اذ رميت گفت حق - کارها با کار او دارد سبق
خشم خود بشکن تو مشکن تير را - چشم خشمت خون شمارد شير را
بوسه ده بر تير پيش شاه بر - تير خون آلوده از خون تو تر
شيخ فعال است بي آلت چو حق - بامريدان داده بي گفت سبق
دل بدست او چو موم نرم رام - مهر او تنگ سازد گاه نام
پاي در دريامنه کم گو ازان - بر لب دريا خمش کن لب گزان

ترجمه: (١) تير اڏامندڙ ۽ ڪمان غائب آهي. جانيون ظاهر آهن ۽ زندگيءَ جو راز لڪل آهي.
(٢) تير کي نہ ڀڃ جو اهو شاهي تير آهي. اهو تيرانداز نہ آهي، جيڪو گهنڊ کان آگاھ هجي.
(٣) جڏهن تو تير اڇلايو تہ اهو تو نہ اڇلايو، الله جل شانه فرمايو، سندس ڪمن مان هر ڪم ۾ ڪو نہ ڪو سبق آهي.
(٤) پنهنجي ڪاوڙ کي ٽوڙ، تير کي نہ ٽوڙ، تنهنجي غضبناڪ اک تير کي رت شمار ڪري ٿي.

(٥) بادشاهہ جي قاصد جي سامهون تير کي چمي ڏي، رت مليل تير تنهنجي ئي رت سان ڀريل آهي.
(٦)شيخ فعال ۽ حق جيان بنان هشيار آهي. مريدن کي بغير چوڻ جي سبق ڏي ٿو.
(٧) دل سندس هٿ ۾ موم وانگر نرم ۽ فرمانبردار ٿيو وڃي، سندس پيار ۽ محبت شاهي تخت کي بہ تنگ ڪريو ڇڏي.
(٨) پير پنهنجا دريا ۾ نہ رک. انهن سان گهٽ ڳالهاءِ، چپن جي درياءَ تي ڪٽيل چپن وانگر خاموشي لاڳو ڪر.

٧٠* فرمايائون تہ: خواجه عبيدالله احرار قدس سره کان منقول آهي تہ پاڻ هڪڙي ڏينهن پنهنجي يارن ۽ احبابن کي فرمايائون تہ جمعي جي ڏينهن ۾ هڪڙي ساعت آهي جنهن ۾ الله تعاليٰ کان پنهنجي حاجت لاءِ دعا گهرجي تہ اها قبوليت هيٺ اچي. الله تعاليٰ اوهان کي اها ساعت نصيب ڪري تہ اوهين ان کان ڇا جو سوال ڪندا؟ پوءِ انهن مان هرهڪ پنهنجي استعداد موجب جواب ڏنا. ان کان پوءِ خواجه صاحب جن فرمايو تہ مون کي جيڪڏهن اها ساعت هٿ اچي تہ آءٌ الله تعاليٰ کان هي سوال ڪريان تہ مون کي اهل دل ۽ جمعيت وارن جي صحبت نصيب ڪر، جيئن انهن سان هميشه گڏ هجان ۽ انهن کان جدا نہ ٿيان. ان کان پوءِ پاڻ پنهنجن يارن کي هن طرح خطاب ڪيائون تہ حضرت خواجه عبيدالله قدس سره پاڻ صاحب جمعيت جا هئا انهيءَ پنهنجن مريدن کي صحبت جي ترغيب ۽ شوق ڏيارڻ لاءِ اها نصيحت فرمائي هئي.

٧١* فرمايائون تہ اي يارو! اي ياڻرو! اوهان تي هيءَ ڳالهہ لازم بلڪ فرض آهي تہ جنهن هنڌ ۽ جنهن مڪان تي ڪو اهل معنيٰ وارو ۽ صاحب دل ڏسو تہ ان جي حضور ۾ جلدي وڃي ان سان صحبت ڪريو ۽ اهو اوهان جي طبيعت موافق وعظ ۽ نصيحت ڪري تہ پوءِ ادب سان ويهي ٻڌو ۽ اهو ادب هي آهي تہ ان جي حضور ۾ پنهنجي دل کي بيهودن خيالن کان محفوظ رکجي. هن باب ۾ مولانا روم مثنوي ۾ فرمائي ٿو:

بيت

دل نگهداريد اي بي حاصلان - در حضور حضرت صاحب دلان

اي بد نصيبؤ! پنهنجي دل کي نگاهه ۾ رکو يعني صاحبدلن جي حضور ۾ اجايا خيال دل ۾ نہ آڻيو. جيڪڏهن ان شخص جو ظاهر ۽ باطن اوهان جي مرشد جي طريقي سان موافقت نٿو ڪري ۽ ان جي مجلس ۾ اوهان جي دل کي جمعيت ۽ سڪون نہ اچي تہ پوءِ اهڙي سان صحبت نہ ڪجي.

٧٢* فرمايائون تہ طريقي وارن طالبن ۽ مريدن سان صحبت ڪجي. ڇاڪاڻ تہ اهي ظاهر ۽ باطن ۾ هڪ ٻئي سان موافقت ٿا رکن ۽ انهن جي مجلس ۾ پنهنجي طريقي جي مرشد ۽ طريقت وارن مرشدن کان سواءِ ٻي ڪا گفتگو پاڻ ۾ نٿا ڪن. خاص ڪري مقتدي طالب کي پنهنجي مرشدن کان سواءِ ٻي ڪا گفتگو نہ ڪرڻ گهرجي. ڇاڪاڻ تہ ان جو حال ان ڪچي تند جهڙو آهي جنهن کي ڪا قوت نہ آهي. البت منتهي مريد کي اختيار آهي، جتي وڃڻ گهري تہ ڀلي وڃي. جڏهن تہ اهو پاڻ ٻئي تي اثر وجهندڙ آهي ۽ نہ ٻئي جو اثر وٺندڙ آهي. ان باب ۾ پاڻ هي مثال ڏنائون تہ جڏهن حضرت پير سائين روضي ڌڻي رضي الله تعاليٰ عنه جن ڪڇ ملڪ جي سفر جي ارادي سان روانا ٿيا ۽ سندن لنگهڻ لواري کان ٿيو تہ اتي خليفي آدم خان ۽ خليفي بخش علي ٽالپر ۽ قاضي عبدالرحمان سندن خدمت ۾ اچي مخدوم محمد زمان قدس سره جي مقبري جي زيارت ۽ مخدوم ميان گل محمد جو ان وقت سجاده نشين هو، تنهن سان ملاقات ڪرڻ جي اجازت گهري. پاڻ انهن کي رخصت ڏنائون، پوءِ هيءُ فقير بہ انهن سان همراهه ٿي هليو ۽ ان ڪامل بزرگ کي ملياسون ۽ ڪجھ وقت وٽس هئاسون ۽ جڏهن اتان اٿياسون تڏهن سيني چيو تہ بزرگ ڪامل شخص آهي تہ اتي خليفي آدم خان چيو تہ بيشڪ بزرگ حال جو صاحب ۽ ڪماليت وارو آهي پر جيڪڏهن اسان جي مرشد جي طريقي سان منسلڪ ٿئي تہ (يعني قادري طريقي ۾ داخل ٿئي) تہ اڃان بہ وڌيڪ ترقي ۽ فيض جي ڪماليت حاصل ٿئيس. پوءِ اهڙو مريد جيڪڏهن ٻئي پير وٽ ويندو تہ ان کي وڃڻ جائز

آهي جيئن خليفي ميان آدم خان جي ارادي واري حال ۾ عقيدي تي ڪنهن تير جو نشان سندس دل تي اثر نہ ڪيو.

٧٣* فرمايائون تہ دنيا جو دام (يعني مڪر ۽ فريب جي ڦاهي) ڇڏي حق سبحانہ' وتعاليٰ ڏانهن پنهنجو منهن رکجي. ان تي پاڻ حافظ شيرازي عليہ الرحمہ جو هي بيت پڙهيائون:

بيت

حافظا مي خور وَرندي کن و خوش باش ولي
دام تزوير مکن چون ديگران قرآن را

ترجمہ: اي حافظ! شراب پيءُ ۽ بي دين رهو ۽ خوش هج پر ٻين وانگر قرآن کي مڪر ۽ فريب جو دام نہ ٺاهہ.

۽ پڻ هي حديث بيان فرمايائون: اَلدُّنيَا جِيفَةٌ وَطَالِبُهَا کِلَابٌ، يعني دنيا ڍونڍ جي مثل آهن ۽ ان جا طلبيندڙ ڪتن جي مثل آهي ۽ هي بيت پڻ زبان مبارڪ تي آندائون:

بيت

سگ دون همت استخوان جويد - بچہ شير مغز جان جويد

ترجمہ: بي همت ڪتو هڏا ڳولي - شينهن جو ٻچو ڪاڏي لاءِ دل کي ڳولي.

پاڻ فرمايائون تہ شينهن جي ٻچي مان موليٰ پاڪ جل شانہ' جا طالب مراد آهن ڇاڪاڻ تہ اهي مرد نہ آهن جن جي شان ۾ طالب الموليٰ مذڪر آيو آهي.

٧٤* فرمايائون تہ حضرت پير سائين روضي ڌڻي رضي الله تعاليٰ عنہ جن ابتدائي حال ۾ هن فقير کي هن بيت سان خطاب ڪندا هئا:

بيت

مرد آن باشد کہ باشد شہ شناس - مي شناسد شاه رادر هر لباس

ترجمہ: مرد اهو آهي جو بادشاهہ کي سڃاڻي. اهو سڀ ڪنهن ويس ۾ بادشاه کي سڃاڻي.

۽ آخر حال جو ڪمال الڪمال جو درجو آهي هن بيت سان خطاب فرمايائون:

بيت

مرد آن باشد کہ باشد خود شناس - مي شناسد خويش را در هر لباس
ترجمه: مرد اهو آهي جيڪو پاڻ کي سڃاڻندڙ آهي ۽ سڀ ڪنهن رنگ ۾ پاڻ کي سڃاڻي ٿو.

٧٥* فرمايائون ته حديث ۾ آيو آهي ته: مَنْ عَرَفَ نَفْسَهٗ فَقَدْ عَرَفَ رَبَّهٗ يعني جنهن پنهنجي نفس کي سڃاتو بيشڪ ان پنهنجي رب کي سڃاتو ۽ اها ڳالهه مرشد ڪامل جي صحبت کان سواءِ گهڻو مشڪل آهي ۽ ٻڌ ته حق سبحانه' وتعاليٰ کي سڃاڻڻ نفس جي سڃاڻڻ سان ڳنڍيل آهي. پوءِ ان کي سڃاڻڻ ضروري آهي.

نفس جون چار حالتون آهن:

هڪڙو نفس اماره يعني حرص ۽ خواهش سان بڇڙاين جو امر ڪندڙ آهي جنهن لاءِ الله تعاليٰ سورت يوسف ۾ فرمائي ٿو: اِنَّ النَّفْسَ لَاَمَّارَةٌ بِالسُّوْءِ. بيشڪ نفس بڇڙائي جو امر ڪندڙ آهي. ٻيون نفس "لوامه" يعني بڇڙن ڪمن ڪرڻ کان پوءِ پاڻ کي ملامت ڪري ٿو. ان کان پوءِ حق سبحانه' وتعاليٰ جي امر ۽ نهي وارن ڪمن تي وسيع ٿئي ٿو ۽ ڪڏهن ڪڏهن سهو مان ڪو گناهه ڪري ٿو ته في الفور توبه ڪري پاڻ کي ملامت ٿو ڪري جنهن لاءِ هي آيت شاهد آهي: لَآ اُقْسِمُ بِالنَّفْسِ اللَّوَّامَةِ يعني ملامت ڪندڙ نفس جو قسم آهي. ٽيون مَلْهَمَهٗ يعني پاڻ سان جنگ ۽ جهيڙو ڪندڙ. پوءِ سندس اها جنگ فرمانبرداري وارن ڪمن ۾ هجي خواه نافرماني وارن ڪمن ۾ هجي. نافرماني ڪرڻ وقت پاڻ کي هٿيار ڪري نفس کي چوي ٿو ته اي نفس! تون الله تعاليٰ جي حڪمن کان نافرمان ٿيو آهين نافرماني ڇڏي ڏي ۽ فرمان برداري وارن ڪمن ۾ جنگ هي آهي ته نفس کي چوي ته اي نفس! الله تعاليٰ جي فرمانبرداري جو جيئن حق آهي سو توکان ادا نٿو ٿئي تنهن ڪري تون ان جي فرمانبرداري ڏانهن رغبت ۽ شوق رک. غرض ته ٻنهين حالتن ۾ پنهنجي نفس سان جهيڙو ڪري ۽ پنهنجن تشبيهات کي تنزيہ ڏانهن ٿو ٿاٽي. چوٿون مطمئنه - مطمئنه جي معنيٰ مڙني فڪرن ۽ خطرن کان قلب کي آرام ۽

سڪون هجي. اهڙو نفس رضا وارن صاحبن جو آهي جيڪي مڙني احوالن ۽ مقامن کان درجي بدرجي ترقي ۽ گذر ڪري رضا جي مقام تي پهتا آهن جن کي الله تعاليٰ هن دنيا ۾ خوشخبري جو وعدو ڏنو آهي. جيئن سورت الفجر ۾ فرمائي ٿو: يَآاَيَّتُهَا النَّفْسُ الْمُطْمَئِنَّةُ * ارْجِعِيْٓ اِلٰي رَبِّكِ رَاضِيَةً مَّرْضِيَّةً * فَادْخُلِيْ فِيْ عِبَادِيْ وَادْخُلِيْ جَنَّتِيْ* يعني اي مطمئن نفس! اچ اچ!! جو مون کي تنهنجي سڏ آهي، جڏهن تہ منهنجو خوش هجڻ تنهنجي رضا سببان آهي. پوءِ جيڪي ماڻهو نفساني خواهشن، لذتن، سڌن، حرصن، شهوتن، ڪاوڙ، حسد، ساڙ، خودپسندي ۽ غرور ۾ هميشہ غرق آهن، اهڙن شخصن جو نفس اماره آهي. پوءِ اهڙا شخص جيڪي نفس جي تابع آهن سي جانورن کان بدتر ۽ بڇڙا آهن. جن جي شان ۾ اُولٰئِکَ کَالْاَنْعَامِ بَلْ هُمْ اَضَلُّ سَبِيْلًا يعني نفس جي تابع جانورن جهڙا آهن بلڪ انهن کان بہ گهڻو واٽ کان ڀليل آهن ۽ اهي ماڻهو جي بڇڙن ڪمن تي پاڻ کي ملامت ۽ افسوس ٿا ڪن ۽ گهڻي عجز ۽ زاري سان آه ۽ فرياد سان گناهن تي پشيمان ٿي بخشش ٿا گهرن ٿا ۽ نيڪ عملن ڏانهن ڪوشش ٿا ڪن تہ اها صفت نفس لوامه جي آهي. اهو نفس ابرارن جو آهي ۽ اهي شخص جيڪي حق سبحانه‘ وتعاليٰ جي ڪمن جي ادائگي قولن خواه فعلن ۾ ڪن ٿا ۽ براين کان بيزار آهن ۽ پنهنجي قول ۽ فعل جي حق سبحانه‘ وتعاليٰ سان موافقت ٿا رکن ۽ اهي ايتري تي اڪتفا نٿا ڪن، بلڪ اهي پنهنجي موهوم هستي کي حق سبحانه‘ وتعاليٰ جي هستي ۾ معدوم ۽ نفي ٿا پائين تہ اها صفت نفس ملهمه جي آهي. هن نفس وارو صاحب لوامه واري نفس کان بہ قدم حق سبحانه‘ کي ويجهو آهي. اهڙي شخص کي حق سبحانه‘ وتعاليٰ جذبن مان هڪ جذب (ڪشش) عطا ٿيو آهي. يَفْعَلُ اللّٰهُ مَا يَشَآءُ يعني اهو نفس سالڪن جو آهي. ۽ هي شخص جن موهوم هستي کان پاڻ کي ڪليۃً فنا ڪيو آهي ۽ ڪثرت جي لهرين کي وحدت جي درياءَ ۾ غرق ڪيو اٿن ۽ منجهائن بشري صفتون ڪليۃً گم ٿي فنا في الله کان گذري ڪري بقا بالله سان مشرف ٿيا آهن ۽ تلوين کان ٻاهر اچي تمڪين جا

صاحب ٿيا آهن. اها صفت مطمئن نفس جي آهي جن کي الله تعاليٰ هن آيت جي بشارت سان خطاب فرمايو آهي: يَاأَيَّتُهَا النَّفْسُ الْمُطْمَئِنَّةُ * ارْجِعِيْ إِلٰي رَبِّكِ رَاضِيَةً مَّرْضِيَّةً * اهڙي صفت وارو نفس ڪاملن مڪملن عارفن جو آهي جن کي ذات حق جو مشاهدو ۽ ڏسڻ نصيب ٿيو آهي.

٧٦* فرمايائون ته پاڻ سڳورا صلي عليه وسلم ٻنهين جهانن جا سردار ۽ بادشاهه آهن، پوءِ پاڻ جنهن واٽ کان گذر ڪيو اٿن ته سندن لشڪر يعني سندن خاص امت به ان رستي تان گذر ڪندي. پوءِ حق سبحانهٗ جو پورو ديدار پاڻ سڳورن سان مخصوص آهي ۽ هن امت جي اوليائن کي سندن متابعت آهر ديدار نصيب ٿئي ٿو.

٧٧* فرمايائون ته انسان ساري موجودات خواه چوپايو جانور هجي خواه اڏامندڙ پکي ۽ ٻيا حيوان ۽ جن، شيطان تن مڙني کي جامع آهي پوءِ انهن چوپاين ۽ حيوانن جون صفتون هن انسان جي صورت ۾ موجود آهن ڇاڪاڻ ته هي انسان پاڻ جانورن جي مثل آهي. مگر ڪامل انسان انهن حيوانن جي صفتن کان ڇٽل آهي. "فناءَ الفنا" سان مشرف ٿي "بقاءَ البقا" سان معزز ٿيا آهن، في الحقيقت ڪامل انسان پاڻ سڳورا آهن، جو افضل بشر آهن جن جي شان ۾ الله تعاليٰ فرمائي ٿو: يَنْظُرُوْنَ اِلَيْکَ وَهُمْ لَا يُبْصِرُوْنَ (ترجمه: توڏانهن نهارين ٿا حال هي ته اهي ڏسن نٿا) ۽ آيت پڻ ڪامل انسان تي ڳالهائي ٿي. پاڻ هي بيت پڙهيائون.

نه بشر خوانمت اي دوست، نه حور و پري
اين همه برتو حجاب است تو چيزي ديگري
تو جان پاڪي سربسر نه آب و خاک اي نازنين
والله زجان هم پاک تر روحي فداک اي نازنين
پاکان نديده روءِ تو دادند جان بر بوءِ تو
اينک بکرد، کوئتو صد جان پاک اي نازنين

ترجمه: (١) اي دوست! نه توکي بشر چوان ٿو نه حور و پري، اهي سڀ تنهنجي مٿان حجاب آهن تون ته ڪا شيءِ ٻي آهين.
(٢) تون سراسر پاک جان آهين، پاڻي ۽ مٽيءَ جي روپ

۾ آيو آهين اي نازنين. الله جو قسم! جان ڪان بہ پاڪ آهين منهنجو روح تنهنجي مٿان فدا هجي اي نازنين.

(٣) پاڪ انسانن تنهنجو منهن مبارڪ نہ ڏٺو آهي، تڏهن بہ تنهنجي جهلڪ (اميد) تي جان ڏين ٿا.

(۴) ائين جيئن تنهنجي گليءَ کي ڪيائين سو جان پاڪ اي نازنين.

۽ پڻ مثنوي جا هي بيت پڙهيائون:

کافران ديدند احمد را بشر - مي نہ ديدند ازوي آن شق القمر
و آنکہ او کف ديد دريا را نديد - زآنکہ حالي ديد فردا را نديد

ترجمه: ڪافرن پاڻ سڳورن کي بشر جي صورت ۾ ڏٺو ۽ وٽائن چنڊ جي چيرجڻ (شق القمر) جو معجزو نہ ڏٺائون. سمنڊ جي جهاڳ يا ڦيڻ کي تہ ڏٺائون ۽ سمنڊ کي نہ ڏٺائون.

٧٨* فرمايائون تہ انسان بہ اهڙي طرح منيب جو نائب آهي ۽ معنيٰ هن طرح بيان ڪيائون تہ نبي سڳورا منيب آهن ۽ اولياءَ ۽ علماءَ نبين سڳورن جا نائب آهن. جو اهي عُلَمَاءُ "اُمَّتِيْ كَاَنْبِيَاءِ بَنِيْ اِسْرَائِيْلَ" جو شرف رکن ٿا. يعني منهنجي امت جا عالم بني اسرائيل جي نبين جهڙا آهن (الحديث)

هن حديث مان علماءَ ظاهر مراد نہ آهن جن علم کي دنيا جي لاءِ حاصل ڪرڻ جو وسيلو ٺاهيو آهي ۽ انهن پاڻ کي هلاڪت واري کُن ۾ ڪٽي اڇلايو آهي.

٧٩* فرمايائون تہ هي آيت: " اَفَرَاَيْتَ مَنِ اتَّخَذَ اِلٰهَهٗ هَوٰىهُ" (ترجمه) تو ڪڏهن ان شخص کي ڏٺو جنهن پنهنجي خواهشن کي معبود بڻايو. اهڙن شخصن تي خطاب پر عتاب باتاب ملامت ٿي ڪري. ائين چئي هي بيت فرمايائون:

بيت

ما ز قرآن مغز را برداشتيم - استخوان پيش سگان انداختيم

ترجمه: اسان قرآن مان مغز ڪنيو هڏا ڪتن جي اڳيان اڇلاياسون. هڏن مان مراد دنيا جو نفعو حاصل ڪرڻ آهي. ڇاڪاڻ تہ ظاهر جا عالم خسيس دنيا جي نفعي تي پاڻ کي ازلي اجر کان پري ڪري دين متين کي دنيا جي لالچ تي برباد ٿا ڪن ۽ هن حديث

"اَلدُّنيَا جِيفَةٌ وَطَالِبُهَا كِلَابٌ" تي نظر نتا رکن. يعني دنيا ڍونيد آهي ۽ ان جا طلبيندڙ ڪتا آهن ۽ پڻ "وَفِي السَّمَآءِ رِزْقُكُمْ وَمَا تُوْعَدُوْنَ" تي ڀروسو نہ اٿن. (ترجمہ) ۽ آسمان ۾ اوهان جو رزق آهي ۽ جيڪي اوهان کي وعدو ڏنو ويو آهي. ۽ پڻ هن آيت مان ذوق حاصل نہ ڪيو اٿن: " فَتَوَكَّلُوْآ اِنْ كُنْتُمْ مُؤْمِنِيْنَ" (ترجمو) پوءِ اوهين الله تي ڀروسو رکو جيڪڏهن اوهين مؤمن آهيو.

٨٠* فرمايائون توڪل ايمان جو شرط آهي جڏهن شرط نہ ليندو تہ پوءِ مشروط ڪٿان ليندو ۽ پڻ هن هنڌ تي پاڻ ڪيميائي سعادت مان هڪ نقل بيان ڪيائون، اهو ڪتاب امام غزالي قدس سره جو جوڙيل آهي، تنهن ۾ آهي تہ بزرگن مان هڪڙو بزرگ مسجد ۾ آيو ۽ مسجد جي امام پٺيان نماز ادا ڪيائين ۽ مسجد جي ملان کان مسجد ۾ اعتڪاف ڪرڻ جي موڪل گهريائين. ملان چيس تہ هتي اعتڪاف ۾ نہ ويهہ. بزرگ چيو تہ ڇاجي ڪري منع ٿو ڪرين؟ ملان چيس تہ منع ڪرڻ جو سبب هي آهي جو تون ماني ڪٿان کائيندين؟ بزرگ چيس تہ هن شهر ۾ هڪ آتش پرست گبر آهي جنهن مون کي دعوت ڏني آهي تہ ڏهہ ڏينهن ماني منهنجي ڪاءِ ۽ ماني پاڻهين رسائيندس. ملان چيس تہ پوءِ پلي ويهہ. بزرگ چيس تہ توکي امامت ڪرڻ نہ گهرجي، تنهن تي ملان چيس تہ جيڪڏهن امامت کي ڇڏيان تہ پوءِ قوت وغيره ڪٿان آڻيندس؟ بزرگ چيس تہ صبر ڪر جيڪي رڪعتون نماز جون تنهنجي پٺيان پڙهيون اٿم تن کي وري قضا ڪريان.

٨١ * فرمايائون حضرت پير سائين رضي الله عنه جن ظاهر وارن پڙهلين جي باري ۾ هي نقل فرمائيندا هئا تہ هڪڙا ٻہ انڌا هئا انهن مان هڪڙو مادرزاد يعني ڄائي ڄم کان انڌو هو ۽ ٻيو ڇيڇڪ يعني ماتا جي داڻن نڪرڻ ڪري نابين ٿيو هو. اتفاقًا هڪڙي رات اهي ٻئي انڌا ڪنهن ٿانو ۾ کير وجهي ماني کائڻ لڳا. مادرزاد انڌي نابين کي چيو تہ کير کهڙو نہ مٺو آهي تنهن تي نابين چيس تہ کير جو رنگ کهڙو نہ سفيد ۽ اڇو آهي. مادرزاد چيس تہ اڇي جو رنگ کهڙو ٿيندو آهي؟ نابين انڌي چيس تہ ان جو رنگ بگهہ پکيءَ جهڙو اڇو ٿيندو آهي. ما

انڌي چيس تہ ٻگھہ جو قد ٻت ڪيڏو آهي؟ نابين انڌي پنهنجا ٻئي هٿ ڏگها ڪري مادرزاد جي ڪلهن تي رکي چيو تہ ايڏي ٻچي ڏگھي اٿس ۽ ايڏو ئي سندس ٻت ويڪرو ڏگھو آهي. مادرزاد جڏهن ٻگھہ جي ڏيگھہ ۽ ويڪر ٻڌي ۽ پانيائين تہ کير بہ ان وانگر آهي پوءِ کير واري ٿانو کي ڇڏي ڇيائين تہ ايڏي ڏگھي قد ۽ بدن وارو منهنجي نڙيءَ مان نہ لنگھندو.

٨٢* فرمايائون تہ هنن ٻنهي انڌن جي معنيٰ هي آهي تہ جيڪو مادرزاد انڌو آهي تنهن جي خلقت ۽ بينش اصل ڪان نہ هئي جنهن ڪري هن عالم جي سببان هن عالم جي حقيقت ڪان محجوب ٿيو. اهڙيءَ طرح پڙهيل ظاهر وارن کي، جماعت حق کي سمجھڻ ۽ سڃاڻڻ جي بصيرت نہ آهي ۽ دنيا جي ظاهري جاه ۽ مال ۽ لذتن جي محبت ۾ گرفتار آهن ۽ ساري عمر انهن ۾ کپائي اٿن ۽ حرص کي نہ ڇڏيائون. پوءِ اهي هن آيت سڳوريءَ جي وعيد شديد ۾ داخل آهن: ” مَنْ كَانَ فِي هٰذِهٖٓ اَعْمٰي فَهُوَ فِي الْاٰخِرَةِ اَعْمٰي “ يعني جيڪو هن دنيا ۾ (حق کي سمجھڻ ۽ سڃاڻڻ کان) انڌو آهي، اهو آخرت ۾ انڌو آهي ۽ ٻيو نابين انڌو جنهن جون اکيون ماتا جي عارضي جي سبب ڪري معذور ۽ معيوب ٿيون آهن. تنهن جي معنيٰ آهي تہ دل وارن جي صحبت ڇڏي نا اهلن جي صحبت ۾ رهيو جنهن ڪري سندس دل جي اک ڏسڻ کان انڌي ٿي آهي. پر جيڪڏهن اهل الله سان صحبت رکندو تہ ان نابينائي کان ڇوٽڪارو لهندو ۽ ان جي صحبت مان بيحد فائدو حاصل ڪندو. ”ذٰلِكَ فَضْلُ اللّٰهِ يُؤْتِيْهِ مَنْ يَّشَآءُ وَاللّٰهُ ذُوالْفَضْلِ الْعَظِيْمِ “* (ترجمه) هي الله جي مهرباني ۽ فضل آهي جنهن کي گھري تنهن کي ڏي ۽ الله وڏو مهربان ۽ فضل جو صاحب آهي.) پوءِ ظاهرپڙهيلن جي پهرين جماعت ان مادرزاد انڌي جي مثل آهي جيڪي اهل الله سان صحبت ڪرڻ کان حجاب ٿا ڪن انهن جو مثال چمڙي ۽ سڄ جو آهي.

٨٣* فرمايائون تہ ظاهري پڙهيلن کي ”اَلْعِلْمُ نُقْطَةٌ “ جي معنيٰ سمجھہ ۾ نہ ايندي ۽ ان جي معنيٰ هنن ظاهر چمڙي جي جلد ٻڌل ڪتابن ۾ پوري ٿيندي بلڪ ان نقطي جي معنيٰ دل جي جلد

واري ڪتاب ۾ پوري ٿيندي.

هي نقطو بظاهر ٿورڙو ۽ سولو آهي پر حقيقت ۾ بار آهي جنهن جي ڳري هجڻ سبب زمين ۽ آسمان ٻنهين (بار کڻڻ کان) انڪار ڪيو. ان تي هي آيت سڳوري پڙهيائون: اِنَّا عَرَضْنَا الْاَمَانَةَ عَلَي السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضَ وَالْجِبَالِ فَاَبَيْنَ اَنْ يَّحْمِلْنَهَا وَاَشْفَقْنَ مِنْهَا. (ترجمه) بيشڪ اسان آسمانن ۽ زمين اڳيان امانت رکي پوءِ انهن ڊپ کان امانت جي کڻڻ کان انڪار ڪيو.

٨٤* فرمايائون ته ظاهر جا علماءَ جاهلن لاءِ غنيمت آهن ۽ انهن کي ديني علم امر ۽ نهي جو ٿا ڏسين ۽ گمراهي کان هدايت جو امر ٿا ڪن. اسين انهن تي اعتراض نٿا ڪريون. البت ايترو چئون ٿا ته جيئن هن ظاهر واري علم جي ڪوشش ۽ سعيو ڪريو ٿا تيئن باطن جي علم ڏانهن پنهنجا قدم اڳتي وڌايو. پر شايد انهن جي هوش وارن ڪَنن تي هيءَ صدا نه رسي آهي. "اَلْعِلْمُ بَحْرٌ وَ عِلْمُ الْعِلْمِ اَمْوَاجٌ" يعني علم سمنڊ آهي ۽ سمنڊ ۽ علم جون بي انداز ڇوليون ۽ لهرون آهن. پاڻ سڳورن کي الله تعاليٰ گهڻوئي علم عطا ڪيو هو ته به ڪين هن آيت سان خطاب ٿيو: وَقُلْ رَّبِّ زِدْنِيْ عِلْمًا (ترجمه) ۽ (اي محمد ﷺ!) چؤ اي منهنجا پالڻهار! مون کي علم ۾ زياده ڪر (يعني اجان علم گهڻو ڏي) اهو اشارو لدني علم ڏانهن آهي نه پڙهڻ ۽ نه سکڻ واري علم ڏانهن ۽ لدني علم جي معنيٰ آهي دل وارو علم. پاڻ مثنوي جا هي بيت پڙهيائون:

بيت

اين همه علم جسم مختصر است - علم رفتن به راه حق دگر است.
علم نبود غير علم عاشقي - مابقي تلبيس ابليس شقي.
علم رسمي سربسر قيل است قال - نه ازو ڪيفيتي حاصل شود نه حال.

ترجمه: (١) هي جسم جو علم ننڍو مختصر آهي، حق سبحانه ڏانهن وڃڻ واري واٽ جو علم ٻيو آهي.

(٢) عشق جي علم کان سواءِ ٻيو علم ناهي، ان کان سواءِ ٻيو جيڪو علم آهي سو بدبخت ابليس جو مڪر آهي.

(٣) رسمي علم محض قيل قال آهي، جنهن مان نڪي

حال حاصل ٿئي ۽ نڪي ڪيفيت.

٨٥* فرمايائون ته خواجه عبيدالله احرار قدس سره پنهنجي ملفوظات ۾ لکن ٿا ته "طالب کي گهرجي ته ظاهر واري علماءِ سان صحبت نه رکي، ڇاڪاڻ ته انهن جي صحبت، محبت الهي واسطي بَندُ آهي ڇاڪاڻ ته انهن تي احڪامن جو غلبو آهي ۽ حال جو غلبو ڪونهي. انهيءَ ڪري انهن سان ميل جول نه ڪري."

خواجه صاحب جن فرمايو ته اهي علماءَ ۽ عابد ۽ زاهد سڀ غنيمت آهن اسين انهن جا معتقد آهيون پر اهي طريقت ۾ اسان سان مناسبت نٿا رکن جو پنهنجي باطن کي روشن ڪن.

٨٦* فرمايائون ته ظاهر وارن پڙهيلن کي گهرجي ته ڪنهن اهل دل کي ڳولڻ ۾ جستجو ڪن ۽ پاڻ کي ان وٽ پهچائين ته ان ڪمال واري صاحب کان ظاهري خواه باطني ڪماليتون حاصل ڪن. ڇاڪاڻ ته اهي حق سبحانه وتعالىٰ تائين پهچڻ جو وسيلو آهن جيئن الله تعالىٰ قرآن شريف ۾ فرمائي ٿو: وابتغوا اليه الوسيلة (ترجمه) ۽ اوهين الله ڏانهن (پهچڻ جو) وسيلو ڳوليو ۽ پڻ حديث شريف ۾ آهي: اَصۡحَابِيۡ كَالنُّجُوۡمِ فَبِاَيِّهِمۡ اقۡتَدَيۡتُمۡ اهۡتَدَيۡتُمۡ (ترجمه) پاڻ ﷺ جن فرمايو ته منهنجا اصحاب تارن جي مثل آهن پوءِ انهن مان جنهن جي اقتدا ڪندو ته هدايت لهندو. اصحابن ڪرامن کي اها ڪماليت سندن متابعت جي ڪري هٿ آئي. اهڙي طرح الله تعالىٰ جي ڪامل ولين کي ڪماليت ملي آهي، سا به سندن متابعت سببان آهي جو انهن کي سندن متابعت جي ڪري ڪماليت مان بي انداز ڀاڱو عطا ٿيو آهي. انهيءَ سببان عادت جي خلاف انهن کان ڪرامتون گهڻيون صادر ٿيون آهن ۽ ارادتمندن کي پڻ ڪماليت سببان مشاهدا پيا ٿين ۽ بي ارادي وارن جو مثال ابوجهل جهڙو آهي جنهن ازلي بدبختيءَ سببان پاڻ سڳورن ﷺ کي جادوگر ٿي ڀانيو.

بيت

هرڪه او رويش به بهودي نداشت - ديدن اورا نبي سودي نداشت

ترجمه: جنهن پنهنجو منهن ڪاملن سان چڱو نه رکيو، اهڙن (منافقن) کي پاڻ سڳورن جي ڏسڻ به ڪو فائدو نه ڏنو.

تنهن ڪري انهن پڙهيلين جي جماعت کي گهرجي ته همت وارو سندرو ٻڌي انهن ڪاملن جي خدمت ۾ اچي انهن جي ظاهري ۽ باطني حڪمتن کان روگرداني نه ڪن، بلڪ وار جي تند جيتري به مخالفت نه ڪن. پوءِ ان حال تي پنج يا ڏهه ورهه مداومت ڪن ته انهن جي صحبت ۽ خدمت جي برڪت سان باطني علم مان قدري نصيب ملندن. هن هنڌ تي ڪنهن بزرگ چيو آهي:

پير ره ڪبريت احمر آمده است - سينه او بحر اخضر آمده است

ترجمه: طريقت جو پير مثل پارس جي آيو آهي. ان جو سينو (باطني انوارن سان) بحر اخضر آيو آهي ۽ هن هنڌ تي هي بيت پڙهيائون:

بيت

درين ره بجز مرد راعي نرفت - گر آن شد ڪه دنبال داعي نرفت
گر ترا پير ايــن چنين آيد پديد - قفل در دست ترا ڪليد آيد پديد

(ترجمه) جيڪڏهن توکي اهڙو پير ملي وڃي ته جڻ ڪلف کي چابي ملي وئي.

مثنوي جا هي بيت پڻ پڙهيائون:

هر ڪه خواهد همنشيني باخدا - کو نشيند در حضور اوليا
هر ڪه شد دور از حضور اوليا - در حقيقت گشت او دور از خدا

ترجمه: (١) جيڪو الله تعاليٰ سان هم نشين ٿيڻ گهري، ان کي گهرجي ته ڪامل ولين جي حضور ۾ رهي.

(٢) جيڪو ولي ڪامل جي صحبت کان پري ٿئي، حقيقت ۾ اهو الله کان پري ٿيو.

۽ پاڻ هي بيت پڙهيائون:

جامه شوئي گر بخواهي اي جوان -رو مگردان از دڪان گاذران

ترجمه: اي جوان! جيڪڏهن ڪپڙا ڌئارڻ گهرين تو ته پوءِ ڌوٻين جي دڪان کان منهن نه موڙ.

بيت سنڌي

جاڻ جان آهين جوءِ ۾، تان کي ساٽڻ اور،
ڏه ڏه پيرا ڏينهن ۾، پاڻ مٿائن گهور،
ويا جي هنگلور، ته ڪرم ملندا ڪاپڙي،

٨٧* فرمايائون تہ معنيٰ واري سعادت قيل قال سان نتي ملي ۽ اها دولت عشق کان سواءِ ملڻ محال آهي ۽ پڻ حق سبحانهٗ وتعاليٰ جو فضل درڪار آهي "ذَالِکَ فَضْلُ اللّٰهِ يُؤْتِيْهِ مَنْ يَّشَآءُ".

٨٨* فرمايائون تہ جيڪڏهن ڪنهن ماڻهو کي ڪنهن ڪامل جي صحبت حاصل ٿئي تہ پوءِ از خود انهن جي معنيٰ وارين ڳالهين کي پيو سمجهندو ۽ اميد آهي تہ ان ڪامل جي دعا سان نفس اماره مان ڏنگايون ۽ سرڪشيون نڪري وينديون ۽ بڇڙن خلقن ۽ فعلن کان بہ ڇوٽڪارو حاصل ٿيندو ۽ الله تعاليٰ ۽ سندس رسول ﷺ جي اطاعت تي محڪم ۽ مضبوط رهندو. ۽ ان جو نفس اماره، امارگيءَ کان ڇوٽڪارو لهي لوامه ٿيندو. جيڪڏهن اتفاق سان خطا ٿي پئي تہ وري پاڻ تي گهڻي ملامت ڪندو ۽ گهڻي عجز ۽ نياز سان ان خطا جي معافي گهرندو ۽ چوندو: رَبَّنَا ظَلَمْنَآ اَنْفُسَنَا وَاِنْ لَّمْ تَغْفِرْلَنَا وَتَرْحَمْنَا لَنَکُوْنَنَّ مِنَ الْخَاسِرِيْنَ* (ترجمہ) اي اسان جا پالڻهار! اسان پاڻهين پاڻ سان ظلم ڪيو ۽ جيڪڏهن تون اسان کي نہ بخشيندين ۽ نہ رحم ڪندين تہ پوءِ اسين ضرور خساري وارن مان آهيون. پوءِ انهيءَ آيت کي پنهنجي دل ۽ زبان تي وظيفو ڪري ڇڏيندو ۽ پڻ هن آيت سڳوري کي پنهنجي واسطي شعار ڪندو: "رَبِّ اِنِّيْ مَسَّنِيَ الضُّرُّ وَاَنْتَ اَرْحَمُ الرَّاحِمِيْنَ"* (ترجمو) ڏٺي منهنجا! مون کي (گناهن جي) بيماري وڪوڙي ويئي آهي (تون شفا ڏي) ۽ تون اَرْحَمُ الرَّاحِمِيْنَ آهين. ۽ هيئن پڻ چوندو: "وَقَالَ نُوْحٌ رَّبِّ لَا تَذَرْ عَلَي الْاَرْضِ مِنَ الْکَافِرِيْنَ دَيَّارًا*" (ترجمہ) ۽ چيو نوح اي منهنجا رب! زمين تي ڪافرن مان ڪنهن کي نہ ڇڏ.

ان کان پوءِ فرياد ۽ مناجات سان مشغول ٿيندو ۽ فرعون جي گهر واري بي بي آسيه وانگر هي دعا گهرندو: رَبِّ ابْنِ لِيْ عِنْدَکَ بَيْتًا فِي الْجَنَّةِ وَنَجِّنِيْ مِنْ فِرْعَوْنَ وَ عَمَلِهٖ وَ نَجِّنِيْ مِنَ الْقَوْمِ الظَّالِمِيْنَ* (ترجمہ: چيو آسيه) ڏٺي منهنجا! منهنجي لاءِ پاڻ وٽ بهشت ۾ گهر جوڙ ۽ مون کي فرعون ۽ سندس ڪمن کان ڇوٽڪارو ڏي ۽ مون کي ظالمن جي قوم کان ڇوٽڪارو ڏي. ان

وقت طالب جي دعا قبول ٿيندي ۽ نفس ڪافر جو فرعون جي مثل آهي، تنهن کان خلاصو ۽ ڇوٽڪارو ملندو. ان وقت طالب لوامه واري حال کان نڪري مطمئن نفس جي حال سان مٿيل ٿيندو ۽ ظاهر ۽ باطن ۾ موچارا خلق ۽ پسنديده ڪم حاصل ٿيندس.

ع پاڻ هن آيت سڳوري: ”يَوْمَ تُبَدَّلُ الْاَرْضُ غَيْرَ الْاَرْضِ“ جي معنيٰ هن طرح بيان ڪرڻ فرمايائون ته جڏهن طالب جي دل واري زمين ٻيو رنگ وٺندي ته ان جو بدن بي بدن ۽ جان بيجان ٿيندي، ان وقت فناءَ سان مشرف ٿيندو ۽ ان حال تي ڪيترا ورهيه حيران ۽ پريشان ۽ ري بدن ۽ ري جان هوندو ۽ بيخوديءَ جي درياءَ ۾ غوطا پيو هڻندو. تانجو ويهن ۽ ٽيهن ورهن تائين مٿو ٻاهر نه آڻيندو. انهيءَ باب ۾ پاڻ ڳالهيون پي ڪيائون ۽ چيائون ته حضرت خواجه نقشبند قدس سره جي رشحات ۾ هڪڙو نقل آهي ته هڪڙو بزرگ هو تنهن ڳالهه تي ڪئي ته ٽيهه ورهه ٿيا آهن جو مون گهڻي ڪوشش ڪئي ته هڪڙي گهڙي ڪن الله تعاليٰ کان غافل ٿيان پر ان ڪم تي قادر تي نه سگهيس، ان جو سبب هي هو جو اهو بيخودي واري دريا ۾ غرق هو جنهن ڪري ان کان غفلت ٿي نه سگهي ۽ پڻ حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنه مناقبن مان هڪڙو مناقب قاضي عبدالرحمٰن کان نقل ڪيائون. قاضي موصوف چيو ته مون حضرت پير سائين جن سان قاموس جي ڪتاب جو مقابلو پئي ڪيو ۽ پاڻ ڪتاب ڪي پڙهيائون تي ۽ سندن پڙهڻ تمام ڊرو هو. ٻانهي عرض ڪيو ته حضرتا! آءٌ پڙهان ۽ اوهين ٻڌو ته جلدي ٿئي. پاڻ فرمايائون ته ”جيڪڏهن پڙهڻ گهرين ته پلي پڙهه ۽ آئون ٻڌان“. پوءِ قاضي پڙهي بس ڪيو. پاڻ فرمايائون ته تنهنجي پڙهڻ جي اسان کي ذري جي خبر نه آهي. خليفي صاحب جن فرمايو ته اها بي خبري ذاتي شهود جي غلبي کان مٿن واقع ٿي هئي.

٨٩* فرمايائون ته رحيمڏنون فقير حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنه جن جي مريدن مان هڪڙو فقير مريند هو. تنهن کي پندرهن سال ٿي ويا هئا جو شهود واري حال ۾ مستغرق هو ۽ انهيءَ کان وري نه موٽيو.

٩٠* فرمايائون تہ خليفو ميان صاحبڏنو فقير پڻ حضرت پير سائين جن جو مريد ۽ خليفو هو، ان جي ساري حياتي شهود واري حال تي گذري ويئي. هڪڙو لمحو بہ هن عالم ڏانهن رجوع نہ ٿيو. نيٺ ان حال تان ترقي ڪري، اجمال کان لنگهي تفصيل سان روشناس ٿيو. اي دوست! مرحوم مغفور صاحب عرفان ۽ ايقان خليفو صاحبڏنه قدس سره حق سبحانه وتعاليٰ جي اسرارن جو مظهر هو. متس جيڪي حالتون وارد ٿيون ٿي تن مان هڪڙي واردات لکان ٿو تہ جيئن پڙهندڙ کي رنگ ڏيندڙ جي قابليت معلوم ٿئي.

خليفي ميان صاحبڏنه قدس سره سندس عروج جي ساري حقيقت لکي منهنجي مرشد جي خدمت ۾ پيش ڪئي هئي. ان جو اهو سربستو لکيل احوال هتي لکجي ٿو.

خليفو صاحبڏنو قدس سره لکي ٿو تہ اسان کي عروج معراج واري واٽ سان حاصل ڪرڻ فرمايو هئائون، جيئن تہ عروج وقت آءٌ حضرت پير سائين قدس سره جن سان گڏ هوس ۽ سرور ڪائنات فخرموجودات ﷺ جن اڳواڻ هئا ۽ حضرت پير سائين جن سندن پٺيان هئا ۽ آئون حضرت پير سائين جن جي پٺيان هوس. پوءِ منزل بمنزل سفر ڪي جهاڳي هڪڙي اعليٰ مقام تي اچي رسياسون. اهو مقام نبين سڳورن جو هو ۽ آءٌ هڪڙي جاءِ تي بيٺس. ان مقام تي حضرت موسيٰ علىٰ نبينا عليه الصلواة والسلام بيٺو هو. تنهن پاڻ سڳورن ﷺ کان حضرت پير سائين جن بابت پڇيو تہ تو سان گڏ هي ڪير شخص آهي؟ پاڻ سڳورن ﷺ حضرت موسيٰ عليه السلام کي چيو تہ هي ان جماعت وارن مان آهي جيڪي نبين جا وارث آهن. ان هنڌ تي اڳي ئي ڏهہ ٻارنهن نيڪ شخص موجود هئا ۽ حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنه جن کي بہ انهن نيڪ شخصن سان منسلڪ ڪيائون ۽ اجازت کان پوءِ مون کي انهن سان داخل ڪيائون ۽ ڳچ ڏينهن اهو حال تي رکيم. ان کان پوءِ پاڻ مون کي ٻئي مقام تي وٺي آيا ۽ فرمايائون تہ ڇهن اولوالعزم نبين سڳورن جي ڪماليتن مان وڏو ڀاڱو توکي ڏنوسون ۽ هاڻي تون سندن امت جي لاءِ دعا گهر،

سندن حڪم موجب دعا گهريم. پوءِ پاڻ ساري زمين ڪي طومار وانگر ويڙهي يڪجا ڪيائون. ان تي هٿ رکي، فرمايائون ته هن تي توجه ڪر ته جنبش ڪان آرام وٺي. سندن جليل القدر امر موجب توجه ڪيم ۽ ان کي جمعيت حاصل ٿي. ان ڪان پوءِ مخدوم بلال قدس سره جو سيوهڻ ڪي نزديڪ آهي، تنهن ڪي ڏٺم. پوءِ جنهن مقام تي هئس اتان مخدوم جي روح جي طاقت سان اچي هئي اعليٰ مقام تي رسيس. ان هنڌ تي امر ٿيو ته خلق کي دعوت ڏي مون ان ڪم ڪان انڪار ڪيو. وري به حڪم ٿيو ته خلق کي دعوت ڏي. مون انڪار ڪيو. حڪم ٿيو ته خلق جي رهنمائي ڪرڻ واري عمل ڪان زمين تي ٻيو ڪو به عمل اعليٰ ۽ افضل ناهي. مون کي ان جو هي مثال ڏيئي سمجهايائون ته ڪو شخص سنئون گس وٺيو وڃي ۽ ٻيو شخص آهي جو گس ڪان پلجي وڃي ٿو. ان جي جيڪو رهنمائي ڪري سنئين گس تي آڻي ته ان کي بي انداز ثواب ملندو. مون انڪار سان چيو ته آءٌ هن عظيم الشان ڪم جو لائق نه آهيان. وري سمجهايائون ته حضرت سلطان العارفين بازيد بسطامي قدس سره کي جڏهن خلق کي دعوت ڏيڻ جو امر ڪيوسون ته ان به پهريائين انڪار ڪيو، جيسين انڪار واري واٽ تي هو تيسين ان کي انوار الهي جي پالوٽ ۽ ترقي نٿي ٿي. پوءِ جڏهن ان دعوت واري ڳالهه قبول ڪئي ته بيئل مقام ڪان ترقي ڪري اعليٰ مقام کي رسيو ۽ سلطان العارفين يعني عارفن جو بادشاه ٿيو. تنهن ڪري اوهين دعوت کي قبول ڪريو ته اوهان کي سلطان العارفين وانگر ترقي بخشيان. ۽ هن ڪان اڳي جنهن هنڌ تي اوهان جو سير هو اتي آئون ۽ تون لهون ۽ ان ڪان پوءِ توکي اثبات جي مقام تي پهچايوسون. هاڻي اوهان جي ترقي ٿئي ٿي تنهن ڪري خلق کي دعوت ڏيڻ قبول ڪريو. ڇاڪاڻ ته جيڪو ولي هن مقام تي اچڻ ڪان پوءِ خلق کي دعوت ڏئي ٿو، ان ڪان پوءِ انهن کي ترقي ڏيئي اعليٰ مقام تي ٿا پهچايون ۽ اوهان کي فقر محمدي صلي الله عليه وسلم ڪان پڻ وڏو ڀاڱو عطا ڪيو اٿئون ۽ سندن متابعت شريف مان به گهٽو ڀاڱو ڏنو اٿئون. پوءِ گهرجيو ته خلق جا حق دعوت

ڏيڻ سان پاڻ تان لاهيو. هاڻي اوهان جو سير الا الله جي مقام کان جو اثباتي سير آهي تنهن کان ترقي ڏيئي محمد رسول الله وٽ رسايوسون ۽ تکوين جي حالتن مان آڻي تمکين جي درجي تي پهچايو اٿئون.

ان هنڌ تي پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم کي ڏنم ۽ پاڻ مون کي دعوت جو امر ڪن پيا ۽ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه کي ڏنم ته اهي منهنجي ٻانهن کي وٺي چون پيا ته اوهين خلق کي دعوت ڏيو ۽ ٽي پيرا بي انداز خلق منهنجي پٺيان پي ڊوڙي ۽ مون انهن کان پڇي چوٽڪارو لڌو. ان کان پوءِ امر ٿيو ته جيڪڏهن دعوت کي قبول نٿو ڪرين ته زنديق (بي دين) ٿيندين. پوءِ قبول ڪيم. اي دوست! ان بزرگ صاحب عرفان جون ڳالهيون زبان ۽ قلم جي لکڻ کان ٻاهر آهن ۽ هي ننڍڙو ڪتاب انهن ڳالهين جي آڻڻ جي گنجائش نٿو رکي، تنهن ڪري انهن ڳالهين کي ڇڏي اصل مقصد واري ڳالهه ڏانهن ٿا اچون. اي دوست! اسان جو شيخ حصرت پير سائين روضي ڌڻي قدس سره هن بيت کي گهڻو پڙهندو هو:

مردان خدا خدا نباشند - ليکن از خدا جدا نباشند

ترجمه: الله تعاليٰ جا مرد خدا نه آهن پر اهي خدا کان به جدا نه آهن.

٩١* فرمايائون ته حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنه جن فرمائيندا هئا ته بهشت جا دربان عارف آهن. پوءِ اهي جنهن کي گهرن ته ان کي ان ۾ داخل ڪن ۽ جنهن کي نه گهرن ته داخل نه ڪن ۽ ڪڏهن به ان بهشت ۾ اندر اچڻ نه ڏيندا.

٩٢* فرمايائون ته ان بهشت مان مراد اهو بهشت آهي جنهن لاءِ حديث ۾ آيو آهي ته: "اِنَّ لِلّٰهِ جَنَّةً لَيْسَ فِيْهَا حُوْرٌ وَّلَا قُصُوْرٌ وَّلَا لَبَنٌ وَّلَا عَسَلٌ وَيَتَجَلّٰى رَبُّنَا ضَاحِكًا" (ترجمه) بيشڪ الله جو هڪڙو بهشت آهي جنهن ۾ نه حورون ۽ نه محلات ۽ نه کير ۽ نه ماکي آهي ۽ اسان جو رب کلندڙ ٿي (تبسم فرمائي) پنهنجي تجلي سان پڌرو ٿيندو. اهي عارف ان بهشت ۾ داخل ٿيندا. پوءِ متان ماڻهو بي سمجهي سببان ان بهشت جو عارفن کي دربان

ڇاڻن جنهن ۾ عابد ۽ زاهد ۽ ابرار ۽ مقرب داخل ٿيندا.

٩٣* فرمايائون ته هڪڙي ڏينهن حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنه جن حالت جي وقت هن فقير کان پڇيو ته هاڻي تنهنجو توجه ڪهڙي طرف آهي. فقير عرض ڪيو ته حضرتا! ڪنهن به طرف توجه نه رهيو آهي، پر سمجهان پيو ته ساري عالم کي فيض هن جاءِ تان ملي رهيو آهي. اهو سندن اشارو حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنه جن ڏانهن هو. ان کان پوءِ پير سائين جن مرڪي فرمايو ته هائو هن مقام ۾ ائين آهي. هاڻي تنهنجو توجه تو منجهه رهيو آهي ۽ پاڻ ڏانهن متوجه هج. پاڻ هي بيت پڙهيائون:

مرد آن باشد که باشد خود شناس
مي شناسد خويش را درهر لباس

ترجمه: مرد اهو آهي جيڪو پاڻ کي سڃاڻندڙ هجي- پاڻ کي سڀ ڪنهن لباس ۾ سڃاڻي.

٩٤* فرمايائون ته ان وقت فَنَاءُ الْفَنَاءِ جو مقام طالب کي حاصل ٿئي ٿو ۽ بَقَاءُ الْبَقَاءِ پڌرو ٿئي ٿو ۽ ڪيس معرفت زياده ٿيندي ۽ هن بيت کي پنهنجي وندر ڪري.

بيت

هرکرا آن آفتاب اينجا بتافت- آنچه آنجا وعده شد اين جا بتافت

ترجمه: جنهن کي اهو سج هتي روشن ٿيو- اتي جو وعدو هتي ئي پڌرو ٿيو.

۽ هي بيت پڻ پڙهيائون:

امروز چون جمال توبي پرده ظاهر است
درحيرتم که وعده فردا برائي چيست

ترجمه: جڏهن تنهنجو جمال اڄ ري پردي ظاهر آهي- حيرت ۾ آهيان ته سڀاڻي جو وعدو ڇاجي لاءِ آهي؟

٩٥* فرمايائون ته جنهن وقت سالڪ تي "مَنْ عَرَفَ نَفْسَهٗ فَقَدْ عَرَفَ رَبَّهٗ" جي حقيقت روشن ٿئي ٿي ته ان کي غيب مان هي آواز ٻڌڻ ۾ ايندو. "يٰاَيَّتُهَا النَّفْسُ الْمُطْمَئِنَّةُ * ارْجِعِيْٓ اِلٰي رَبِّكِ رَاضِيَةً مَّرْضِيَّةً * (اي مطمئن نفس! تون پنهنجي رب ڏانهن خوش

ٿي موٽ) پوءِ اِن وقت سالڪ کي خاص ٻانهن جي جماعت ۾ داخل ٿا ڪن. ان وقت عالم ڪثرت جو علم، عالم وحدت جو علم ٿو ٿئي ۽ وحدت جو علم سو حق تعاليٰ جو علم آهي جو عين وحدت آهي. ڇاڪاڻ ته موجودات ۽ مڪنونات جون سڀ لهرون ۽ ڇوليون ان وحدت کان ظاهر پيون ٿين جي ازل کان ابد تائين اهڙي طرح ٿيون رهن.

٩٦* فرمايائون ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي ته: لَاَ تَقُوْمُ السَّاعَةُ حَتّيٰ يُقَالُ لَا اِلٰهَ اِلاَّ اللّٰهُ - الحديث (ترجمه) جيستائين زمين تي الله تعاليٰ جو ذڪر ڪندڙ هوندو تيستائين قيامت قائم نه ٿيندي. پاڻ فرمايائون ته هي ڪثرت واريون لهرون جي عشق جي هوا سان پيون اٿن. جنهن وقت اهو واءُ لڳڻ کان بس ٿيندو ۽ ظاهر سڀ سو باطن ۾ گم ٿيندو، اِن وقت قيامت قائم ٿيندي، اها قيامت سالڪن جي آهي. جڏهن سالڪ جي اها قيامت قائم ٿي جا وحدت آهي، پوءِ سالڪ جو آواز هن طرح پيو ٿيندو: "لِمَنِ الْمُلْكُ الْيَوْمَ لِلّٰهِ الْوَاحِدِ الْقَهَّارِ" ان جي معنيٰ پاڻ هن طرح بيان ڪرڻ فرمايائون. اڄ ڪنهن جي لاءِ ملڪ آهي؟ اڄ خاص الله جو ملڪ آهي جو هڪڙو آهي ۽ قهار آهي ۽ قهر هي آهي جو عشق جي باه جا جلالي صفت کان آهي، تنهن سيني تعيناتن کي بي تعين ڪيو پوءِ محض وحدت ٿي جا بي چون ۽ بي نمونه ۽ بي چڳونگي واري آهي ڇاڪاڻ ته "هُوَ الْآنَ كَمَا كَانَ" آهي.

جڏهن سالڪ هن حال سان موصوف ٿيو ته پوءِ ان جي رهائشگاهه جنت الماويٰ بهشت آهي، اتي رهائيندس. اهو بهشت اهڙو آهي جو ڪنهن به ماڻهوءَ کي تڪليف ۽ ڏک نٿو ڏي ۽ نه ڪنهن ماڻهون سان سندس ڪم هجي ۽ جنت الماويٰ مان مراد نماز آهي، ڇاڪاڻ ته نماز مومن لاءِ معراج آهي ۽ نماز اها جنهن لاءِ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه هي نعرو هنيو "يَالَيْتَ كُنْتُ سَهْوَ مُحَمَّدٍ صَلَّي اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ". هن حديث جي معنيٰ هيٺ اچي ٿي.

٩٧* فرمايائون ته جنهن رات سرور ڪائنات فخر موجودات صلي الله عليه وسلم کي معراج جو سير ڪرايو هئائون،

ان وقت حضرت جبرئيل عليه السلام سِدْرَةُ الْمُنْتَهيٰ وٽ بيهي رهيو ۽ حضرت پيغمبر صلي الله عليه وسلم جن اهڙي هنڌ تي رسيا جو ان کان اڳتي ٻي ڪا جاءِ نه هئي ۽ ڪمال شوق هجڻ سببان اڳتي وڃڻ جو قصد ڪيائون ته هڪ آواز ٻڌائون ته اڳتي قدم نه وڌايو. آواز هي هو: قِفْ يَا مُحَمَّدُ فَاِنَّ اللهَ يُصَلِّيْ، اي محمد! ترس ڇاڪاڻ ته الله تعاليٰ نماز ۾ آهي. هن هنڌ تي پاڻ حضرت مجدد الف ثاني خواجه امام رباني قدس سره جن جي مڪتوبات مان هڪ مڪتوب جي عبارت بيان فرمايائون جنهن جو ترجمو هي آهي ته "مڙني واجب عبادتن کان نماز جي بلند هجڻ جو مرتبو حق سبحانه وتعاليٰ جي پڙهڻ ڪري ٿيو آهي. ڇاڪاڻ ته الله تعاليٰ جي ذات اڪيلي ۽ مڙني عيبن کان پاڪ آهي، جتي نه ڪنهن کي قدم رکڻ لاءِ ميدان آهي ۽ نه قدم رکڻ جي گنجائش آهي. الحمد لله ڏسڻ کان منع نه فرمايائين نه ته وڏي مصيبت هجي ها.

ع بَلا بودي اگر اين هم نبودي

٩٨* فرمايائون ته حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه جي تمنا ڪرڻ جو سوال ته يَا لَيْتَ كُنْتُ سَهْوَ مُحَمَّدٍ صَلَّي اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ. يعني مون کي هن ڳالهه جي خواهش ۽ سڌ هئي ته سندن نماز واري سهو مون کي نصيب ٿئي ها. ان مان اها نماز مراد نه آهي جيڪا اسين قيام، قعود، رڪوع،سجود ۽ قعود ڪري نماز ٿا پڙهون. پوءِ پاڻ سهو واري نماز جو سمورو قصو بيان ڪري ٻڌايائون ته هڪڙي ڏينهن پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم ظهر جي چورڪعتي نماز ٿي پڙهائي. پاڻ ٻه رڪعتون پڙهي سلام ورايائون. تنهن کان پوءِ پاڻ اصحابن سڳورن سان ڳالهين ڪرڻ ۾ مشغول ٿيا. اصحابن جي جماعت مان هڪڙي صحابي عرض ڪيو ته يا رسول الله صلي الله عليه وسلم! نماز جون رڪعتون گهٽ ٿيون آهن يا اوهان کي ويسر ٿي آهي؟ پاڻ فرمايائون ته نه رڪعتون گهٽيون ۽ نه ويسر ٿي آهي. ان صحابي سڳوري ان ڳالهه کي ٻي ڀيرا ورجايو. پوءِ پاڻ سڳورن اصحابن ڪرامن ڏانهن نهاريو، اصحابن حضور صلي الله عليه وسلم کي

عرض ڪيو تہ يا رسول اللہ ﷺ! اوهان ٻہ رڪعتون پڙهيون آهن. پوءِ پاڻ اٿي سواءِ سجدي سهو ڏيڻ جي نماز جون ٻہ رڪعتون پڙهي چار رڪعتون پوريون ڪري ڇڏيائون. پاڻ سڳورن ڪي مابين الرڪعتين اصحابن سان گفتگو ڪرڻ نماز ڪي مانع نہ ٿي.

۹۹* فرمايائون تہ هڪڙي ڏينهن هن فقير تندي محمد خان ٽالپر جي ڳوٺ جو ويٺل فقير بي نظير اهل اللہ، دل آگاہ ميان عبدالرشيد پيرزادي کان سوال ڪيو تہ هي نماز جيڪا روزمره واري آهي تنهن ۾ قيام ۽ رڪوع ۽ سجود ۽ قعود کان سواءِ ٻيو تہ ڪجھ بہ ناهي. اصل نماز ڪهڙي آهي. پوءِ پاڻ هڪڙو ڪتاب آنداٺون ان مان هي عبارت پڙهيائون تہ ڪنهن بزرگ ٻئي بزرگ کان پڇيو تہ تو گهٽيون نمازون پڙهيون آهن. بزرگ چيو تہ ساري عمر ۾ ٻن نمازن جي يادگيري اٿم جو ٻن بزرگن جي پٺيان پڙهي اٿم. هڪڙي اها نماز جو بزرگ چو رڪعتي نماز شروع ڪئي ۽ ٻن رڪعتن ۾ پوري ڪيائين ۽ ٻي اها نماز جا ٻن رڪعتن واري شروع ڪيائين ۽ هڪڙي رڪعت تي پوري ڪيائين. هي ٻئي نمازون اهي آهن جنهن لاءِ حضرت ابوبڪر صديق رضي اللہ تعالىٰ عنہ آہ ۽ زاري ڪري چيو يَا لَيۡتَ كُنۡتُ سَهۡوَ مُحَمَّدٍ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيۡهِ وَسَلَّمَ. ڪاش! منهنجي نماز سندن سهو جهڙي هجي ها. هڪڙي صحابي کان سواءِ ٻيا وڏا اصحاب سندن پٺيان نماز ۾ هئا تن پاڻ سڳورن ڪي ان حال کان واقف نہ ڪيو تنهن جو سبب هي آهي تہ اهي اسرارن ۽ رمزن کان واقف هئا. جنهن ڪري انهن جي دلين ۾ ڪنهن بہ قسم جو ڪتڪو ۽ وسوسو نہ آيو ۽ پنهنجي زبان تي مهر هڻي لب ڪشائي کان بند ڪيائون ۽ جنهن صحابي سوال ڪيو هو تنهن لاءِ غالب گمان آهي تہ ان ويچاري کي اسرارن مان واقفيت نہ هئي جو تي پيرا ورجائي ڪانئن سوال پئي ڪيائين ۽ اسان جي ناقص فهم ۾ هي ڳالھ سمجھ ۾ اچي ٿي ان جو اسلام آڻن شروعاتي هو جنهن ڪري اسرارن جي جماليت کان واقف نہ

هو(١)

١٠٠* فرمايائون تہ سڀ ڪنهن ڪم جي صورت آهي ۽ حقيقت. اهڙي طرح نماز جي پڻ صورت ۽ حقيقت آهي. نماز جي صورت هي آهي، اسين اهڙي نماز ٿا پڙهون جيئن ڀولڙو لٽ جي اشارن سان سجدو ڪري ۽ پنهنجا هٿ ٻڌي ۽ دعا لاءِ هٿ کڻي پر ان ويچاري ڪي حقيقت جي ڪا خبر ڪانهي پوءِ عبادت مان اسان ڪي ايتري لذت آهي جيتري ڀولڙي ڪي.

اسين ٻڌون پيا تہ آخرت جو عذاب ۽ حساب ۽ عتاب آهي ۽ دوزخ ۽ بهشت آهي جنهن ڪري عبادت ٿا ڪريون ۽ پڻ اميد ۽ ڊپ ڪري بہ عبادت ٿا ڪريون. ائين بہ ناهي بلڪ اها محض دنيا واسطي جو اها اسان جو ڪعبو قبلو آهي. پاڻ هي بيت پڙهيائون:

هر ڪسي را بهر ڪاري ساختند
ميل او اندر دلش انداختند

(ترجمه) سڀ ڪنهن ماڻهو ڪي ڪنهن نہ ڪنهن ڪم ۾ مشغول رکيو اٿن. ان جي دل اندر ان شيءِ جي رغبت وڌي اٿن.

١٠١* فرمايائون تہ هي اسان واري نماز ان سبزي فروش جي نماز مثل آهي. مريدن عرض ڪيو تہ حضرتا! سبزي فروش جي ڪهڙي ڳالهہ آهي. پاڻ فرمايائون تہ سبزي فروش ڳالهہ ٿي ڪئي تہ دڪان جي ڏيتي ليتي ۾ مون ڪان ويسر ٿيندي هئي تہ نماز پڙهڻ وقت وسريل شيون سڀ ياد اچيو وڃن. ۽ پاڻ هي بيت پڙهيائون:

بر زبان الله دردل گاؤ وخر - اين چنين تسبيح ڪي دارد اثر

ترجمه: زبان تي الله ۽ دل ۾ ڍڳي ۽ گڏه جو خيال، ڀلا اهڙي تسبيح ڪهڙو اثر رکندي.

١٠٢* فرمايائون تہ حضرت پير سائين رضي الله تعالىٰ عنه جن فرمائيندا هئا تہ جنهن شخص نماز ۽ ٻين ذڪرن ۽

---

(١) نماز جو مقصد آهي الله تعاليٰ سان دل ٻڌڻ اها دل پاڪ پاڻ سڳورن جي هئي. جنهن لاءِ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه سڌ ٿي ڪئي.

عبادتن جهڙن ڪمن ڪرڻ کان پوءِ دنيا جي طلب لاءِ دعا گهري
ته ان جو مثال ان ماڻهو جهڙو آهي جنهن مصحف شريف کي پيرن
هيٺان رکي جاري مان شراب جو شيشو لاٿو.

١٠٣* فرمايائون ته هي جو قرآن شريف ۾ آيو آهي ته
اَعُوْذُ بِاللهِ مِنَ الشَّيْطٰنِ الرَّجِيْمِ* يَذْكُرُوْنَ اللهَ قِيَامًا وَّقُعُوْدًا وَّعَلٰي
جُنُوْبِهِمْ يعني اهي الله کي بيٺي ۽ ويٺي ۽ پاسن پر ياد ڪن ٿا.
اهو اشارو حق تعاليٰ سان دوام هجڻ واسطي آهي. جيئن پاڻ ۽
سندس خودي کان بيخود ٿي حق سبحانه وتعاليٰ پنهنجي دل جو
پيوند رکي. ان بابت پاڻ هن هنڌ تي حضرت علي ڪرم الله وجهه
جو نقل بيان فرمايائون ته ان سڳوري کي ڪنهن جنگ ۾ هڪڙو
تير ران ۾ لڳو هو ۽ گهڻي ايذاءُ سببان تير کي ڪڍڻ مشڪل هو ۽
ڪنهن کي به تير ڪڍڻ جي همت نٿي ٿي. آخر انهيءَ حال جي خبر
رسول الله صلي الله عليه وسلم کي ڏنائون. پاڻ فرمايائون نماز
جي مشغولي کان سواءِ تير جو ڪڍڻ ڏکيو آهي. پوءِ حضرت علي
ڪرم الله وجهه نماز لاءِ اٿي بيٺو. ان وقت پاڻ بي خودي کان بي
حال ٿي حق سبحانه وتعاليٰ جي مشاهدي ۾ مستغرق ٿيا هئا.
پوءِ ماڻهن سندن ران جي گوشت کي وڍي تير ٻاهر ڪڍيو ۽ رت
نڪرڻ سببان موزو مبارڪ رت سان پرجي پيو. جڏهن نماز پڙهي
پوري ڪيائون ۽ موزي ۾ رت جي آلاڻ ڏٺائون ۽ پڇيائون هي
رت هن ۾ ڪٿان آيو آهي. ماڻهن عرض ڪيو ته حضرتا! جيڪو
تير اوهان کي ران ۾ لڳل هو، تنهن کي جڏهن ٻاهر ڪڍيوسون ته
رت وهي ان ۾ پيو آهي. هن هنڌ تي پاڻ پنهنجن يارن ۽ ٻائرن کي
چيائون ته هي اهو مقام آهي جنهن لاءِ پاڻ سڳورن حضرت بلال
کي ٻانگ جو امر ڪيو ۽ چيائون: اَرِحْنِيْ يَا بِلَالُ رَضِيَ اللهُ عَنْهُ.
اي بلال! اٿي ٻانگ ڏي ته نماز پڙهون جيئن هن هستي ۽ بي
آرامي کان ڇوٽڪارو ملي.

١٠٤* فرمايائون ته حضرت رسول مقبول صلي الله عليه
وسلم جن فرمائيندا هئا: اَلصَّلٰوةُ قُرَّةُ عَيْنِيْ، يعني منهنجون
اکيون نماز سان ٺڊيون ٿين ٿيون. اها ٺڍاڻ حق سبحانه وتعاليٰ
سان مشاهدي هجڻ جي آهي جو نماز ۾ پاڻ ان مشاهدي ۾

مستغرق ٿيندا هئا ۽ وري فرمايائون تہ نماز ۾ سندن استغراق هي هو جو کين نماز ۾ گهڻا سهو ٿيندا هئا، جنهن جو حديثن ۾ ذکر آيو آهي ۽ اها کين سهو اسان وانگر نہ هئي جو خيالن جي پيدا ٿيڻ ڪري ٿئي ٿي بلڪ سندن سهو ذات حق ۾ محويت در محويت هجڻ سببان ٿيندو هو، جنهن لاءِ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنہ جهڙو شخص جو مهاجرن توڙي انصارن ۽ مڙني صحابن رضوان الله تعاليٰ عليهم اجمعين جو پيشوا ۽ مهندار هو، هن اهڙي سهو جي سڌ تي ڪئي جو چوندو هو "يَا لَيْتَ كُنْتُ سَهْوَ مُحَمَّدٍ صَلَّي اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ."

١٠٥* فرمايائون تہ جڏهن الله تعاليٰ پاڻ سڳورن کي معراج ڪرايو ۽ پاڻ جڏهن آسمانن کان لنگهي اهڙي مقام تي آيا، جتي ان کان اڳتي ٻيو ڪو مقام ئي نہ هو. ايتري ۾ کين خطاب ٿيو: "قِفْ يَا مُحَمَّدُ فَاِنَّ اللهَ يُصَلِّيْ" - اي محمد ٿورو ترسو چوتہ الله تعاليٰ نماز ٿو پڙهي! پاڻ فرمايائين تہ هتان هي ڳالهہ پئي سمجهڻ ۾ اچي تہ نماز جي حقيقت، حقيقت محمدي صلي الله عليه وسلم کان مٿي آهي ۽ معراج جي سير واري هي آيت آهي: اَعُوْذُ بِاللهِ مِنَ الشَّيْطٰنِ الرَّجِيْمِ* سُبْحَانَ الَّذِيْٓ اَسْرٰي بِعَبْدِهٖ لَيْلًا مِّنَ الْمَسْجِدِ الْحَرَامِ اِلَي الْمَسْجِدِ الْاَقْصَي الَّذِيْ بَارَكْنَا حَوْلَهٗ (ترجمه) پاڪ آهي اها ذات جنهن پنهنجي ٻانهي کي رات جي آخر ۾ مسجد حرام کان مسجد اقصيٰ تائين سير ڪرايو جنهن جي چوڌاري برڪت ڪئي سون.

١٠٦* فرمايائون تہ بيت المقدس تي پهچڻ کان پوءِ آسمان ڏانهن سندن معراج بابت صحابن جو اختلاف آهي. بي بي عائشہ رضي الله تعاليٰ عنها ۽ ڪي ٻيا اصحاب جسدي معراج جا قائل نہ آهن بلڪ اهي هن ڳالهہ تي متفق آهن تہ سندن معراج قلبي ۽ روحي هو، جنهن جو هن ٻن آيتن مان استنباط ۽ اجتهاد طور دليل ورتو اٿن: "مَا كَانَ لِبَشَرٍ اَنْ يُّكَلِّمَهُ اللهُ اِلَّا وَحْيًا اَوْ مِنْ وَّرَآءِ حِجَابٍ" - ترجمو: ڪنهن بشر جو الله تعاليٰ سان سنئون سڌو ڳالهائڻ ممڪن ناهي مگر وحي سان يا ڪنهن پردي پٺيان- ۽ ٻي آيت هي آهي: لَا تُدْرِكُهُ الْاَبْصَارُ وَهُوَ يُدْرِكُ الْاَبْصَارَ يعني نہ

ٽيون رسن (يعني نہ ٽيون ڏسن) ان (الله) کي اکيون ۽ اهو الله رسي تو (يعني ڏسي تو) اکين کي.

حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما فرمائي ٿو تہ سندن معراج جسد مبارڪ سان هو ۽ پاڻ الله تعاليٰ کي هنن اکين سان ڏٺو اهي. گهڻن اصحابن ۽ امت جي علمائن جو اتفاق عبدالله بن عباس رضي الله عنهما جي قول تي آهي.

١٠٧* فرمايائون تي تہ نماز جي حقيقت دل جي بصيرت کان سواءِ حاصل نہ ٿي ٿئي. ائين چئي هاءِ هاءِ ڪري زار زار ڳوڙها ڳاڙڻ لڳا ، ۽ فرمايائون تہ اسان جي حال تي افسوس صد افسوس آهي جو ساري عمر ڪاغذن تي اکر لکي ڪاغذ ڪارا ڪياسون بلڪ اکر بہ هٿ نہ آيا جيڪڏهن هٿ اچن ها تہ بہ انهن مان ڪهڙو فائدو ۽ هي بہ چيائون تہ جڏهن قلم ۽ مس ڪاغذ کي ڪارو ٿا ڪن تہ پوءِ اسان جيون ڪاريون دليون ان سان ڪيئن روشن ٿينديون ۽ هي بيت فرمايائون.

بيت

حرف گو کاغذ سياه کند - کہ دل تيره را چون ماه کند

ترجمو: اکر ڪاغذ کي ڪارو ڪري تہ ڪاري دل کي چوڏهين تاريخ جي چنڊ جهڙو ڪيئن ڪندو.

اي دوست اسان جو شيخ يعني مرشد، شال الله تعاليٰ سندن برڪتون، اسان تي هميشہ قائم رکي، سندن سرمايو سواءِ رئڻ ۽ آهہ جي ٻيو ڪجهہ بہ نہ هو ۽ پاڻ ان وقت پنهنجي زبان گوهر فشان مان هر هر هي لفظ فرمائيندا هئا تہ اي يارو ۽ ڀائرو ڪنهن اهل دل کي ڳولي آن جي صحبت مان ايمان جو ميٽاج حاصل ڪريو.

١٠٨* فرمايائون تہ هن زماني جي ماڻهن جو توجهہ ۽ خيال محض سمهڻ ۽ کائڻ ۽ پيئڻ ۽ ڪپڙن پائڻ ڏانهن آهي. ويچارا ان جي هٿ ڪرڻ ۾ حيران ۽ پريشان آهن، تہ بہ سندن پورائو نٿو ٿئي. ڇاڪاڻ تہ رزق جي امداد خالق جل شانه کان ٿئي ٿي ۽ نہ مخلوق کان، تنهن ڪري انهن کي گهرجي تہ انهن ڌنڌن کان منهن موڙي خالق سائين ڏانهن رجوع ٿين تان تہ

اسبابن جي نظر ڇڏي مسبب الاسباب ڏانهن نظر تين ۽ "مَنْ لَهُ الْمَوْلىٰ فَلَهُ الْكُلّ" جي درجي تي رسن ۽ الله تعاليٰ جي قرآن شريف کي ڏسن جنهن ۾ فرمائي ٿو: "نَحْنُ نَرْزُقُكُمْ وَاِيَّاهُمْ" (ترجمو: اسين اوهان کي رزق ٿا ڏيون ۽ اوهان جي اولاد کي به) پوءِ اها آيت ڇاجي واسطي آئي آهي ۽ هي ڳالهه دانائي ۽ سياڻپ کان پري آهي جو مسبب کي ڇڏي معيشت جي اسبابن سان دل ٿا ٻڌن. پاڻ هي بيت پڙهيائون:

بيت

هر چه باتو بر نيايد زير خاک - اين همه دنيا بود نه دين پاک
هر چه جز حق بسوز غارت کن - هرچه جز دين از او طهارت کن

ترجمه (١) جيڪا شيءِ توسان زمين اندر نه هلي- اها سڀ دنيا آهي نه پاک دين.

ترجمه (٢): حق تعاليٰ کان سواءِ ٻيو جيڪو خيال هجي تنهن کي غارت کري ساڙي ڇڏ- دين کي ان کان پاک ۽ صاف کر-

١٠٩* فرمايائون ته هڪڙي ڏينهن حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنه جن فرمايو ته اسان جي ترک کرڻ جو سبب ٻهرين ٻهرين هي هو جو هڪڙي ڏينهن قرآن شريف جي تلاوت تي ڪئي سون. جڏهن هن آيت سڳوري تي پهتاسون: فَتَوَكَّلُوٓا اِنْ كُنْتُمْ مُّؤْمِنِيْنَ* ترجمو: پوءِ اوهين توکل کريو جيڪڏهن اوهين ايمان وارا آهيو. پوءِ اسان جي دل ۾ هي خيال آيو ته هي امر شرطي آهي پوءِ توکل شرط آهي جيڪڏهن اها نه هوندي ته پوءِ ايمان مشروط آهي سو به نه هوندو. يعني مؤمن هجڻ لاءِ توکل شرط آهي. پوءِ جيڪڏهن توکل نه آهي ته مشروط مومن آهي سو به نه هوندو. پوءِ اها آيت پڙهي کٽي ماٺ کئي سون ۽ ان ڳالهه اسان تي ايترو غلبو ۽ زور آندو جو بيقراري ۽ بي آرامي گهڻي پيدا ٿي ۽ فکر ۽ ويچار ۾ هئاسون. پوءِ هڪڙي ڏينهن حق تعاليٰ جي ڪاملن ۽ مطلق واصلن مان هڪ طريقت جو پاءُ خليفو ميان الهرکيو جو معدن اسرار الـهي ۽ گنجينه وخزينه نامتناهي حضرت ميان صاحب قدس سره جن جو مريد ۽ خليفو هو، سو ٻئي ڏينهن صحبت ڪاڻ اسان وٽ هتي اچي رهيو. تنهن سان توکل جي

باب ۾ ساڻس مشورو ڪيوسون جو حڪم آهي ته "وَشَاوِرْهُمْ فِي الْأَمْرِ" يعني انهن مؤمنن سان مشورو ڪر- پوءِ اسين ٻئي هڪ ٻئي جي راءِ سان توڪل ۾ متفق ٿياسون ۽ اسان کي توڪل ڪرڻ جي موڪل ڏنائين. ان موڪل ۽ صلاح کان پوءِ اسان وٽ ڪيتريون مينهون هيون، سي ڪهي الله تعاليٰ جي راهه ۾ فقيرن ۽ غريبن کي ڪارايون سون. باقي هڪڙي مينهن اسان وٽ بچي جيڪا کير گهڻو ڏيندي هئي ۽ پلي ۽ خوبصورت هئي ۽ ان جو کير گهڻو مٺو هو، تنهن جي ڪهڻ تي نفس راضي نه ٿي ٿيو ۽ دل ۾ ڪيترا حيلا پئي ڏسيائين. هڪڙو هي ته اها مينهن گهڻي کير واري آهي تنهن کي ٻارن جي کير پيارڻ واسطي ڇڏي ڏجي. دل ۾ چيم ته ائين به نه ڪندس. وري دل ۾ اٽڪل وڌائين ته هن مينهن جي هڪ وقتي گوشت مان ڇا ورندو تنهن ڪري ان کي وڪڻي ان جا پئسا فقيرن ۽ غريبن ۽ مسڪينن کي ورهائي ڏيڻ ڪهڻ کان بهتر آهي. پوءِ ان وقت اسان کي نفس جي دوستي مينهن سان معلوم ٿي، تنهن کي به ڪهي الله جي راهه ۾ فقيرن ۽ غريبن ۽ مسڪينن کي گوشت ورهائي ڏنوسون. ان کان پوءِ ٻي جيڪا ملڪيت اسان جي هئي سا به الله تعاليٰ جي راهه ۾ ڏئي ڇڏي سون ۽ گهر ڏانهن اچي گهر وارن کي چيوسون ته اوهان وٽ جيڪي هجي سو الله تعاليٰ جي راهه ۾ ڏيئي ترڪ ڪريو. جيڪڏهن اسان جو امر نه مڃيندؤ ته پوءِ اسين اوهان کان جدائي اختيار ڪنداسون. جڏهن ان واقعي جي خبر اسان جي سهري کي ملي جو اهو هڪ وڏو بزرگ هو، سو اسان وٽ آيو ۽ چيائين ته اوهين پاڻ پلي ترڪ ڪريو مگر ڀين کي ان ڪم جي تڪليف نه ڏيو. اسان چيس ته جيڪڏهن حويلي وارا اسان جو چيو نه مڃيندا ته پوءِ اسين جدائي ڪنداسون. پوءِ اهو بزرگ اسان جي ڳالهه سمجهي ويو ۽ حويلي ۾ وڃي حويلي وارن کي چيائين ته جيڪي اوهان وٽ هجي تنهن کي ترڪ ڪريو پر جيڪڏهن پائڻ وارن ڪپڙن لاءِ امر ٿئي ته اهي به نه رکجو. پوءِ گهر ۾ زيور جن جي قيمت پنج ڇهه رپيا هئي سي وڪڻي اهي پئسا خليفي مذڪور ڏانهن فقيرن ۽ غريبن واسطي ڏياري موڪليائون ته الله تعاليٰ جي راهه ۾ انهن کي ڏئي

ڇڏي. ان ڏينهن مريدن مان ڪنهن مريد هڪ ڍڳو ۽ چانورن ڇڙيلن جي هڪڙي ڳوڻ نذراني طور اسان جي اڳيان آڻي پيش ڪئي. اهو ڍڳو ۽ اها چانورن جي ڳوڻ خليفي موصوف ڏانهن فقيرن جي جماعت واسطي ڏياري موڪلي سون. ان ڏينهن کان پوءِ الله تعالىٰ جي فضل ۽ ڪرم سان ظاهري توڙي باطني ڪمن ۾ ڪنهن به قسم جي تڪليف ۽ آزمائش درپيش نه آئي ۽ فقيرن جي ڪارائڻ ۽ پيارڻ جو ڪو به خطرو دل ۾ نه آيو. اي دوست! پاڻ مراد جي درجي تي پهتل هئا ۽ نه مريد هئا. ڇاڪاڻ ته مريد ويچارو رياضتن ۽ مجاهدن ۽ ٻين آزمائشن ۽ تڪليفن ۾ پئي ڪشالا ڪڍي ٿو.

١١٠ * فرمايائون ته طالب جي طلب ٻن سببن سان ٿئي ٿي يا ته مراد هوندو يا مريد- مريدن عرض ڪيو ته حضرتا! مراد ڇا ۽ مريد ڪير آهي؟ پاڻ ان جي سمجهاڻي هن طرح ڏنائون ته مراد جو صاحب اهو آهي جنهن ڪي حق سبحانه وتعالىٰ بنا ڪنهن رياضت ۽ مجاهدي جي پاڻ ڏٺيو ۽ قبول ڪيو آهي جو ان حق سبحانه ڪي حق سان لڌو آهي. عَرَفْتُ رَبِّيْ بِرَبِّيْ يعني پنهنجي رب ڪي پنهنجي رب سان سڃاتم- "مَنْ عَرَفَ نَفْسَهٗ فَقَدْ عَرَفَ رَبَّهٗ" جو اشارو به ان ڳالهه ڏانهن آهي ۽ پڻ ان ڪي ظاهري مرشد ونڻ جو احتياج نه اٿس ۽ جيڪڏهن مرشد هوندس ته ان جي پرورش اللهتعالىٰ ٿو ڪري ۽ حقيقي طرف ڏانهن ۽ ان جي رهنمائي پاڻ به ڪري ٿو ۽ ولايت جا سڀ مرتبا سي ان تي بند نٿا ٿين ۽ اهو ان مريد جي مثل نه آهي جيڪو رياضت ۽ مجاهدن جي مشقتن ۽ محنتن ۾ ورتل آهي تنهن ڪري ولايت جي مڙني درجن ۽ انهن جو مشاهدو ۽ ڄاڻ ۽ سمجهه ٻي طرح جي آهي.

١١١ * فرمايائون ته جيڪڏهن مراد واري صاحب کان ڪا سهو ٿي پئي ته ان تي گرفت نٿا ڪن ڇاڪاڻ ته اهو معشوق آهي ۽ عاشق معشوق ڪان مؤاخذو ڪيئن وٺندو. ان تي پاڻ هي آيت پڙهيائون: "يُبَدِّلُهُنَّ سَيِّاٰتِهِمْ حَسَنَاتٍ" يعني انهن جون خطائون نيڪين ۾ تبديل ڪندو.

١١٢ * فرمايائون ته حضرت پير سائين رضي الله تعالىٰ

عنه جن پاڻ سڀُورن صلي الله عليه وسلم جي حديثن مان هڪڙي هي حديث بيان فرمائي ته الله تعاليٰ قيامت جي ڏينهن ملائڪن کي امر ڪندو ته فلاڻي ماڻهوءَ کي اسان جي حضور ۾ آڻيو. پوءِ ملائڪ ان ماڻهوءَ کي وٺي ايندا. فرمان ايندو ته هن شخص کان سندس چڱن عملن بابت پڇو. ان جا صالح عمل ڪجهه به نه هوندا ۽ اهو شخص جلالي رعب کان ڊپ ۽ خوف ۾ پريشان هوندو. وري فرمان ايندو ته هن جا صغيره گناهه کولي پڌرا ڪريو. پوءِ اهو شخص دل ۾ چوندو ته جڏهن صغيرا گناهه ظاهر پيا ٿين پوءِ ڪبيرن گناهن ظاهر ٿيڻ سببان منهنجو حال ڪهڙو ٿيندو انهيءَ ڳڻتيءَ ۾ هيڪاري ترسان ۽ لرزان هوندو. پوءِ الله تعاليٰ پنهنجي رحم ۽ فضل سان ملائڪن کي چوندو ته هن جي هڪ هڪ صغيري گناهه جي عيوض ڏهه ڏهه نيڪيون ڏيوس. جڏهن اهو شخص الله تعاليٰ جو اهڙو رحم ڏسندو ته چوندو ته يا الله! ٻيا گناهه به آهن. پاڻ سڳورا انهيءَ شخص جي ان چوڻ تي مرڪيا. اهڙي طرح حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنه جن آن حديث کي بيان ڪرڻ وقت ٿورو مرڪيا. اي دوست هن فقير جا مرشد حضرت خليفه محمود پڻ هن نقل ڪرڻ وقت ٿورو مرڪيا. پاڻ فرمايائون ته هي مرڪڻ چاجي ڪري ٿيو، ان جي خبر نه آهي.

١١٣* فرمايائون ته مريد اهو آهي جيڪو پنهنجي مٿي تي رياضت ۽ مشقت جي بار کڻڻ تي هميشگي ڪري ۽ ورچي نه پوي. پوءِ گهرجيس ته رات ڏينهن بي قرار رهي ۽ آهه ۽ گريو ۽ زاري ڪرڻ تي مضبوطي ڪري. ان وقت ڪامل مرشد جي ڳولا ڦولا ۽ ڊڪ ڊوڙ ڪرڻ مٿس فرض آهي. جيئن ته ان کي حق سبحانه وتعاليٰ جي ڪاملن ۽ مطلق واصلن مان جنهن جو ظاهر ۽ باطن شريعت ۽ طريقت ۽ حقيقت ۽ معرفت جي بي پايان درياءَ مان روشنني وٺندو تو رهي اهڙي کي پنهنجو مرشد ڪري وٺي. پاڻ فرمايائون ته اهڙي ڪامل مڪمل مرشد جو هٿ اچڻ مشڪل صد مشڪل آهي چاڪاڻ ته اهو پارس جي مثل آهي ۽ هي بيت

پڙهيائون:

بيت

لاکهون مين لا بهي نهين- کروڙون مين کو
مشرق مغرب ڦريين يا ايک يا دو

ترجمو: لکن ۾ تہ لبندو ئي نہ- جيکڏهن مشرق ۽ مغرب ۾ گهمي ڦري اچي تہ کروڙن مان هڪڙو يا ٻہ هوندا.

۱۱۴* فرمايائون جنهن شخص کي هڪڙو ڪامل مرشد هٿ اچي تہ ان لاءِ ٻي کا اهڙي خوش نصيبي کونهي. پوءِ اهو ڪامل مرشد ان جي صورت فنا ڪري پنهنجي صورت ۾ محو ۽ فنا ڪندو. مريد جي صورت بجاءِ ان ڪامل جي ڦري صورت ٿيندي بلک سيني مکتوباتن ۽ موجوداتن ۾ ڪامل مرشد جي صورت جلوو پئي ڪندي. پوءِ ان وقت سالک زبان حال سان هي بيت پيو ڳائيندو.

بيت

هرسو کہ مينگرم روئي ترا مي بينم
هر آنچہ در نظرم جمعگي تو مي آئي

ترجمو: جنهن طرف نهاريان ٿو تنهنجو منهن ٿو ڏسان- جيڪي منهنجي نگاه ۾ آهي سو سيوئي تون آهين.

۱۱۵* فرمايائون تہ جنهن شخص لاءِ الله تعاليٰ ازلي نيک بختي گهري هوندي تنهن کي اهڙي ڪامل مرشد جي صحبت نصيب ٿيندي ۽ پڻ طالب کي گهرجي تہ ڪيئن ڪري اهڙي مرشد کي ڳولي ان سان صحبت واسطي تڪڙو ٿئي.

لنک لوک وچفت شکل و بي ادب
سوي او مفتر او رامي طلب

هڪڙي ڏينهن هن فقير جي دل ۾ هن ڳالهہ جو ڪتڪو ٿيو تہ حضرت مرشد جن شال الله تعاليٰ اسان کي سندن فيض مان نفعو ڏي، چوندا آهن تہ بغير ڪوشش ۽ محڪم خيال کان سواءِ ڪامل مرشد جو هٿ اچڻ محال آهي. هوڏانهن پاڻ سڀ ڪنهن لنگڙي لولهي ۽ چٻ جي شڪل رکندڙن ۽ بي ادبن کي هن جماعت ۾ داخل ٿا ڪن هي خيال جو ماڪوڙي مثال دل ۾ هو، سو مٽن

پڌرو ٿيو ۽ ان تي پاڻ ھي مثال ڏنائون تہ اُنين جا ڪي ڦر ٿلھا متارا ھوندا آھن ڪي ايرا ڪي ضعيف ۽ جڏا، پوءِ اھي ڦر جڏھن مائرن کي ڏسن ٿا تہ پوءِ جيڪي ٿلھا متارا ھوندا آھن سي تکا ڊوڙندا مائرن کي وڃي رسن ۽ ٻيا ايرا ۽ جڏا سي بہ پنھنجي وس آھر ڊوڙن ٿا توڙي ڊوڙڻ ۾ ٿلھن ۽ متارن سان برابر نٿا ٿين تہ بہ ڊوڙي نيت پنھنجي مقصد کي ٿا رسن. تيئنءَ ھي بہ ائين آھي. پوءِ مثنوي جا ھي بيت پڙھيائون:

تنک شکر خريد مي نتوانم - باري مگس از تنک شکر ميرانم

۽ وري ھي بيت پڙھيائون:

بي ادب حاضر زغائب خوش تر است - حلقہ گرنتر بودني بردرست
اي تن آلوده بکرد حوض کرد - پاک کي گردد برون حوض مرد
پاک کو از حوض از مھجور افتاد - از تطھر خويش ھم دور او افتاد
پاکي اين حوض بي پايان بود - پاکي اجسام کم ميزان بود
زانکہ دل حوض است ليکن در مکين - سوي دريا راه پنھان است اين
دل ز پايہ حوض تن کلناک شد - تن زآب حوض دلھا پاک شد
کرد پايہ حوض دل کرد اي پسر - ھان ز پايہ حوض تن ميکن حذر
بحر تن بر بحر دل بر ھم زنان - در ميان شان برزخ لا يبغيان
گر تو باشي راست ور باشي تو کثر - بيشتر مي غريد واپس مغر
پيش شاھان گر خاطر باشد بجان - ليک نشکيند عالي ھمتان
شاه چوشيرين تر از شکر بود - جان بشيريني رود خوشتر رود

۱۱۶* فرمايائون تہ ڪو شخص ھڪ ھنڌ تي ويٺو آھي ۽ چوي پيو تہ آءٌ فلاڻي ھنڌ ويندس. سو رڳي ٿلھي چوڻ سان اتي رسڻ محال آھي جيستائين اوڏانھن سفر نہ ڪندو تيستائين اتي نہ رسندو. طريقت وارو علم بہ ائين آھي.

۱۱۷* فرمايائون تہ متقدمن مشائخن قدس الله تعاليٰ اسرارھم جن فرمايو آھي تہ الله تعاليٰ ڏانھن وڃڻ واري وات آباد ۽ ڪشادي آھي. پوءِ جيڪو ان وات تي ھلڻ جي ھمت ڪندو تہ ان سان بلند مقام تي وڃي رسندو.

اي دوست پاڻ پنھنجو نالو محمود فقير سان وٺي فرمايائون تہ آءٌ جڏھن سندن طريقي ۾ داخل ٿيو ھوس تہ پھرين ھر

هر چوندو هوس تہ يا بکر جي قلعي تي رسندس يا پلي وانگر پاٽي تي لوڙ پرڪندس. اي دوست هينئن بہ چيائون تي حق سبحانه کي رسان ۽ ان جي طلب حاصل ڪريان يا سندس طلب واري واٽ ۾ هي سر قربان ڪريان ۽ هن بيت کي فرمايائون تہ:-

بيت

يا بم او رايا نيابم جستجوئي ميکنم
حاصل آيد يا نيايد آرزوئي ميکنم

(ترجمو) ان کي لهان يا نہ لهان تہ بہ ان کي پيو ڳوليندس- حاصل ٿئي يا نہ ٿئي تہ بہ ان جي سڌ پيو ڪندس.

۽ ٻي مصرع هن طرح سان تي پڙهيائون
يا بيابم يا بميرم جستجوئي ميکنم

ترجمو: يا تہ محبوب کي وجي لهندس يا ان جي ڳولڻ ۾ جان ڏيندس. جي نہ مئس تہ پيو ڳوليندوسانس.

پاڻ فرمايائون تہ مريد جڏهن مرشد جي حڪمن تي محڪم رهيو تہ ان جي تبرڪن و صفت سان پاڻ کي سينگاريو تہ پوءِ ان وقت طالب کي موجودات جون سڀ شيون آسمان توڙي زمين ۽ جيڪي انهن ٻنهي جي وچ ۾ آهي تن مڙني کي مرشد جي آئيني واري صورت ۾ ڏيکائي ڏينديون.

بيت

در وديوار من آئينہ شد از ڪثرت شوق
هر کجا مينگرم روئي ترا مي بينم

(ترجمو) در ۽ ديوار ڪثرت جي شوق کان منهنجو آئينو ٿيو- جنهن طرف تو نهاريان تہ تنهنجو منهن تو ڏسان.

ٻي حالت ان وقت پيدا ٿيندي جڏهن مريد جي صورت مرشد جي صورت ۾ محو ٿيل هجي ۽ مرشد جو رنگ مٿس چڙهيل هجي. پوءِ خلا ۽ ملا ۾ ڪائنات جي ذري ذري جو مشاهدو پيو ڪندو.

١١٨* فرمايائون تہ مرشد جي صورت سا صورت محمدي آهي جيڪا سيني طرفن ۾ جلوه افروز ٿئي ٿي. ۽ ظاهر جا علماءَ چون ٿا تہ اها ظاهر واري صورت مسلمان ۽ ڪافرن تي هڪ

جھڙي آھي جنھن ڪري آخرت ۾ انھن تي عذاب نہ ھوندو.

ھن فقير کي انھن بزرگن جي ڳالھہ جو عيني مشاھدو ڪرايائون تہ انھن جي ڳالھہ برحق آھي ۽ اھل الله ۽ اھل معنيٰ وارا ھن ڳالھہ تي آھن تہ آخرت ۾ انھن کي ظاھري واري صورت محمدي بجاءِ سندن خيالن وارين صورتن ۾ تبديل ٿيندي جنھن ڪري عذاب ھوندو. ان باب ۾ مولانا روم ڪھڙو نہ سٺو چيو آھي:

ھر خيالي ڪو ڪند در دل وطن - روز محشر صورتي خواھد شدن
صورت ظاھر ندارد اعتبار - صورت باطن مبرا از غبار

(ترجمه) دل جي وطن اندر جيڪو خيال پختو ڪري، قيامت جي ڏينھن اھا صورت ٿيندي. ظاھر واري صورت اعتبار نہ رکي، باطن واري صورت جا لٽ ۽ غبار کان پاڪ آھي.

اھڙي طرح اھل الله ۽ اھل يقين وارن انھن قسمن جا بيت ۽ عبارتون بطور سند، پنھنجن ڪتابن ۽ رسالن ۾ گھٽي ڪان گھٽيون آنديون آھن ۽ مڙني موجودات، جيئن صورتون، تن سڀني پاڻ سڳورن ﷺ جي صورت مان صورت لڌي آھي ۽ سڀني حقائق جو ظھور پڻ سندن حقيقت کان ٿيو آھي. ان حقيقت کي برزخ ڪبريٰ ٿا ڪوٺين. ڇاڪاڻ تہ اھا ذات ۽ صفتن جي وچ ۾ آھي ۽ ھي جو پاڻ فرمايو اٿن اَنَا مِنْ نُورِاللهِ تنھن ۾ پنھنجي حقيقت کي حق سبحانه جي ذات ڏانھن نسبت ڏني اٿن ۽ مڙني حقائق ۽ موجودات جي سڀني صورتن جي نسبت پڻ سندن وجود مسعود ڏانھن پاڻ کي ڏيڻ فرمائي اٿن جو سندن چوڻ آھي: "وَالْعَالَمُ كُلُّهٗ مِنْ نُّوْرِيْ" يعني سارو عالم منھنجي نور مان نورانيت حاصل ڪري ٿو ۽ اھا جماعت اھل الله وارن جي جن بعينه پنھنجن اکين ۽ دل سان پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جي صورت جي شاھدي سان ثابت يعني مشرف ٿيا آھن،ڇاڪاڻ تہ اھا صورت ڪامل مڪمل مرشد جي آھي. اِھي ھن آيت شريف جي وعيد ڪان آزاد ٿيا آھن: " لَهُمْ قُلُوْبٌ لَّا يَفْقَهُوْنَ بِهَا وَلَهُمْ اَعْيُنٌ لَّا يُبْصِرُوْنَ بِهَا وَلَهُمْ اٰذَانٌ لَّا يَسْمَعُوْنَ بِهَا وَاُولٰٓئِكَ كَالْاَنْعَامِ بَلْ هُمْ اَضَلُّ سَبِيْلًا* "

(ترجمه: دليون اٿن ان سان سمجھن نٿا ۽ اکيون اٿن ان سان ڏسن نٿا ۽ انھن کي ڪن آھن انھن سان ٻڌن نٿا ۽ اھي مثل ڍورن جي

آهن بلڪ اهي واٽ کان گهٽو ڀليل آهن.)

اها آيت مذڪوره انهن شخصن جي شان ۾ نازل ٿي آهي جن پاڻ سڳورن جي ظاهر واري صورت جو خيال رکيو ۽ سندن حقيقت ڏانهن نظر نہ رکي. پوءِ سندن صورت محمدي صلي الله عليه وسلم جا جمال اجمال واري آهي تنهن مان انهن کي ڪجهہ بہ نصيب نہ ٿيو. اهي جلالي صفت هيٺ ورتل آهن ۽ حقيقت ۾ ڪافر آهن. جيئن هن باب ۾ مولانا روم قدس سره فرمائي ٿو:

کافران ديدند احـمـد را بشـر - چون نديدند ازوي آن شق القمر
وانکہ او کـف ديد دريا رانديد - زانکہ حال ديـد فـردا را نديد

ڪافرن احمد کي بشر ڪري ڏٺو، جڏهن ان کان چنڊ چيرجڻ جو معجزو نہ ڏٺائون. انهن گجوراڻ ڏٺي ۽ درياءَ کي نہ ڏٺو، آن سڀبان زمان حال کي ڏٺائون ۽ مستقبل کي نہ ڏٺائون.

١١٩* فرمايائون تہ جن بزرگن قدس الله تعاليٰ اسرارهم فرمايو آهي تہ فَنَا فِي الشَّيخ جو هجڻ سو فَنَا فِي الرَّسُوْلِ هجڻ جو مقدمو آهي. جڏهن طالب پاڻ کي فَنَا فِي الشَّيخ جي مقدمہ کي کَمَا حَقَّهٗ حاصل ڪيو تہ فَنَا فِي الرَّسُوْلِ پڻ ان ۾ اندر اچي ويو. پوءِ عالم جي سيني صورتن ۽ حقائق کي پنهنجي احاطي هيٺ آڻي. جنهن جو مثال هي آهي تہ نائب منيب جو قائم مقام آهي. تهڙي طرح هي نائب بلڪ عين منيب آهي. پوءِ مرشد جي صورت ۽ حقيقت جيئن جو تيئن صورت ۽ حقيقت محمدي ﷺ ۾ فناءَ ورتو آهي ۽ سندس صورت پاڻ سڳورن ﷺ جي صورت جي رنگ سان تبديل ٿي آهي ۽ حقيقت کي بہ ان وانگر سمجهہ تہ پاڻ سڳورن ﷺ جي متابعت سڀبان عالم خلق ۽ عالم امر ۽ عالم لاهوت جا سڀ اسرار ۽ ظهور، البطون، بطن البطون ان جي ولايت جي ملڪيت ۾ ڏنل آهن ۽ حقيقت محمدي کان مشرف ٿيڻ سڀبان جلالي خواه جمالي صفتن جو فرق حاصل ٿئي ٿو. جهڙوڪ ڪفر ۽ اسلام، لطف ۽ قهر عدل ۽ ظلم حق ۽ ناحق ۽ ٻيون بہ ان جهڙيون صفتون جي هڪ ٻئي جو ضد آهن، جيڪي هن جاءِ تي ظاهر ٿين ٿيون. هن ولايت ۽ حقيقت محمدي ﷺ جي مرتبي کان ٻيو هڪ مرتبو اعليٰ ۽ اڪمل آهي، اهو مرتبو ولايت ۽ حقيقت احمدي جو

آهي. هن کان اڳ ولايت ۽ حقيقت محمدي ﷺ جيڪا صورت جي مثل آهي. جڏهن سالڪ ولايت احمدي کان ترقي ڪري حقيقت احمدي ﷺ جي مرتبي تي پهچي ٿو جو محض احديت آهي، اتي اهي مٿيون صفتون هڪ جهڙيون پيون ڏسڻ ۾ اينديون ۽ اتي انهن جو رنگ تبديل ٿي محض احديت وارو رنگ ٿئي ٿو، جنهن ڪري اتي ڪا نسبت ۽ اضافت رهي ئي نٿي جو انهن صفتن جو فرق معلوم ٿئي.

۱۲۰* فرمايائون ته جڏهن مريد پاڻ کي مرشد جي صورت ۾ محو ڪري ڇڏي ٿو ته پوءِ ان وقت فَنَا فِي الرَّسُوْلِ سان مشرف ٿئي ٿو. ڇاڪاڻ ته اصل ۾ سندس مرشد پڻ صورت ۽ حقيقت ۾ فنا في الرسول سان مشرف ٿيل آهي. پوءِ سالڪ کي ان جاءِ تي سيني شين ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جو مشاهدو ڪرائين ٿا. پوءِ الله جل شانه جي لطف ۽ فضل سان سندن جمال جو مثال سج هنڌ تي چمڪندڙ پيو ڏسندو ۽ وَالْعَالَمُ كُلُّهٗ مِنْ نُوْرِيْ واري نورانيت سالڪ تي سڀ ڪنهن جاءِ تي پئي چمڪندي.

بيت

چشم بکشا ڪه جلوه دلدار - متجلي است بردر ديوار

(ترجمه) اک کول ڇاڪاڻ ته محبوب جو جلوو در ۽ ديوار تي پيو تجلي ڪري.

۱۲۱* فرمايائون ته هي فنا ٿيڻ صورت جو آهي نه حقيقت جو. جيئن ته جنهن جاءِ تي پاڇولو آهي ته ان جو اصل پڻ آهي جهڙي طرح انسان جي صورت سان گڏ پاڇولو آهي پاڇولي جي فنا ٿيڻ سان انسان کي فناءَ نه آهي. انسان جو جسم پڻ آهي ۽ روح به آهي. جسم پنهنجي مقام تي آهي ۽ روح پنهنجي مقام تي آهي. پوءِ فنا ٿيڻ جي حقيقت هي آهي ته سالڪ پاڻ کي حقيقت محمدي ﷺ ۾ جيڪا حقيقت الحقائق آهي تنهن ۾ محو ڪري. بلڪ ان کان قدم گهڻو اڳتي وڌائي رکي. جڏهن پاڻ (خليفه صاحب) ڳالهائي رهيا هئا ته ان وقت سندن طبيعت مبارڪ تي "يَوْمَ تُبَدَّلُ الْاَرْضُ غَيْرَ الْاَرْضِ" واري صورت جو مشاهدو ڏسڻ ۾ پي آيو. ان ڳالهه جو هيتري قدر بيان فرمايائون

تہ حقيقت محمدي ﷺ کان متي علم آهي ۽ اهو علم قديم آهي جنهن لاءِ هي دليل موجود آهي: فَوْقَ كُلِّ ذِي عِلْمٍ عَلِيمٌ* (ترجمه) هن علم مان اهو علم مراد نہ آهي جيڪو هن موجودات ۾ محسوس ۽ معلوم آهي. ڇاڪاڻ تہ اهو علم حقيقت محمدي جي لپيٽ (تهہ) ۾ ويڙهيل آهي ۽ هي قديم علم اهو آهي جيڪو ممڪنات،معلومات ۽ محسوسات ۽ جيڪي موجودات ۾ موجود آهي،سندس ذات اندر لڪل هو. پوءِ محبت جي غلبي سببان ان کي پڌرو ڪيائين ۽ بي قراري گهٽي ٿي. پوءِ ان بي پايان درياءَ ۾ ٽبي هٽي علم کي ٻاهر ڪڍيائين جو فرمايائين تہ "كُنْتُ كَنْزًا مَخْفِيًّا" يعني آءُ هڪ لڪل ڪانڻ هوس. پوءِ پاڻ کي سڃاڻائڻ واسطي ٻي ٽبي هٽي فرمايائين: "فَأَحْبَبْتُ أَنْ أُعْرَفَ" يعني پوءِ پاڻ کي سڃاڻائڻ پسند ڪيم. وري ٽئين ڀيري ٽبي هٽي فرمايائين تہ "فَخَلَقْتُ الْخَلْقَ لِأُعْرَفَ" يعني پوءِ پاڻ کي سڃاڻائڻ واسطي خلق پيدا ڪيم. پوءِ جڏهن سيني شين کي پيدا ڪيائين ۽ انهن منجهہ سندس ذات اقدس کي سڃاڻڻ جي ڪا لياقت ڪانہ هئي جو ڪيس سڃاڻن. پوءِ ان جي پويان علم مان آدم عليه السلام کي پنهنجي سڃاڻڻ واسطي آئينو ڪيائين. "خَلَقَ اللّٰهُ آدَمَ عَلٰى صُوْرَتِهٖ" يعني خلقيو الله آدم کي پنهنجي صورت تي ۽ ان آئيني مان پنهنجن صفتن جو مشاهدو ڪيائين. انهن سببان "لَوْلَاكَ لَمَا خَلَقْتُ الْأَفْلَاكَ" جو آواز ڪڍيائين.اهي سڀ حقيقت محمدي ﷺ جون سيرگاهون آهن. حديث ۾ آهي: "أَوَّلُ الْفِكْرِ وَآخِرُ الْعَمَلِ" يعني پهريائين فڪر ۽ پوءِ عمل آهي ۽ جيڪڏهن حقيقت جيڪا حَقِيْقَةُ الحقائق ۽ وحدت ۽ حقيقت آهي ان کي حقيقت محمدي تا چون ۽ پاڻ فرمايو اٿن وَكُنْتُ نَبِيًّا وَآدَمُ بَيْنَ الْمَاءِ وَالطِّيْنِ (ترجمه) ۽ آئون نبي هئس ۽ آدم عليه السلام اڃان پاڻي ۽ مٽي جي وچ ۾ هو.) اهو سڀ مخفي ۽ قديم علم ۽ لڪل هو. ۽ پڻ هي ست صفتون جهڙوڪ سمع (ٻڌڻ) ،بصر (ڏسڻ) ،علم (ڄاڻڻ)، تڪلم (ڪلام ڪرڻ)، قدرت (قدرت رکڻ)، اراده (ارادو ڪرڻ) ۽ حيّ زنده ڪرڻ. هي سڀ صفتون جي جدا جدا هيون سي جڏهن قديم علم سان متفق ٿيون تہ پوءِ انهن پنهنجو وجود مطلق لڌو. پوءِ

جڏهن هي وجود مطلق قديمي صفت سان قديم ٿيو ته انسان ان وقت سيني صفتن جو مجموعو ٿي پيو ۽ انهن کي پڻ "اُمَّهَاتُ الصِّفَاتِ" ٿا چون ۽ اهي ست صفتون پنهنجن پنهنجن جاين تي جدا جدا هيون پوءِ اهي قديم صفت جي مقام ۾ متفق ٿيڻ ڪري هڪ ٿي پيون آهن جڏهن ته سالڪ اڃان وجود واري قيد ۾ قائل آهي سو انهن سيني مقامن کي جهاڳڻ کان پوءِ "حيرت در حيرت" جي مقام ۾ اچي ٿو. ۽ هي "حيرت در حيرت" وارو مقام اهڙو آهي جيڪو طريقت جي سالڪن ۽ حقيقت جي شهبازن ۽ وحدت جي ميدان ۾ سر ڏيندڙ ان مقام کان بي خبر رهن ٿا ۽ ان جاءِ تي ڪا شيءِ نٿا لهن درحقيقت اهو نه لهڻ پڻ لهڻ آهي ۽ پاڻ هي بيت پڙهيائون:

بيت سنڌي

جڏهن ڪين لڌوءِ، تڏهن لڌوءِ سپرين،
جانسين لهين نه ڪين ڪِي، تاسين هوت نه هوءِ،
"إِنَّ رَبِّي عَلٰى صِرَاطٍ مُّسْتَقِيْمٍ" رندن راه اهوءِ
ڪلمو تت ڪفر ٿئي، جتهين هوت نه هوءِ،
نفي ۽ اثبات ڪان، پرين پاڪيزوءِ،
سنڌي لالن لوءِ، تر نه ناقص نه ٿئي

يعني جڏهن ڪجهه هئڻ نه لڌئي ته پوءِ ان وقت تو محبوب کي لڌو، جيسين نه هئڻ کي نه لهندين ته ان وقت محبوب کي نه لهندي. بيشڪ منهنجو رب سنئين راهه تي آهي، رندن جي واٽ پڻ اها آهي. ڪلمون ان جاءِ تي ڪفر ٿو ٿئي جتي محبوب نه هجي. اهو [محبوب] نفي ۽ اثبات کان گهڻو پاڪ آهي. محبوب جي جاءِ ۾ انهن کان تر جيتري به مخالفت نٿي ٿئي.

١٢٢* فرمايائون ته هي عدم [نه هئڻ] اهو نه آهي جيڪو سالڪ کي شروعات ۾ احوالن سان ٿئي ٿو ۽ ان کان پوءِ بشريت واري صورت ڏانهن موٽي ٿو. بلڪ هي عدم اهو آهي جيڪو

معراج واري رات حضرت جبرئيل عليه السلام پاڻ سڳورن ﷺ کان پڇيو تہ حق سبحانه وتعاليٰ جو کهڙي طرح سان مشاهدو ڪيو. پاڻ فرمايائون تہ محمد، محمد کان پڇي تو تہ ڪهڙي طرح ڏٺئي؟ هي عدم اهو نہ آهي بلڪ اهو عدم ان بحث واري ذات ڏانهن ڪنايه طور اشارو ڪيل آهي ۽ اهو بہ سڀ متعين آهي جو ڳالهائڻ ۾ پيو اچي ۽ اهو قلم جي قيد ۾ پيو اچي ۽ هن تعين کان اڳتي وراءَ الوراءَ آهي جو اهو لاقيد آهي جو قلم جي قيد ۾ نٿو اچي. ۽ پڻ ان وراءَ الوراءَ کان اڳتي اجان وراءَ الوراءَ آهي.

ان کان پوءِ پاڻ هن جاءِ تي هيٺ ڏنل بہ بيت پڙهيائون جي هن فقير [محمد ملوڪ] جا جوڙيل آهن:

بيت سنڌي١:

وراءَ الوراءَ ٿيو، ويري منجهہ وحدت،
اچي ان ماڳ ۾ عقل ڪي عبرت،
موٽي تت ملوڪ چئي، علم جي عظمت،
ات حيرت منجهہ حيرت، ري حيرت ناه ڪين.

٢

جت ري حيرت ناه ڪين،ات جانب جو جمال،
نڪو قيل نہ قال، رسي ان رموز ڪي
رسڻ نہ رموز جو مشڪل آه محال،
جانب جو جمال دانش کان دور ٿيو

١٢٣* فرمايائون تہ طريقت واري سير ۾ سالڪن جون واٽون مختلف آهن. پوءِ حق سبحانه وتعاليٰ جي مرضي آهي تہ ڪنهن کي ڪهڙي واٽ ڏانهن رهنمائي ڪري. پوءِ پاڻ پنهنجو نالو مبارڪ "محمود فقير" وٺي فرمايائون تہ هن فقير مسڪين کي اي محمد ملوڪ! سير سلوڪ جي انهيءَ طريقہ سان مشرف ڪيو اٿن ۽ هي مصرع پڙهيائون:

هر ڪسي صاحب قرآني ديگر است

سڀ ڪنهن قرآن جي صاحب جي معنيٰ ٻي ٻي آهي. ان جو مثال هن بيت مان سمجهڻ گهرجي.

يڪي باز را ديده بردوخته - ديگر ديدها باز پر سوخته

معنيٰ: هڪڙي باز جون اکيون سبيل ڏنيون- ٻئي باز جا پر سڙيل يعني پٽيل ڏنا.

۱۲۴* فرمايائون ته فضول ڳالهائيندڙ ماڻهو هنن ڳالهين کي ڪٿي سمجهندا ۽ پاڻ هي سنڌي بيت پڙهيائون:

بيت سنڌي

هي جي ڪن ڪپارجا، سي سولو ڪين سٽن،

اندر جي آهين، سل سنيهو تن ڪي.

۱۲۵* فرمايائون ته جڏهن طالب فنا في الرسول سان مشرف ٿئي ٿو تڏهن ان مقام ۾ سيني موجودات ۽ سيني شين جو مشاهدو پاڻ سڳورن ﷺ ۾ پيو ڪندو ۽ جڏهن الله تعاليٰ پنهنجي لطف سان سالڪ کي ترقي ڏيئي اهڙي جاءِ تي پهچائيندس جتي سيني موجودات ۾ سندس ذات جو مشاهدو پيو ڪندو ۽ ان وقت هيئن پيو چوندو:-

امروز چون جمال تو بي پرده ظاهر است

در حير تم ڪه وعده فردا براي چيست

ترجمو: جڏهن اڄ تنهنجو جمال بنان ڪنهن حجاب جي پڌرو آهي- حيرت ۾ آهيان ته سڀاڻي وارو وعدو ڇالاءِ آهي؟

پوءِ ان ذوالجلال جو جمال هر هنڌ سج وانگر چمڪندو رهندو پوءِ لا ابالي صوفي ان جمال واري درياءَ ۾ ٽٻيون ۽ غوطا کائيندو هيئن پيو ڳائيندو:

کسي گويد ڪه حق صورت نه بندد

من آينک ديده ام ذات مصور

(ترجمو) ڪير چوي ٿو ته حق تعاليٰ کي صورت نه آهي، اجهو مون صورت ٺاهيندڙ جي ذات جي صورت ڏٺي آهي.

ان وقت اهو لا ابالي صوفي همه اوست جو قائل ٿي هيئن چوندو رهندو:

حق جان جهان است جهان جمله بدن

توحيد همين است ديگر حيله و فن

ترجمو: حق سبحانه وتعاليٰ جهان جو روح آهي سارو جهان جسم

آهي- بس توحيد اها آهي ۽ ٻيا حيلا ۽ اٽڪلون آهن.

١٢٦* فرمايائون ته هنن ڏينهن ۾ سالڪ اجان طريقت ۾ ٻار آهي جو ان کي صورت ۽ حقيقت هڪ جهڙي نظر ۾ ٿي اچي ۽ انهن ٻنهي کي همه اوست پيو چوي ۽ پڙهي.

بيت

آن بادشاه اعظم در بسته بود محکم
پوشيده دلق آدم ناگاه بردر آمد

ترجمو: ان وڏي بادشاهه جنهن جو در محڪم بند ٿيل هو، تنهن آدم جي گودڙي پائي پاڻ کي ظاهر ڪيو جڏهن ان وقت ۾ الله تعاليٰ جي مهرباني سالڪ سان همراهه هجي ته پوءِ ان کي صورت ۽ حقيقت جو فرق معلوم ٿيندو. ان وقت صورت کي محض عدم پائيندو ۽ حقيقت کي حق ڪري ڄاڻندو (يعني ان کي عدم نه آهي ۽ اها پنهنجي اصل تي صحيح ثابت آهي) ان وقت سالڪ ويچارو سنئين راهه تي آيو. جڏهن حق سبحانه وتعاليٰ طالب واسطي مقامات جون ٻي انداز ترقيون ۽ فيض جون اڻ ڪٿ عنايتون فرمائي ٿو ته پوءِ ان کي اَنَا الْحَقُّ جي درجي تي آڻي ٿو ۽ "انا" ٽن قسمن جا آهن جي هي آهن: اَنَا اَوَّلُ، اَنَا اَوْسَطُ ۽ اَنَا آخِرُ انهن جو بيان هن طرح ڪيو اٿن. انا اول وارو اهو شخص آهي جو طريقت ۾ داخل ٿيڻ کان اڳ ۾ پنهنجي هستي انا (آئون) پيو ڳائي. ۽ انا اوسط (يعني وچولي درجي وارو انا) چوي جهڙو شيخ منصور عليه الرحمت ۽ ٻيا بزرگ جن کان اهو لفظ صادر ٿيو آهي، ڇاڪاڻ ته جڏهن سالڪ هن مقام تي اچي ٿو پوءِ هو ان وقت پنهنجي خوديءَ کان آزاد ٿي، انا الحق، سبحاني ۽ ليس في جبتي سوي الله جو نعرو هڻي ٿو ۽ جيڪي گهري سو ٿئي ٿو. ان وقت پاڻ هي مثال بيان فرمايائون ته حضرت شيخ فريد الدين گنج شڪر قدس سره جن تنهائي ۾ هٿا ۽ هيئن پئي چيائون "جيڪي الله گهري سو ڪري" ايتري ۾ غيب مان هاتف هي آواز ڏنو 'جيڪي فريد چوي سو ٿئي."

ان وقت هي نقل بيان فرمايائون ته جنهن وقت ماڻهو منصور عليه الرحمة کي قاسي ڏيڻ لاءِ وٺي آيا، انهيءَ وقت ستر

ماڻهو اتي موجود هئا، ڦاسي واري تختي تي انهن ماڻهن مان منصور جي بدلي هڪ هڪ ماڻهو تي هڪ هڪ ٻئي جي پٺيان ڦاسيءَ تي لٽڪي ويا ۽ سڀ کنهن پيري اها حالت پي تي تانجو ستر ئي ماڻهو ڦاسي تي چڙهي ويا. ماڻهو منصور جو اهو فعل ڏسي عاجز ٿي پيا ۽ هيو کو رستو ڦاسي ڏيڻ جو نه لڌائون ۽ منصور کي پڻ انهيءَ حالت تي گهڻي تڪليف درپيش آئي. اهڙي حال ۾ ان جي نظر هڪ تنبو تي پئي جنهن ۾ پاڻ سڳورا ﷺ جن ويٺل هئا. ان تنبوءَ ۾ هڪڙو سوراخ هو جتان پاڻ سڳورن ﷺ جي منهن مبارڪ جي نورانيت جي تجلي جو عڪس سج تي پئي پيو. منصور عرض ڪيو ته حضرتا! هن تجلي جي پرتوي ڪري مون کي تمام گهڻي بي جمعيتي ٿي پئي آهي خواهش اٿم ته انهيءَ لوگهي (سوراخ) کي بند ڪريان. پاڻ فرمايائون ته "تنهنجي سر ڏيڻ کان سواءِ اهو سوراخ ڪڏهن به بند نه ٿيندو ڇاڪاڻ ته تو اسان جي شريعت ۾ رخنو وڌو آهي." جڏهن شيخ منصور عليه الرحمه، سندن اهو فرمودو ٻڌو تڏهن سندن امر موجب پنهنجي گردن ڦاهي ۾ وجهي پنهنجي جان ڏنائين.

سر در قدم يار فدا شد چه بجا شد
اين بار گران بود ادا شد چه بجا شد

(ترجمو) يار جي قدمن تي سر قربان ٿيو ته ڪا وڏي ڳالهه ناهي، اگرچه اهو بار ڳرو هو ۽ ادا ٿيو ته کهڙي بجاآوري ٿي.

پوءِ اهڙا صوفي جيڪي متوسط الحال آهن تن کي اهڙي حالت پيدا ٿئي ٿي ۽ انهن جو انا محض نلهي دعويٰ وارو نه آهي ڇاڪاڻ ته انهن وٽ شاهد آهن جنهن جو مثال منصور عليه الرحمه جي حال مان بيان ٿيو ۽ نه انهن صوفين جي قول انا کي اعتبار آهي جن کي حال نه هجڻ سببان کو شاهد نه اٿن ۽ هي ڳالهه پڌري آهي ته دعويٰ جو ثبوت شاهدن تي آهي جي شاهد نه آهن ته دعويٰ باطل ۽ ڪوڙي آهي. اهڙي دعويٰ ڪرڻ وارو ڪافر ۽ گمراهه آهي. پاڻ هي بيت پڙهيائون.

عشق چون دعويٰ جفا ديدن گواه — چون گواهت نيست دعويٰ تباه
هر که دعويٰ بر او محبت ساز کرد — صدر در از غم بر رخ باز کرد

ترجمه (١) : جڏهن عشق جي دعويٰ ٿي ته پوءِ محبوب جو آزمائڻ ان لاءِ شاهد آهي، جڏهن تنهنجو شاهد ڪونهي ته دعويٰ باطل آهي.

(٢) : جنهن محبوب جي محبت جي دعويٰ ڪئي ته پوءِ ان تي سو دروازا ڏکن جا کلن ٿا.

١٢٧* فرمايائون ته منصور عليه الرحمة جي قاسي جو سبب پاڻ سڳورن ﷺ جو امر هو نه ته جيڪي چوي ها سو ٿئي ها. ان تي پاڻ هي نقل بيان فرمايائون ته ڪنهن بادشاه جو پٽ تقدير الاهي سان مري ويو. پوءِ بادشاه ان وقت جي عالمن کي هن ڳالهه لاءِ زيربار ڪيو ته جيڪڏهن اوهين منهنجي پٽ کي جيئرو نه ڪندا ته اوهان جا سب مواجب ۽ پگهارون بند ڪري ڇڏيندس. اهي ويچارا عالم جيڪي دنيا جي لالچ ۾ مئل هئا سي هن ڪم کان لاچار ۽ بي وس هئا ۽ انهن کي هن ڳالهه کان سواءِ ٻي ڪا صورت نظر نه آئي ته ڪنهن صاحب دل ۽ حال واري کان سواءِ اها مشڪل حل نه ٿيندي. آخرڪار گهڻي جستجو کان پوءِ انهن حضرت شيخ المشارق والمغارب شاه شمس الدين تبريز کي ڳولي لڌو ۽ ان کي پنهنجي احوال کان واقف ڪري مشڪل جي حل ٿيڻ واسطي عرض ڪيائون. پوءِ شمس تبريز انهن کي چيو ته جيڪڏهن اهو ڪم مون کان پورو ٿيو ته آئون مسڪين اوهان جي هٿان قتل ٿيندس. پوءِ انهن ملن قسم کاڌو ۽ انجام ڏنو ته اسين اوهان کي ڪنهن به قسم جو نقصان ۽ تڪليف نه ڏينداسون. پوءِ انهن شمس تبريز کي بادشاه جي مئل پٽ اڳيان آندو. شمس تبريز رحمة الله عليه ان مئل ڇوڪر کي چيو ته "قُمْ بِاِذْنِ اللّٰهِ" يعني الله جي حڪم سان اٿ. انهيءَ چوڻ سان ڇوڪر جيئرو نه ٿيو. وري ٻئي ڀيري "قُمْ بِاِذْنِ اللّٰهِ" چيائين ته به ڇوڪرو جيئرو نه ٿيو. ٽئين ڀيري جذب ۾ اچي گهڻي جوش سان چيائين "قُمْ بِاِذْنِيْ" منهنجي حڪم سان اٿ انهيءَ چوڻ سان مئل ڇوڪرو جيئرو ٿيو ۽ اٿي بيٺو.

بادشاه دل ۾ خيال ڊوڙايو ته هي ڪم انهن عالمن کان ٿي نه سگهيو آهي تنهن ڪري شيخ مذڪور کي گهڻو انعام ۽

اڪرام ڏنائين. (انِ ڳالهہ تان مُلن کي حسد ٿيو) ٿورن ڏينهن کان پوءِ انهن انڌن مُلن شمس تبريز قدس سره سان حسد ۽ دشمني پيدا ڪئي ۽ ان صاحبدل کي ڏوهي ڪيائون. ان اهل دل انهن کي چيو تہ مون اهو ڪم اوهان جي چوڻ موجب ڪيو هو، تنهن ڪري مون کي ڇڏي ڏيو. انهن انڌن چيو تہ اسان توکي ائين نہ ڇيو هو تہ تون پنهنجي حڪم سان ان مئل ٻار کي جيئرو ڪر. هاڻي توکي تعزير ڏيڻ لاءِ تنهنجي بدن جي کل تنهنجي مٿي کان وٺي پيرن تائين لاهڻ کان سواءِ نہ ڇڏينداسون. جڏهن شيخ انهن جي اها ضديت ڏٺي تڏهن جذب ۽ جلال ۾ اچي پنهنجي مٿي کان هٿ وجهي پنهنجي بدن جي کل لاهي انهن جي حوالي ڪئي.

اي دوست جڏهن پاڻ اهو نقل پورو ڪري بس ڪيائون تڏهن فرمايائون تہ هن زماني ۾ بہ اهڙا بي خبر ۽ بي وفا ماڻهو گهڻا موجود آهن ۽ ہہ بيت پڙهيائون

سر اين معني اگر ظاهر کنم - قتل برما آورد عالم شتاب

گر نہ بيند مدعي معنيٰ چہ شد - زانکہ شبپر کور شد از آفتاب

(ترجمو) (١): هن معنيٰ جو راز جيڪڏهن پڌرو ڪريان تہ- جهان وارا اسان جي مارڻ تي جلدي ڪندا.

(٢): جيڪڏهن مدعي معنيٰ کي نٿو ڏسي تہ ڇا ٿيو- اهوئي سبب آهي جو چمڙو سج جي روشنيءَ ۾ ڏسڻ کان انڌو آهي.

هي نقل شيخ المشائخ حضرت خواجہ بهاؤالحق والدين المشتهرہ نقشبندي قدس سره جو بيان فرمايائون تہ خواجہ صاحب ۽ سندس هڪ ٻيو دوست جيڪو طريقت ۾ ياءُ هو ۽ اهي ٻئي خواجہ سيد مير گلال قدس سره جن جا مريد هئا. اهي ٻئي هڪڙي ڏينهن پنهنجي مرشد لاءِ ڪاٺين آڻڻ واسطي جهنگ ڏانهن ويا جڏهن ڪاٺين واري هنڌ تي پهتا ۽ ڪاٺيون وڍڻ شروع ڪيائون ۽ اڳين بزرگن جي ڳالهين ۾ مشغول ٿي ويا ۽ هنن ڳالهين جي بحث ۾ پيا تہ الله تعاليٰ جي اوليائن جي دلين کي اها قدرت حاصل آهي جو جيڪڏهن ڪنهن کي ڪنهن وقت چون تہ مر تہ اهو مري وڃي. ان وقت حضرت خواجہ نقشبند قدس سره جي جذبي اهڙي حالت ڏيکاري جو دوست ۽ جو مريد هو تنهن کي چيائين تہ

تون مر. انهيءَ چوڻ سان اهو اتي جو اتي مري پيو ۽ انهيءَ وقت
ٻيو ڪوبہ ماڻهو اتي موجود نہ هو ۽ خواجہ صاحب جن کي ڏاڍي
حيراني ٿي ۽ مٿان اچي ڏينهن جا ڪچا ٻہ پهر ٿيا ۽ موسم بہ
اونهاري جي هئي. گرمي جي تپش سببان ان مئل دوست جو رنگ
۽ بوءِ مٽيل محسوس ٿي. پوءِ پاڻ گهڻي انتظار ۾ اتي ويٺا هئا
تہ ايتري ۾ ڪين الهام ٿيو تہ هن مئل کي چئو تہ "تون جيئرو ٿي"
پوءِ پاڻ ان کي جيئري ٿيڻ جو چيائون تہ اهو جيئرو ٿي پيو.

آخر هنن ٻنهي ڪائين جون پريون ڪلهن تي رکي پنهنجي
مرشد مير ڪلال قدس سره جي دروازي تي آڻي لاٿيون. پوءِ خواجہ
نقشبند قدس سره پنهنجي مرشد اڳيان ساري حقيقت پيش ڪري
ٻڌائي ۽ چيائين تہ سج جي تپش گهڻي هئي جنهن ڪري لاش
ڪنو ٿي ٿيو ۽ ڏاڍو حيران هئس. تنهن تي سندس مرشد چيس تہ
تون ان کي انهيءَ مهل چوين ها تہ جيئرو ٿيءُ تہ پوءِ اهو جيئرو ٿي
پوي ها. ان ڪان پوءِ پاڻ مثنوي جو هي بيت پڙهيائون

اوليا را هست قدرت از اللّٰه - تير جستہ باز گرداند ز راه

(ترجمو) الله جي طرفان اوليائن کي قدرت عطا ٿيل آهي، جو اهي
ڪمان مان نڪتل تير کي واٽ مان موٽائي سگهن ٿا.

ان ڪان پوءِ فرمايائون تہ هنن ڳالهين جو چيھ نہ آهي تنهن
ڪري انهن ٿورن مثالن تي اختصار ڪجي ٿو. نہ تہ ڳالهہ پٽي
ڊگهي ٿيندي.

هاڻي اصل واري ڳالهہ "اَنَا" ٽئين طرح واري تي اچون ٿا.
پاڻ فرمايائون تہ هي "انا" اهو آهي جڏهن سالڪ ازلي عنايتن ۽ لم
يزلي سعادتمندي ۽ پنجن لطيفن ۽ ٻين عروجن ۽ ترقين کي
حاصل ڪري فنا جي چوٿين واري منزل تي رسي ۽ ان ڪان بہ اڳتي
گذر ڪري پاڻ مان علم حصولي ۽ حضوري کي محو ۽ نسيا
مَنسيًا ڪري فناءُ الفناءِ جي مقام تي اچي ۽ ان بعد بقاءُ البقاءِ
ڪيس ڏيکائي ڏيندو ۽ بقاءُ البقاءِ وارو مقام جهاڳي وري نزول
ڏانهن موٽائيندس ۽ ان وقت "اَلْيَوْمَ اَكْمَلْتُ لَكُمْ دِيْنَكُمْ وَاَتْمَمْتُ
عَلَيْكُمْ نِعْمَتِيْ وَرَضِيْتُ لَكُمُ الْاِسْلَامَ دِيْنًا" جو عمدو وڳو ۽ پاڻ
سڳورن ﷺ جي متابعت جي پيروي ڪرڻ سان ان تي نوازش ٿا

ڪن. ان وقت سالڪ کي وري وجود بشري عطا ٿو ٿئي. ان مان اها هستي يعني آئون مراد نہ آهي جيڪا طريقت ۾ داخل ٿيڻ کان اڳ ۾ ڪيس هئي. هي وجود بشري اهو آهي جنهن لاءِ پاڻ فرمايو اٿن. "لَيَغَانُ عَلىٰ قَلْبِيْ"

١٢٨* فرمايائون تہ هن فقير (خليفو محمود فقير) کي "انا" جا ٽيئي درجا عنايت ٿيل آهن تہ اي دوستو! جيڪڏهن حق سبحانه وتعاليٰ جي مدد ۽ ازلي تائيد هٿ اچي ويندي تہ هنن ڳالهين کي خودبخود سمجھندو.

١٢٩* فرمايائون: جڏهن بلند فطرت وارو طالب هن معنيٰ جي سمجھڻ جي طلب ڪندو ۽ پائيندو تہ مطلب کي رسان ۽ طالبن جي گفتار مان هدايت جو پاڳو حاصل ڪريان ۽ ان جي گفتارن مان ميٺاج ۽ لذت وٺان تہ پوءِ ان کي گھرجي تہ پنهنجي هستي کان بي خبر ٿئي ۽ حق سبحانه وتعاليٰ جي يادگيري ۾ پاڻ کي مستغرق ڪري ۽ هن ڪثرت واري عالم کان پنهنجي نگاهہ کڻي وحدت ڏانهن نظر رکي ۽ ساري عالم جو حقيقي ڪارساز الله تعاليٰ کي ڄاڻي ڇاڪاڻ تہ "لَا تَتَحَرَّکُ اِلَّا بِاِذْنِ اللّٰهِ" ان ڳالهہ تي دليل آهي- يعني ڪو بہ ذرو الله تعاليٰ جي حڪم بنا نٿو چري.

١٣٠* فرمايائون: طالب کي گھرجي تہ معيشت جي ظاهري اسبابن سان دل نہ ٻڌي ڇاڪاڻ تہ ان جا خيالات ۽ فڪرات دل کي خراب ۽ پريشان ٿا ڪن هن هنڌ تي ڪنهن بزرگ فرمايو آهي:

بيت

ڪارسازي ما بساز ڪارما - فڪرما در ڪارها آزار ما

۽ حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنہ جن هن باب ۾ هي بيت گھڻو چوندا هئا:

سپردم بتومايهٔ خويش را - تودانی حساب ڪم وبيش را

(ترجمه) پنهنجي موڙي کي تنهنجي حوالي ڪيم- گھٽي ۽ ٿوري جو حساب تون ٿو ڄاڻين.

١٣١* فرمايائون تہ طالب کي گھرجي تہ پنهنجي پاڻ واري هستي کي ڇڏي ڏي ۽ پنهنجا قول ۽ فعل الله تعاليٰ کان

ڄاڻي نہ پاڻيان، ڇاڪاڻ تہ الله تعاليٰ قرآن مجيد ۾ فرمايو آهي: "وَاللهُ خَلَقَكُمْ وَمَا تَعْمَلُوْنَ" * (ترجمو) ۽ الله اوهان کي خلقيو ۽ جيڪي ڪم ڪريو ٿا تن کي پڻ.

١٣٢* فرمايائون تہ حضرت خواجہ نقشبند قدس سره جي ڪلمات قدسيہ ۾ هي منقول آهي تہ پاڻ کي وسارڻ ۽ دوست جي طلب ڪرڻ جي ڪا حاجت ناهي. پوءِ پاڻ هي سنڌي بيت فرمايائون:

سنڌي بيت

وڃي رس وڃڻ ڪي،وڃڻ پڻ وڃاءِ،
لو ڪان لڪي سيڪو،لڪيان لڪي ڪون،
اتي ويئي اون،ان الثي ڳالهہ جي.

يعني وڃڻ وارن کي وڃي رس، وڃڻ پڻ وڃاءِ، خلق ڪان پاڻ کي لڪاءِ ۽ پاڻ ڪان بہ پاڻ کي ڳجهو رک. خلق ڪان ڳجهو سڀ ڪو شخص ٿئي ٿو، پر ڳجهي تيڻ ڪان ڪوبہ ڳجهو نہ ٿيو آهي.

پهرين بيت جو مطلب هي آهي تہ اجان علم حصول باقي بچيل هي ۽ ٻي بيت ۾ آهي تہ علم حصولي ۽ حضوري ٻئي نہ رهيا آهن بلڪ علم ۽ عين اهي ٻئي منجهس گم ٿي ويا.

١٣٣* فرمايائون تہ الله تبارڪ وتعاليٰ جي طلب خودي ڪان سواءِ ڪنهن کي ميسر نہ ٿي آهي ۽ اها خودي هن موهوم هستي ڪان سواءِ ٻي آهي. سنڌن خدمت ۾ حاضر ماڻهن عرض ڪيو تہ حضرتا! اها خودي جنهن لاءِ اوهان فرمايو آهي سا ڪهڙي آهي. پاڻ فرمايائون تہ اها هي آهي جنهن لاءِ سلطانِ العارفين بايزيد بسطامي قدس سره فرمايو: "سُبْحَانِيْ مَا اَعْظَمُ شَانِيْ" ۽ پڻ شيخ منصور عليه الرحمه قدس سره "اَنَا الْحَقّ" چيو. هي [خودي] طريقت جي وچ وارو مقام آهي.

١٣٤* فرمايائون: طالب کي گهرجي تہ چئن عناصر ۾ فڪر ڪري تہ انهن ظهور ڪٿان لڌو. جڏهن تہ انهن جو اصل نور آهي ۽ اهو نور حقيقة الحقائق جو آهي ۽ ان کي حقيقتِ محمدي پڻ چوندا آهن. جيئن پاڻ فرمايو اٿن "اَنَا مِنْ نُوْرِ اللهِ وَالْعَالَمُ كُلُّهٗ

مِنْ نُوْرِيْ". پوءِ آسمانن ۽ زمينن پڻ سندن نور مان ظهور لڌو آهي ۽ جيڪو سالڪ "اَنَا مِنْ نُوْرِ اللّٰهِ وَالْعَالَمُ كُلُّهٗ مِنْ نُوْرِيْ" جي حقيقت کي رسي ٿو ته اتي پنهنجي حقيقت سوا ٻيو ڪوبه خدا نظر نٿو اچي. جڏهن سالڪ ڪفر حقيقي جي درياءَ ۾ مستغرق ٿئي ٿو ته پوءِ ان وقت ان کي ڪفر ۽ اسلام ٻئي برابر ٿا لڳن. هن هنڌ تي ڪنهن بزرگ چيو آهي:

مي گفت دربيابان رندي دهن دريده
صوفي خدا ندارد كو نيست آفريده

ڪنهن رندي شخص بيابان ۾ وات ڦاڙيو هيئن پئي چيو، صوفي خدا نه ڪري ڇاڪاڻ ته اهو ڪنهن جو خلقيل ناهي. پاڻ فرمايائون جڏهن طالب ۾ اهڙي حالت پيدا ٿئي ته پوءِ ان کي لازم آهي ته پنهنجي ڪامل اڪمل مرشد جي صحبت کان جدا نه ٿئي، جيستائين اهو ڪامل مرشد پنهنجي مريد کي حقيقت ڪفر جي ڪن ۽ چڪر کان ٻاهر نه آڻي. نه ته منصور حلاج وانگر هلاڪت ۾ نه پئي ڪنهن بزرگ فرمايو آهي:

درين ورطه كشتي فروش هزار - كه پيدا نشد تخته بركنار

(ترجمه) هن ڪن ۾ هزارين ٻيڙيون غرق ٿي ويون، پر انهن جو هڪ تختو به ڪناري تي ظاهر نه ٿيو.

١٣٥* فرمايائون ته رشحات عين الحيات ۾ لکيل آهي ته حضرت خواجه علي راميتني قدس سره فرمايو ته حضرت خواجه عبدالخالق غجدواني قدس سره جي فرزندن يعني مريدن مان ڪوبه زمين تي جيئرو هجي ها ته منصور حلاج ڦاهي تي نه چڙهي ها ۽ فرمايائون ته هن مان خواجه صاحب جي قوت ذاتهن اشارو آهي. ۽ پڻ فرمايائون ته حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنه جن پنهنجي والد بزرگوار حضرت ميان صاحب قدس سره جن کان پڻ هن باب ۾ بيان ٻڌو هئائون جو ان سڳوري چيو ته اسان کي عجب آهي انهيءَ حال تي، ته ان وقت اهڙو ڪو به بزرگ نه هو جيڪو منصور رکي انانيت واري حال کان ڇڪي، ٻي حال تي آڻيس ها ۽ ان کي ڦاسي کان نجات ڏياري ها. ان کان پوءِ پاڻ فرمايائون ته ڪن سالڪن کي هن حاصل تي ٽيهه چاليهه وره ترقي تي ترقي

ٿئي ٿي جن کي هڪ لمحو ۽ لحظو بيهڻ ناهي ۽ ٽڪڙو ٽڪڙو سير ڪري پنجاهه هزار ورهن جو پنڌ اک ڇنڀ ۾ طي ڪن ٿا ۽ مڙني حقائقن کي لپيٽ ۾ آڻي حقيقة الحقائق منجهه مشاهدي ۾ ڏين ٿا. ڇاڪاڻ ته هي اعياني، جسماني، ملڪي، جني، انساني، ارضي ۽ سمائي واريون سڀ صورتون سي "حقيقت الحقائق" جون صورتون آهن ۽ انهن مڙني علمن ان ڪان ظهور لڌو آهي ۽ اهي سڀ صورتون پنهنجي جاءِ تي بيٺل آهن ۽ ان ۾ محو ۽ متلاشي آهن ڇاڪاڻ ته ان جي وجود ڪان سواءِ ٻيو ڪو وجود نه اٿن.

١٣٦* فرمايائون: سڀني اوليائن جو هن ڳالهه تي اتفاق آهي ته "حقيقت الحقائق" حق مطلق آهي ان کي "عقل ڪل" ۽ "روح اعظم" ۽ "حقيقت محمدي صلي الله عليه وسلم" پڻ چون ٿا ۽ گهڻا اولياءَ الله هن هنڌ تي اچي بيهي رهيا آهن ۽ هن مقام ۾ محض وحدت ۽ احديت کي ثابت ٿا ڪن ۽ انهن وٽ اهو ئي مقام حق آهي ۽ انهن وٽ هن ڪان اڳتي ڪوبه گس يا مقام نه آهي.

١٣٧* فرمايائون: هڪڙي ڏينهن ٽنڊي محمد خان جي شهر ۾ هن فقير ۽ برادرم صاحب عرفان خليفه ميان لقمان عليه الرحمه (ڪوڪرن جو ويٺل) جي وچ ۾ حقيقت محمدي صلي الله عليه وسلم جي باب ۾ گفتگو ٿي. هن فقير (خليفو محمود قدس سره) چيو ته مون کي انهيءَ مقام ڪان نفي ڪرائي اٿن ۽ اڳتي وڌڻ جي رهبري ڪئي اٿن. برادرم چيو ته حقيقت محمدي ﷺ ڪان اڳي ڪو رستو نه آهي. ان ڳالهه جي وضاحت لاءِ هڪڙو خط حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنه جي خدمت ۾ روانو ڪيم. گهڻو وقت گذري ويو خط جو جواب نه آيو، انهيءَ خيال ۾ هئس ته الله تعاليٰ جي مهرباني سان پاڻ لاڙ جي طرف مريدن ۽ فقيرن جي دعوت وٺڻ لاءِ تشريف فرما ٿيا. پوءِ هي فقير ۽ برگزيده سبحان خليفه ميان سلطان عليه الرحمه سندن قدمبوسي ۽ استقبال واسطي ٻئي ڄڻا روانا ٿياسون. تان جو شهدادپور جي ڀرپاسي سبئي ڪندر جي ڳوٺ ۾ اچي سندن خدمت فيض درجت ۾ وڃي مشرف ٿياسون. چڙهڻ وقت سندن سواري وارو رڪيب وٺي عرض رڪيم ته حضرتا هڪڙو نياز نامون حضور ۾ روانو ڪيل هو

ان جو جواب باصواب اڄ تائين نہ مليو آهي. پاڻ پنهنجي زبان گوهر فشان سان فرمايائون تہ ڇاجي بابت خط لکيل هو. هن فقير عرض ڪيو تہ حضرتا! حقيقت محمدي ﷺ جي باري ۾ هو. پاڻ گهڻي جذب ۽ جوش سان فرمايائون ڪير آهي جيڪو حقيقت محمدي ﷺ جي نفي تو چوي ۽ پڻ هيئن بہ چيائون تہ قيامت جي ڏينهن جيڪڏهن سندن حليه کان سواءِ ديدار هوندو تہ اسين ديدار نہ ڪنداسون. پوءِ گهڙي ڪن ماٺ ۾ رهيس. تنهن ڪان پوءِ سندن حضور ۾ عرض ڪيم تہ حضرتا! هي ٻانهو تو چوي پوءِ پاڻ انهيءَ ڳالهہ تي گهڻو تعجب تي ڪيائون ۽ فرمايائون تہ تون ڪيئن ٿو چوين. پوءِ هن ناچيز چيو تہ حضرتا! مون ڪي ان مقام ڪان نفي ڪرائي اٿن. پوءِ پاڻ اها ڳالهہ ٻڌي ڪجھ وقت تائين ماٺ ۾ رهيا. ان بعد پاڻ فرمايائون تہ جيئن تون چوين ٿو تيئن ڪنهن ڪتاب ۾ اها ڳالهہ موجود آهي. عرض ڪيم تہ حضرتا هي حقيقت حضرت خواجہ مجدد الف ثاني قدس سره جي مڪتوبات ۾ مندرج آهي.

اي دوست! پاڻ (محمود فقير) جڏهن هن هنڌ تي گفتگو تي ڪيائون، تڏهن چيائون تہ اها مذڪور حالت جيڪا هن فقير (حضرت خليفو محمود قدس سره) کي حاصل تي، اها پڻ بخشش ۽ مهرباني حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنه کان حاصل ٿيل آهي، پر انهيءَ کان ڪجهہ قدر زياده پڻ نصيب ٿيو آهي ڇاڪاڻ اها حقيقت ڪنهن بہ ڪتاب ۾ نہ آيل آهي، سواءِ (١) مڪتوبات حضرت خواجه مجدد الف ثاني قدس سره جن جي ان مڪتوبات جو اجمال طرح مطالعہ ٿيل آهي.

١٣٨* فرمايائون: جڏهن هي فقير (خليفہ محمود قدس سره) ننڍو ٻار هئس ۽ مڪتب ۾ ٻارن سان گڏ قرآن شريف پڙهندو هو. هڪڙي پيري اهل الله فقيرن مان ڪو درويش اسان جي استاد وٽ آيو ۽ اهي ٻئي پاڻ ۾ ڳالهين ڪرڻ ۾ اهڙا مشغول تي ويا جو

(١) اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ جَمِيْعًا كَثِيْرًا

اسان شاگردن ڏانهن ڪا خبر نہ ٿي رکيائون ۽ هن فقير ان درويش جي صورت ڏانهن پئي نهاريو ۽ ان جي ڏسڻ ڪري منهنجي دل ۾ هي خيال آيو تہ هي آزاد مرد ٻين ماڻهن جهڙو نہ آهي. ايئن چئي پوءِ پاڻ هڪڙي بيت جي هڪڙي مصرع پڙهيائون:

ديدن ايشان جلوه اكسير اكبر مي كند

(ترجمه) انهن جو ڏسڻ وڏو جلوو اڪسير جهڙو پيدا ٿو ڪري.

ان بعد ننڍي عمر هئڻ واري حالت ۾ چوڪرن سان پئي راند ڪيم تہ ايتري ۾ فقيرن جي جماعت مان ٻہ شخص ڏنم جن پاڻ ۾ فقيري جون ڳالهيون پئي ڪيون. پوءِ آئون چوڪرن کي ڇڏي انهن جي صحبت ۾ اچي ويٺس ڪنهن بزرگ هي بيت ڪهڙو نہ چڱو چيو آهي:

بيت

صحبت ايشان خاک را اكسير كرد - لطف شان درهر دل تاثير كرد

هر كه با ايشان نشيند يک دمي - روز محشر كجا دارد غمي

(ترجمه) ١- انهن (صالحن) جي صحبت مٽي کي اڪسير ڪيو - انهن جي لطفن مڙني دلين ۾ تاثير ڪيو. ٢- جيڪو انهن (صالحن) سان هڪ گهڙي صحبت ۾ رهي تہ اهو قيامت جي ڏينهن جو ڪهڙو غم رکندو.

١٣٩* فرمايائون: هڪڙي ڏينهن حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنه جن هن فقير کي هڪڙي شغل جي پڇائڻ جو امر ڪيو ۽ ان جي ڪيفيت پڻ ڏسيائون. پوءِ ان شغل جي پڇائڻ ۾ جيڪو مشاهدو ٿيو سو سندن خدمت ۾ پيش ٿي ڪيم پاڻ فرمايائون تہ ائين نہ آهي. عرض ڪيم تہ حضرتا! جيڪڏهن ادب کان منڪر نہ ٿيان تہ ائين آهي جيئن هن ٻانهي کي مشاهدو ڪرايو اٿن. پوءِ حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنه جن تڏو ساهہ ڪٽي منهنجي نالي فرمايائون تہ "هن طالب صادق جو مرشد هي سفيد ريش وارو نہ آهي، هن جو مرشد عشق الهي آهي جو ان کي خودبخود رستو پيو ڏيکاري." اي دوست! اسان جي مرشد ادام الله برڪاته جو حضرت پير سائين جن سان دلي رابطو ۽

دوستي ۽ محبت ظاهري خواه باطني ايتري ته بي انداز هئي جنهن جو ذڪر لکڻ ۽ ڳالهائڻ کان ٻاهر آهي. ڪنهن وقت چوندا هئا ته صوري توڙي معنوي، صفاتي خواه ذاتي تجليون ۽ پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جن جو مشاهدو ۽ حق سبحانه وتعاليٰ جي شهود واريون تجليون سي سڀ حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنه جي منهن مبارڪ مان مون کي حاصل پيئي ٿيون. ان کان سواءِ پاڻ جيڪي ٻيا اسرار ۽ انوار تي ڏنائون جن جو بيان ڪرڻ کان زبان عاجز آهي ۽ قلم جي ڇهنب لکڻ کان بي وس ٿي پڳل آهي جو انهن رازن کي پڌرو ڪن.

اهل دنيا وارن جوعقل سنڌ واري زال جي مثل آهي تن جو عقل هنن ڳالهين جي سمجهڻ کان معطل ۽ بيڪار آهي. جيئن ته ان باب ۾ مثنوي وارو فرمائي ٿو:

عقل جزو از رمز اين آگاه نسيت - واقف اين اسرار جزالله نيست

(ترجمه) عقل جزئي هنن رمزن جي سمجهڻ کان بي خبر آهي، الله کان سواءِ هنن اسرار جو ڪو ٻيو واقف نه آهي.

١٤٠* فرمايائون: حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنه جن جڏهن هن فقير ڏانهن خط لکندا هئا ته خط ۾ عبارت لکڻ کان اڳ ۾ هي بيت پنهنجن هٿن سان لکندا هئا:

من تو شدم تومن شدي - من تن شدم تو جان شدي
تاڪس نگويد بعد زين - من ديگرم تو ديگري

(ترجمه) ١- آئون تنهنجو ٿيس، تون منهنجو ٿئين - آئون جسو ٿيس تون جان ٿيون ٢- هن کان پوءِ ڪير به ائين نه چوي ته - آءٌ ٻيو آهيان تون ٻيو آهين.

اي دوست! بعض وقتن تي حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنه اسان جي شيخ حضرت خليفه محمود رضي الله تعاليٰ عنه جو هٿ پنهنجي هٿ ۾ جهلي ۽ حضرت خليفه صاحب رضي الله تعاليٰ عنه جي ٻانهن تي هٿ هڻي مريدن کي مخاطب ٿي چوندا هئا ته جنهن هن کي ڏٺو تنهن ڄڻ ڪ اسان کي ڏٺو ۽ جيڪو هن جي جاءِ (ڪڙيو شريف) آيو سو ڄڻ اسان وٽ (ڳوٺ) آيو ۽ پڻ خليفي کي فرمايائون ته جنهن کي تون خلافت جي خلعت

۽ اجازت ڏين تہ اها ڇڻ اسان جي اجازت آهي پوءِ جيڪو تنهنجي صحبت ۾ رهي اهڙي درجي کي رسي تہ پلي ان کي خلافت جي نوازش ڪر. ان ڳالهہ ٻڌڻ ڪان پوءِ سندن فرمودي موجب حق سبحانه وتعاليٰ جي ڪيترن طالبن کي هدايت ۽ رشد واري خلافت عنايت ڪيائون. انهن مان هڪڙو خليفو محمد صالح آهي ۽ ٻيو خليفو ميان صاحبڏنو آهي جنهن جو ذڪر مٿي گذريو آهي. جيڪڏهن الله تعاليٰ توفيق ڏني تہ ان فقير جا ٻيا مناقب هن ڪتاب جي آخر ۾ آڻيندس، انشاءَ الله تعاليٰ.

اي دوست! حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنه جن فرمائيندا هئا تہ گهڻن طالبن اسان ڪان خلافت جي گهر گهڻي مشقت سان گهري ورتي آهي. مگر خليفي (محمود) کي حق سبحانه وتعاليٰ جي مرضي سان خلافت ۽ اجازت عنايت ٿي آهي ڇاڪاڻ تہ هي الله تعاليٰ جي چونڊ ٻانهن مان آهي تنهن ڪري ان کي خلافت سان مشرف ڪيم ۽ هيئن بہ فرمايائون تہ خليفو محبوبيت جو درجو (مقام) رکي ٿو.

١٤١* فرمايائون: هڪ ڀيري حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنه جن لاڙ جي سفر ڪان موٽڻ وقت ڪنيارين جي ڳوٺ تشريف فرما ٿيا هئا اهو ڳوٺ مبارڪ واهہ جي پرڳڻي ۾ (اهو ڳوٺ نواب شاه ڪان ٻن ميلن جي مفاصلي تي ڏکڻ طرف آهي) اتي خيلفي اسماعيل هن فقير کي چيو تہ سهمائي وقت سندن حضور ۾ موڪل بابت عرض ڪج. پوءِ مون سندن حضور ۾ خليفي اسماعيل جي موڪل بابت عرض رکيو. پاڻ فرمايائون تہ اسين سيني کي هتي ئي موڪل ڏينداسون. پوءِ پاڻ جماعت سميت ماني کائڻ واسطي دعوت ڏيندڙ شخص جي گهر اسريا. ان وقت اونهاري جي موسم هئي ۽ هن ٻانهي گرمي سببان پنهنجي دستار لاهي هڪڙي ننڍي ٽوپي مٿي تي پاتي. (١) ماني کائڻ ڪان پوءِ پاڻ آرام وٺڻ لاءِ اوطاق تي آيا ۽ اچڻ سان آرامي ٿيا.

(١) اها ٽوپي اڄ بہ درگاهہ شريف (ڪڙيو گهنور) ۾ موجود آهي (مير محمد نظاماڻي)

هي ٻانهو ۽ ٻيا فقير ٻئي اوطاق ۾ رهياسون. اجان ٿورو وقت نہ گذريو تہ حاجي نارو فقير جو درگاه جي فقيرن مان سندن منظور ٿيل فقير هو، تنهن کي منهنجي گهرائڻ واسطي موڪليائون. آءُ ان فقير سان گڏجي سندن خدمت ۾ مشرف ٿيس. پوءِ پاڻ حاجي ناري ۽ مولي ڏنو فقير جيڪو سندن کوزي بردار هو تن ٻنهين کي فرمايائون تہ اوهين ٻاهر ٿيو. پوءِ پاڻ مون کي چيائون تہ اسان جي دل ۾ هڪڙي ڳالهہ پکي ويٺل آهي. اها تو سان ٿا بيان ڪريون. اها هي آهي تہ حضرت ميان صاحب جن قدس سره سيد عبدالقادر حسني قدس سره جو اهو حضرت شيخ المشائخ غوث الثقلين سيد عبدالقادر جيلاني قدس سره جي اولاد مان هو تنهن کان قادري طريقو حاصل ڪيو هئائون. اسان جي والد معظم قدس سره ٻڌالهہ ڪئي تہ حضرت رسول اڪرم ﷺ جن پنهنجا قدم مبارڪ حضرت غوث اعظم محي الملت والدين جي ڪنڌ تي رکيا هئا. ان ڳالهہ جو تفصيل هن طرح آهي تہ جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ جن معراج واري رات عرش عظيم ڏانهن تشريف فرما ٿيا. ڏاڪڻ نہ هئڻ ڪري پاڻ ڪجهہ وقت لاءِ اتي منتظر ٿي بيهي رهيا. ايتري ۾ هڪڙو شخص ٻار شڪل ۾ نمودار ٿيو ۽ پنهنجو ڪنڌ هيٺ جهلي سندن اڳيان اچي ويٺو. پوءِ پاڻ پنهنجا قدم ان جي ڪلهي تي رکي عرش ڏانهن اسريا ۽ ڪين ان ڳالهہ تي انا غيور واري غيرت سندن دل ۾ جاءِ نشين ٿي تہ هي ڪير آهي جو هن عالي مرتبي سان نوازيل آهي.

حق سبحانه وتعالي وٽان خطاب ٿيو تہ هي ٻار عبدالقادر جيلاني آهي جو تنهنجي اولاد مان آهي. ٻوءِ سندن غيرت بافرحت يعني پير رکڻ جي متابعت اسان جي شهرن کان ابًا وجدًا ڪان هلي اچي ٿي ۽ اهو قدم اسان جي مرشد حضرت ميان صاحب قدس سره جن تي سندن مرشد (سيد عبدالقادر حسني رکيو هو) نوازش فرمائي هئي. پر اسان اڄ تائين اها ڳالهہ ڪنهن مريد شخص تي پڌري نہ ڪئي آهي.

اسان جي دل ۾ هي خيال آيو تہ اهو قدم اسين ڪنهن مريد جي ڪنڌ تي رکون ۽ اسان کي پڻ هن قدم سان حضرت ميان

صاحب جن مشرف فرمايو هو. جيئن تہ آئون ۽ اسان جو ڀاءُ ميان مرتضيٰ علي شاهہ ڪوٽڙي (ڪبير) ۾ ظاهري علم جو درس وٺندا هئاسون اتي (اسان جو والد) حضرت ميان صاحب قدس سره جن آيا. پاڻ (مون ڏانهن نهاري) فرمايائون تہ مڙني فرزندن مان اسان جو خيال ۽ ميل توڏانهن گهٽو آهي. پوءِ پاڻ قدم مبارڪ منهنجي ڪنڌ تي رکيائون.

هن وقت اسان کي مڙني خليفن کان توڏانهن محبت گهٽي آهي تنهن ڪري منهنجو ارادو آهي تہ آءُ تنهنجي ڪنڌ تي قدم رکان. ائين چئي پوءِ پاڻ مون کي ويهڻ جو امر ڪيائون پوءِ آءُ سندن امر موجب ويهي رهيس. پوءِ پاڻ پنهنجي دستار مبارڪ مٿي تان لاهي هن فقير جي مٿي تي رکيائون ۽ پنهنجا قدم مبارڪ منهنجي ڪنڌ تي رکيائون. الحمد لله دستار مبارڪ جيئن بدل هئي سا اڄ تائين هن فقير وٽ تبرڪ واسطي بلڪل ائين ئي رکيل آهي. وَاللّٰهُ يَخْتَصُّ بِرَحْمَتِهٖ مَنْ يَّشَآءُ وَاللّٰهُ ذُو الْفَضْلِ الْعَظِيْمِ ترجمو: ۽ الله مخصوص ڪري ٿو پنهنجي رحمت جنهن لاءِ گهري ٿو ۽ الله وڏو ٻاجهارو آهي.

١٤٢* فرمايائون تہ جنهن وقت هن فقير کي خلافت جي تاج (ڇٽ) سان عزتياب ۽ مشرف ڪيائون ان وقت سندن توجهہ جو زور ۽ قوت ايتري قدر هو جيڪڏهن اها نظر سون ۽ هزارن تي پوي ها تہ اهي سيئي پنهنجي هستي کان بي خود ۽ بي خبر ٿي پون ها ۽ پڻ ڪيترائي مجذوب ۽ اداسي هوند مٿي ۽ پيرين اگهاڙا هجن ها.

١٤٣* فرمايائون: هڪڙي پيري درگاهہ عرش اشتباه ڏانهن روانو ٿيس ۽ ان وقت حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنہ جن دريا جي هن پار لاڙڪاڻي ڏانهن سفر تي ويل هئا. اتي وڃي سندن حضور ۾ قدمبوسي سان مشرف ٿيس، پاڻ هن فقير جي حالات کي ڏسي فرمايائون تہ ماموئي جو بيت "لڳندي لاڙان سنڇو ٿيو سري مان"،انهي پيشن گوئي اهو اثر پيدا ڪيو آهي. وري پڇيائون تہ هينئر ڪهڙي حالت آهي؟ عرض ڪيم تہ حضرتا! حقيقت محمدي ﷺ جي ظهوري خلق ۾ هڪ عجيب قسم

جو جوش ۽ ولولو پيدا ڪيو آهي. هن هنڌ تي پاڻ ( حضرت خليفه صاحب) فرمايو ته اصل واري حالت هن طرح هئي جڏهن هن فقير کي فنا في الشيخ واري صورت ڪما حقه حاصل تي تڏهن هي وجود شيخ (مرشد) جي صورت ۽ حقيقت جي رنگ سان رنگجي ويو. وري اها صورت ۽ حقيقت سان حقيقت محمدي صلي الله عليه وسلم جي رنگ ۾ پنهنجو جلوو ڏيکاريو ۽ اها صورت ۽ حقيقت هن وجود سان گڏجي ظاهر ۽ لباس ۾ پوشيده تيءِ خلق ۾ ولولو ۽ شور اٿيو. پوءِ جنهن ان وجود کي ڏنو تي سي از خود پنهنجي وجود کان بي خبر تي تيا ۽ ان وجود انهن مڙني ڏسندڙن، پوءِ اهي رابطي سان مشغول هجن يا عام وخاص مردن خواه زالن کي ۽ تماش بينن کي پنهنجي لپيٽ ۾ آندو.

١۴۴* فرمايائون ته هڪ مستوره پاڪدامن صاحب حال واريءَ جا هن فقير جي عزيزياڻي هئي تنهن دل جي خلوص سان حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنه جي حضور ۾ عرض ڪيو ته حضرتا! هن عاجزه ضعيفه کي ڪيترن ڏينهن کان خيال آهي ته خليفي صاحب کي مهر واري مندي نهرائي ڏيان. پر ان منديءَ تي سندس نالي جي آڪر ڪهڙي قسم جو هجي؟ پاڻ فرمايائون ته امڙ مس ۽ ڪاغذ آڻيو ته ان جي اوهان کي شڪل ڏيکاريان. پوءِ ڪاغذ ۽ مس آندائون. پاڻ پنهنجي هٿ جي چيچ مبارڪ مان مندي لاهي مس هڻي ڪاغذ تي مهر هنيائون. فرمايائون ته هن قسم جي مندي نهرايو ۽ مهر وارو ڪاغذ مستوره کي ڏنائون. جڏهن ان پاڪدامن مستوره اها حالت ڏٺي گهڻي حيرت ۽ عبرت ۾ پئجي ويئي ته پاڻ پنهنجي مندي جو نقش ڪيئي ڏنو اٿن ته جيئن اها مندي به سندن مندي جهڙي هجي. (١)

اي دوست هي اشارو سندن ڪامل اتحاد ۽ هڪڙي وجود هئڻ ڏانهن آهي. حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنه جن جون

---

(١) اها مندي اڄ تائين درگاهه شريف تي زيارت لاءِ موجود آهي (مير محمد نظاماڻي)

خليفي صاحب سان ظاهري خواهہ باطني مهربانيون ۽ خصوصيتون بيحد آهن جو ٻين فقيرن ۽ خليفن کي ميسر نہ هيون. عاقل لاءِ ايترو بس آهي.

١٤٥* فرمايائون تہ ابتدا وارن ڏانهن ۾ ننڍڙي شهر مان هڪڙو ڪتاب وٺي حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنه جي حضور ۾ آندم، عرض ڪيم تہ حضرتا! ارادو اٿم تہ هي ڪتاب مطالعه واسطي خريد ڪريان. پاڻ فرمايائون تہ دل وارو ڪتاب مطالع ڪر چاڪاڻ تہ الله تعاليٰ قرآن مجيد ۾ فرمائي ٿو: "اِقرَاْ كِتَابَكَ كَفٰي بِنَفسِكَ" يعني تون پنهنجو ڪتاب پڙهہ اهو تنهنجي دل لاءِ ڪافي آهي ۽ دل وارو علم ڪتابن جي پڙهڻ سان حاصل نٿو ٿئي، چاڪاڻ تہ دل وارو علم خدائي ذات آهي جنهن لاءِ گهري تنهن کي عطا ڪري ٿو.

پوءِ ڪجهہ ڏينهن گذرڻ پڄاڻان هڪڙو ڪتاب سندن خدمت ۾ نذراني طور عرض رکيم. ان وقت پاڻ مون کي فرمايائون تہ هاڻي جيڪڏهن اهل سلوڪ وارن جا ڪتاب مطالعه ۾ آڻيندين تہ توکي اجازت آهي ۽ انهن ڪتابن جون عبارتون ۽ معنائون ڪما حقه توکي معلوم ٿينديون. جيڪڏهن انهن ۾ ڪا دقيق ڳالهہ هوندي تہ ان جي معنيٰ ۽ مطلب توتي مخفي ۽ لڪل نہ ٿيندي. پوءِ سندن انهيءَ فرمودي کان پوءِ جيڪڏهن ڪو ڪتاب مطالع ٿي ڪيم تہ ان جي حرفن جي معنيٰ ۽ مطلب مون کان لڪل نہ ٿي رهيا.

اي دوست! خليفي صاحب جن فارسي ڪتابن مان فقه، ڪريما جو نسخو ۽ گلستان مان هڪ ٻہ حڪايتون پڙهيون هيون ان کان وڌيڪ ٻيو ڪجهہ بہ پڙهيل نہ هئا. حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنه جن جي دعا ۽ ارشاد جو اهو اثر ٿيو جو پاڻ حضرت پير سائين جن جي ملفوظات مبارڪ جو ڪتاب "جامع الفيوضات" جيڪو هڪ ضخيم ڪتاب آهي تنهن کي فارسيءَ زبان ۾ لکيائون ۽ ان کان سواءِ ٻيا رسالا جهڙوڪ "محبوبيه المحموديه" جيڪو حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنه جن جي سلوڪ جي طريقہ بابت شغلن جو ڪتاب آهي، انهيءَ کي ترتيب ڏئي فارسي زبان ۾ لکيائون. ان کان سواءِ حالات ۽

معاملات جي بيان ۾، حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنه جا مڪاتيب گڏ ڪري انهن کي ترتيب ڏئي پنهنجي تصنيف ۾ آنداٿون. جيتوڻيڪ حالت اها هئي جو ظاهري علم ۾ "ڪريما" جي نسخي کان وڌيڪ ڪجهه به نه پڙهيا هئا. پاڻ فرمايائون ته الله تعاليٰ جو شڪر ۽ مهرباني آهي ۽ هي سڀ نوازش جا هن فقير تي ٿي آهي، اها سڀ حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنه جن جي طفيل ٿي آهي ۽ پڻ فرمايائون ته اوليائن جي هڪ نظر هزار ورهن جي عبادت کان وڌيڪ ڀلي آهي ۽ مثنوي جو هي بيت پڙهيائون:

يڪ زمان صحبت با اوليا - بهتر از صد سال بودن در تقيٰ

يعني اوليائن جي صحبت ۾ هڪڙي ساعت رهڻ، سو ورهن جي عبادت ۾ گذارڻ کان بهتر آهي.

١٤٦* فرمايائون ته ڪتاب تذڪرة الطاهرين ۾ لکيل آهي ته هڪڙي ڏينهن سيد حسين قدس سره جنهن کي عرف ۾ پير مراد ٿا چون، تنهن جي شيخ طلحه قدس سره سان ملاقات ٿي. ڳالهين جي وچ ۾ ڪشف ۽ ڪرامتن جو بحث هليو. ان مهل شيخ طلحه مذڪور سيدڪان پڇيو ته پير هجڻ جي نشاني ڪهڙي آهي. سيد حسين عليه الرحمه جي گهڻي ۾ هڪ مٽل ٻلي جيڪا تمام ڪني ٿيل هئي، تنهن ڏانهن پنهنجي مسيحائي نظر ڪيائين ته اها مٽل ٻلي جيئري ٿي ڊوڙڻ لڳي. سيد صاحب شيخ طلحه کي چيو ته پير هجڻ جي نشاني اها آهي. ان کان پوءِ سيد موصوف شيخ طلحه کي چيو ته شيخ هجڻ جي نشاني ٻڌاءِ. تنهن تي شيخ طلحه پنهنجي خادم کي چيو ته ننڍي جي شهر ۾ وڃ اتان ڪو ٻانيڻ جيڪو بلڪل پيرسن ۽ ڪراڙو هجي تنهن کي وٺي اچ. پوءِ انهيءَ خادم سندس امر موجب ننڍي مان هڪڙو ٻانيڻ آڻي سندن حضور ۾ پيش ڪيو ۽ اهو ڏينهن جمعي جو هو ۽ نماز واسطي گهڻا ماڻهو گڏ ٿيل هئا. پوءِ شيخ طلحه ان ٻانيڻ کي چيو ته هيڏانهن اچ ۽ منبر تي چڙهي خطبو پڙهه. پوءِ امر موجب ٻانيڻ منبر تي چڙهي خطبو پڙهڻ شروع ڪيو جنهن ۾ قال الله وقال الرسول وارا اکر پڙهي خطبو پورو ڪيائين. شيخ طلحه سيد حسن

ڪي چيو تہ شيخ هجڻ جي نشاني اها آهي جو مٿل دل کي جياري.

١٤٧* هڪ پيري هي ٻانهو [محمد ملوڪ رح - مصنف] حضرت خليفہ صاحب ادام الله حياته جن سان ڪڇ ملڪ جي سفر ۾ ساڻن همرڪاب هو. اتي ڏيجاڻ نالي هڪ ڳوٺ آهي، ان ڳوٺ جا فقير ۽ ٻيا ڪيترا هندو درويش سندن قدم بوسي لاءِ آيا. انهن هندو درويشن وحدت الوجود جون ڳالهيون ۽ گفتگو هلائي. پاڻ انهن کي انهن ڳالهين جو رد ڏيئي پي سمجهايائون ۽ پاڻ سڳورن جا مناقب ۽ سندن متابعت جون فضيلتون بيان ڪري پئي ٻڌايائون ۽ انهن کي ايمان آڻيندڙن لاءِ بهشت جون نعمتون ۽ درجن واريون ڳالهيون پئي ٻڌايائون. پوءِ انهن فقيرن طرفان سوال ڪيو ويو تہ:

١ - پهريون سوال: اسان ٻڌو آهي تہ اوهان جي نبي سڳوري فرمايو آهي تہ الله تعاليٰ بهشت ۾ هر چيز پيدا ڪئي آهي جنهن جو نمونو دنيا ۾ آهي پر اسان کي ان ڳالهہ تي پروسو نٿو اچي ڇاڪاڻ تہ ان نبي سڳوري جو چوڻ آهي تہ بهشت ۾ هڪ وڻ طوبيٰ نالي آهي جنهن جو ٿڙ هڪڙو آهي ۽ ان جون ٽاريون بهشت جي سيني ماڙين ۽ گهرن ۾ پهچن ٿيون. مهرباني فرمائي خدا واسطي ٻڌايو تہ ان جو نمونو هن دنيا ۾ ڪهڙو آهي. پاڻ انهن کي جواب ۾ فرمايائون تہ الله تعاليٰ سج کي خلقيو آهي جڏهن اهو ڪاپار تي اچي ٿو تہ پوءِ اهڙي ڪا جاءِ نہ آهي جتي سندس شعاع نہ رسيو هجي. انهن جڏهن سندن اهو جواب ٻڌو تہ حيرت ۾ پئجي ويا.

٢- ٻيو سوال: ڪيائون تہ بهشت ۾ هڪڙي نهر اهڙي آهي جنهن مان پاڻي، کير، شراب ۽ ماکي جا چشمان وهن ٿا ۽ اهي پاڻ ۾ هڪ ٻئي سان نٿا گڏجن. ان جو مثال دنيا ۾ ڪهڙو آهي؟ پاڻ انهن کي جواب ڏنائون تہ الله تعاليٰ انسان جي مٿي تي کيپراٽي پيالي جي مثل ٺاهي آهي جنهن کي دماغ ٿو چئجي. ان کيپراٽي ۾ پاڻي جا چار قسم مختلف آهن جيئن تہ ڪن جو پاڻي ڪڙو آهي ۽ اک جو پاڻي نمڪين ۽ نڪ جو پاڻي گندو ۽ ڪنو آهي ۽ وات جو پاڻي پاڪ آهي ۽ اهي چارئي پاڻي پاڻ ۾

نتا گڏجن. پوءِ انهن هندن چيو تہ اها ڳالھہ برابر صحيح آهي.

٣- ٽيون سوال ڪيائون تہ بهشت جنهن جي ڊيگهہ پنج سؤ ورهن جي پنڌ ڪرڻ جيتري آهي ۽ اهو هوا ۾ مٿي اڏامي ٿو. پوءِ مؤمن جتي گهري اتي ان کي نئي ۽ جتي گهري اتي ان کي هيٺ لاهي تہ اهو تخت جلدي هيٺ لهي ٿو. ان جو نمونو دنيا ۾ ڪهڙو آهي. پاڻ انهن کي هن طرح جواب ڏنائون تہ اٺ ڪيڏو نہ وڏو جانور آهي. جڏهن ٻار ان کي مهار وجهي ٿو تہ اهو پنهنجو ڪنڌ هيٺ جهلي ٿو ۽ جڏهن ان جي پٺيءَ تي سوار ٿئي ٿو تہ پوءِ هلي ٿو ۽ وري ٻار جتي لهڻ جو ارادو ڪري ٿو تہ اٺ پنهنجا گوڏا زمين تي رکي ويهي رهي ٿو.

٤- ان کان پوءِ وري هنن چوٿون سوال هي ڪيو تہ اهل بهشت وارا بهشت ۾ کائيندا ۽ پيئندا ۽ انهن کي پيشاب ۽ پاخانہ جي ضرورت نہ ٿيندي. ڀلا ان جو هن دنيا ۾ ڪو اهڙو نمونو آهي پاڻ فرمايائون هائو! اهو هي تہ ٻار جڏهن ماءُ جي پيٽ ۾ رهي ٿو پوءِ الله تعاليٰ جي حڪم سان ان کي اتي کاڌو ۽ پيتو ملي ٿو پر ان کي اتي پيشاب ۽ پاخانہ جي ضرورت نٿي پوي. جيڪڏهن اتي پيشاب ۽ پاخانہ ڪري تہ سندس ماءُ هڪدم مري پوي. جڏهن انهن هندن سندن اهي جواب ٻڌا تہ ڪٽي ماٺ ڪيائون ۽ وڌيڪ سوال نہ پڇيائون. ان کان پوءِ پاڻ هڪ ساعت ترسي ماٺهن ڏانهن سامهون ٿي خطاب ڪيائون تہ اي يارو! اوهان کي هن ڳالھہ جي خبر آهي تہ بهشت جي ڪنجي ڪهڙي آهي، ماڻهن عرض ڪيو تہ حضرتا! اوهين ٻڌايو. پاڻ فرمايائون تہ بهشت جي ڪنجي لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ مُحَمَّدٌ رَّسُوْلُ اللّٰهِ آهي ۽ پڻ هيئن بہ فرمايائون تہ حديث شريف ۾ آهي: "مَنْ قَالَ لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ مُحَمَّدٌ رَّسُوْلُ اللّٰهِ دَخَلَ الْجَنَّةَ بِلَا حِسَابٍ" - يعني جنهن شخص لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ مُحَمَّدٌ رَّسُوْلُ اللّٰهِ چيو سو بنا حساب جي بهشت ۾ داخل ٿيندو. ان کان پوءِ پاڻ پنهنجن يارن ۽ مريدن کي فرمايائون تہ هوشيار ٿيو، هوش جي ڪنن سان ٻڌو تہ لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ چوڻ ٻي شيءِ آهي ۽ ٻڌڻ ٻي شيءِ ۽ تي پوڻ ٻي شيءِ آهي. ۽ پڻ فرمايائون تہ اسلام جي اڏاوت پنجن فرضن تي آهي هڪڙو شهادت جو ڪلمو ٻيو نماز ۽

ٽيون روزو ۽ چوٿون زڪواة ۽ پنجون حج. انهن پنجن مان ٻه پويان فرض مسڪين تان لٿل آهن يعني زڪواة ۽ حج. ۽ پڻ فرمايائون ته فقر ٻن قسمن جو آهي هڪڙو اختياري ٻيو اضطراري. اختياري هي آهي ته جنهن لاءِ جهان جي سردار صلي الله عليه وسلم هنن لفظن سان دعا تي گهري: "اَللّٰهُمَّ اَحْيِنِيْ مِسْكِيْنًا وَاَمِتْنِيْ مِسْكِيْنًا وَاحْشُرْنِيْ فِيْ زُمْرَةِ الْمَسَاكِيْنِ" (ترجمه) ڏاڍي منهنجا! مون کي مسڪين ڪري جيار ۽ مون کي مسڪين ڪري مار ۽ قيامت جي ڏينهن مون کي مسڪينن جي جماعت مان اٿار) ۽ پڻ فرمايائون ته "اَلْفَقْرُ فَخْرِيْ" يعني فقر منهنجو فخر آهي. جڏهن حضرت آدم عليه السلام جي نظر فقر جي حقيقت تي پئي ته پوءِ ٻي قرار تي اٿيو ۽ بهشتن جي يادگيري کي ترڪ ڪري ڇڏيائين، جيئن ان باب ۾ ڪنهن بزرگ چيو آهي:

جان آدم راچو سير فقر سوخت - هشت جنت رابيڪ گنم فروخت

(ترجمه) آدم جي دل ۾ جڏهن فقر جو راز ظاهر ٿيو تڏهن اٺن بهشتن کي ڪڻڪ جي هڪڙي داڻي تي وڪرو ڪيائين.

ٻئي ڪنهن بزرگ چيو آهي:

بيت

چونڪه چنداني سليمان ڪارداشت - ڪز زمين تا عرش گيرد دار داشت

مسڪنت را قدر چون بشناخبت - اوقوت از زنبيل باقي ساخت او

(ترجمه) ١- جڏهن ته سليمان عليه السلام هيتري هيتري حڪمراني ڪئي، زمين کان آسمان تائين دٻدٻو رکيائين. ٢- جڏهن ان کي مسڪيني جي قدر جي خبر پئي - ته پوءِ ان ڪائڻ پيئڻ جو تانو فقيرن وارو ڪشتو ڪيائين.

١٤٨* فرمايائون ته فقير اهو آهي جنهن پاڻ کي "مَنْ عَرَفَ نَفْسَهٗ فَقَدْ عَرَفَ رَبَّهٗ" جي معرفت سان سڄاتو ۽ پڻ پنهنجي دانش ۽ بينش ۽ خودي کان آزاد ٿي حق سبحانه وتعالىٰ سان پيوند ٿيو. بلڪ پنهنجي دانش ۽ بينش ۾ واحد مطلق کان سواءِ ڪا شيءِ موجود نه هجي ۽ سڀ موجودات ۽ هستين جو هئڻ ان کان ڄاڻي بلڪ اهو سڀ ان جو وجود ۽ مصرع پڙهيائون صُورت و معنيٰ همه تو باهمه تو بي همه تو" يعني صورت ۽ معنيٰ سڀ تون -

سڀ توسان تون سڀ سواءِ.

۽ فرمايائون ته هي ڳالهيون حال دل جي بصيرت کان سواءِ حاصل نه ٿينديون. پاڻ هي رباعي پڙهيائون:

دل اگر دانا بود درکنارش يار هست
ديده گربينا بود دل هر طرف ديدار هست

(ترجمه) ١- دل جيڪڏهن داناءِ هجي ته محبوب سندس ڪڇ ۾ آهي - ڏسڻ واري اک هجي ته سڀ ڪنهن طرف دوست جو ديدار آهي. ٢- جيڪڏهن ڪنِ جو وس هجي ته دوست بنان بئي ڪنهن جو نالو ٻڌي نه - جيڪڏهن زبان ڳالهائيندڙ هجي ته سڀ ڳالهه ۾ اسرار آهن.

۱۴۹* فرمايائون ته مسڪيني هڪ عجيب نعمت آهي. پر اها الله تعاليٰ جي فضل ۽ مهرباني ڪان سواءِ ڪنهن کي ميسر نه ٿي ٿئي ڇاڪاڻ ته اها سندس بخشش آهي جا ڪسب يعني محنت سان هٿ نٿي اچي ۽ اها پڻ الله تعاليٰ جي اڻ ڪٽ خزانن مان هڪ خزانو آهي ۽ اها نعمت الله تعاليٰ پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم کي عطا فرمائي ۽ هن امت جي انهن اوليائن کي جن کي سندن متابعت مان ڀاڱو مليو آهي. ۽ فقر اضطراري جنهن لاءِ آيو آهي: "كَادَ الْفَقْرُ اَنْ يَكُوْنَ كُفْرًا" يعني هڪڙو فقر اهڙو آهي جو ڪفر هجڻ کي ويجهو ٿئي ٿو. اهڙي فقر يعني سڃائي کان پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم پناه گهري آهي. ڇاڪاڻ ته اها سڃائي ڪفر ۽ گمراهه هجڻ جو سبب آهي. جيئن ته دنيا جي ملڪيت گڏ ڪرڻ جي ڪوشش سببان انهن کان الله تعاليٰ جي يادگيري جدائي ٿي وڃي، نَعُوْذُ بِاللهِ مِنْهَا.

۱۵۰* فرمايائون ته شيخ عبدالجليل جي مڪتوبات ۾ آهي ته فقيري اها آهي جيڪڏهن مٿس تلوار جا ڌڪ ايستائين لڳن جو گوشت ٽي پوي ته به دانهن نه ڪري ۽ جيڪڏهن مٿس ايتري مٽي وجهن جو قبر ٿي پوي ۽ جي ٻاهر آٽينس ته آدم عليه السلام ٿي پوي ۽ جيڪڏهن اندر وجهنس ته يونس عليه السلام جهڙو هجي ۽ جيڪڏهن طوفان ۾ اڇلينس ته نوح عليه السلام هجي ۽ جيڪڏهن باهه جي آڙاهه ۾ وجهنس ته ابراهيم عليه

السلام هجي ۽ جيڪڏهن ذبح ڪنس ته اسماعيل عليه السلام هجي ۽ جيڪڏهن کوه ۾ ڦٽو ڪنس ته يوسف عليه السلام جهڙو هجي ۽ جيڪڏهن متي تي ڪرٽ وهائيندس ته ذڪريا عليه السلام وانگر هجي ۽ جيڪڏهن پهڻ لڳنس ته پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جهڙو صابر هجي (غرض ته مصيبتن ۽ آزمائشن نازل ٿيڻ وقت نبين سڳورن جهڙو صبر هجي ته پوءِ اهو فقير آهي نه ته نه. ان ڪان پوءِ پاڻ فرمايائون ته انهن نبين سڳورن تي آزمائش اچڻ ڪان اڳ الله تعاليٰ انهن کي اهڙن بارن کڻڻ جي قوت ۽ استعداد عنايت فرمائي هئي. ۽ ٻين سيني نبين سڳورن عليهم الصلواة والتسليمات ڪان نبي آخر الزمان حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم تي ڏهوڻيون آزمائشون آيون جيئن حديث ۾ آهي: "مَا اُوْذِيَ نَبِيٌّ مِثْلَ مَا اُوْذِيْتُ" يعني نبين کي اهڙا ايذا نه ڏنا ويا جهڙو مون کي ايذاءُ ڏنو ويو. ۽ پڻ ٻي حديث ۾ آهي: اَشَدُّ النَّاسِ عَلَي الْبَلاَءِ الاَنْبِيَاءُ ثُمَّ الْاَوْلِيَاءُ ثُمَّ الْاَمْثَلُ يعني تمام وڏي آزمائش نبين تي آهي، پوءِ اوليائن تي، پوءِ اوليائن جي مثل، پوءِ انهن جي مثل، ۽ پوءِ انهن جي مثل تي. هن هنڌ تي ڪنهن بزرگ ڪهڙو نه چڱو چيو آهي:

ما بلا بهرکس عطا نکنم- تاکه نامش ز اولیا نکنم
این بلا گوهر خزانه ما است - ما بهرکس گوهر عطا نکنم
رنج گنج آمد که راحتها درد است- مغز صافي شد چو بخراشید پوست

(ترجمه) ١- اسين سڀ ڪنهن ماڻهون کي پرڪا عطا نٿا ڪريون - جيستائين ان جو نالو پنهنجن اوليائن ۾ شامل نه ڪريون. ٢- هي پرڪا اسان جي خزاني جا موتي آهن - اسين سڀ ڪنهن ماڻهو کي موتي عطا نٿا ڪريون. ٣- ڏک خزانو ٿي آيو جڏهن ته ان جي خوشي درد آهي. جڏهن کل ڪرڙيل ٿي تڏهن نه اڄو اجرو صاف ٿيو.

١٥١* فرمايائون ته اي يارو! اي پائرو! جڏهن ته اوهان اِذَا تَمَّ الْفَقْرُ فَهُوَ اللهُ وارو قول پڌو ۽ پڙهيو آهي ته پوءِ ان جي سمجهڻ ۾ فڪر ڪريو جنهن ان جي معنيٰ کي نه پروڙيو، تنهن ڪجهه به حاصل نه ڪيو. توڙي ساري عمر لکڻ پڙهڻ ۾ صرف

ڪري تہ بہ ڪجھ هٿ نہ ايندس.

بيت

حرف کو کاغذ سياه ميکند - کي دل تيره را چو ماه کند

(ترجمو) اهو حرف جو ڪاغذ کي ڪارو ڪري- سو ڪاري دل کي چنڊ جهڙو ورتئين ڪيئن ڪندو.

بيت سنڌي

تون چئو الله هيڪڙو، وائي ٻي مَ سڪ،

سچو اکر من ۾، سوئي لکيو لک.

ٻئي هنڌ ڪنهن بزرگ ڪهڙو نہ چڱو چيو آهي:

بيت

علم نبود غير علم عاشقي - ما بقي تلبيس ابليس شقي

(ترجمو) عشق جي ڏاران ٻيو علم نہ آهي، جيڪي بچيو آهي سو ابليس بدبخت جو مڪر ۽ ٺڳي آهي.

۱۵۲* فرمايائون تہ نماز اها آهي جو پاڻ کي ظاهري گندگين ۽ پليتين کان پاڪ ڪري پوءِ وضو ڪري. جيئن تہ ان وضو ۾ پهريائين هٿن جو ڌوئڻ آهي ۽ ان جي مراد دنيا ۽ آخرت کان بيزار هجڻ آهي. ڪنهن شخص ڪهڙو نہ هي چڱو بيت چيو آهي

مي صرف وحدت کسي نوش کرد - کہ دنيا وعقبیٰ فراموش کرد

مال وجان را تو برو، يک جا بباز راه نزديک است چرا کردي دراز

(ترجمو) (۱) جنهن شخص وحدت جو خالص شراب پيتو- تنهن دنيا ۽ آخرت کي وساري ڇڏيو.

(۲): تون وڃ مال ۽ جان کي محبوب اڳيان کپاءِ، واٽ نزديڪ آهي ڇاجي لاءِ ڊگهي ٿو ڪرين يعني دير ٿو ڪرين.

۱۵۳* فرمايائون تہ جڏهن منصور عليہ الرحمۃ کي ڦاسي تي آندائون تہ پهريائين ان جا ٻئي هٿ وڍيائون. پوءِ ان رت پيل ٻئي هٿ منهن تي مليا. پڇيائونس تہ ائين ڇو ٿو ڪرين. منصور چيو تہ وضو ٿو ڪريان. ”لِاَنَّ فِي الْعِشْقِ رَكْعَتَانِ لَا يَصِحُّ وُضُوْءُهُمَا اِلَّا بِالدَّمِ“ يعني هن سببان تہ عشق واري نماز ۾ ٻہ رڪعتون آهن انهن ٻن رڪعتن جو وضو جائز نٿو ٿئي مگر رت

سان (رواج آهي تہ ڦاسي وقت قيدي کي نفل پڙهائيندا آهن)

١٥٤* فرمايائون تہ ڪتاب تذڪرة الاولياءِ ۾ آهي تہ رئيس المجتهدين امام زين العابدين رضي الله تعاليٰ عنہ جڏهن نماز لاءِ ڪونرو ڪٽي وضو لاءِ اٿندا هئا. سندن بدن مبارڪ کي ڏڪٽي ونئي ويندي هئي ۽ سندن وجود جو رنگ مٽجي ويندو هو. حاضر مجلس وارن عرض ڪيو تہ حضرتا! جسم مبارڪ ۾ ڏڪٽي اچڻ جو سبب ڪهڙو آهي؟ پاڻ فرمايائون تہ بادشاهہ جي سلام ڪرڻ جي تياري سببان آهي.

جڏهن پاڻ وضو ڪري نماز لاءِ ٿي بيٺا تڏهن ڏسندڙن جي اکين کي ڏسڻ ۾ ائين ٿي آيو تہ سندن وجود مسعود بنا روح جي بيٺو آهي. پاڻ فرمايائون تہ سندن اها حالت خوف ۽ ڊپ ڪان نہ هئي بلڪ حق سبحانہ جي قرب ۽ مشاهدي جي ڪماليت سببان ائين ٿي ٿيو. هن هنڌ تي ڪنهن بزرگ ڪهڙو نہ چڱو چيو آهي.

بيت

نماز عابدان قعود وسجود است - نماز عاشقان ترک وجود است

من مست خراب نمازيک گذارم - دروي نہ قيام نہ رکوع نہ بسجودي

در خلوت نبود الـفت توحيد- حق را نتوان ازين قيام وقعودي

(ترجمو) (١) عابدن جي نماز قعود ۽ سجود واري آهي،عاشقن جي نماز تنهن ۾ وجود کي ترڪ ڪرڻ آهي.

(٢) آئون مدهوش اها نماز ادا ٿو ڪريان، جنهن ۾ نہ قيام آهي ۽ نہ رکوع ۽ نہ سجود آهي

(٣): خلاصگي ۾ جيستائين دل ۾ توحيد جي محبت نہ آهي، تہ پوءِ هن قيام ۽ قعود سان حق سبحانہ وتعاليٰ کي نہ لهندو.

بيت سنڌي

تان تان ناهہ سجود جان جان پسين پاڻ کي

وڃائي وجود تهان پوءِ تڪبير چؤ

يعني جيستائين پاڻ کي نماز ۾ پيو ڏسندين تيستائين سجدا ڪجهہ نہ آهن. پهرين پنهنجي وجود کي وڃائي پوءِ نماز جي تڪبير چؤ.

۽ پڻ هن آيت سڳوري ۾ آهي: " لَيۡسَ الۡبِرَّ اَنۡ تُوَلُّوا وُجُوۡهَكُمۡ قِبَلَ الۡمَشۡرِقِ وَالۡمَغۡرِبِ وَلٰكِنَّ الۡبِرَّ مَنۡ اٰمَنَ بِاللّٰهِ وَالۡيَوۡمِ الۡاٰخِرِ "(ترجمو) نيڪي (هن ۾) نہ آهي جو اوهين پنهنجن منهن کي اڀرندي ۽ الهندي طرف سامهون ڪريو- پر نيڪي هي آهي تہ ڪنهن شخص الله تي ۽ قيامت جي ڏينهن تي ويساهہ رکيو.

١٥٥* فرمايائون تہ ڪتابن ۾ نماز، روزو، زڪواة ۽ حج بابت جيڪي نڪتا ۽ رمزون لڪيل آهن تن جو بيان ڪجي ٿو. اي طالب تون هي ڳالهہ ڄاڻ تہ نماز فرض عين آهي ۽ اها نماز جا پڙهجي سا رياءَ واري نہ هجي تہ اها ان جي نماز عين اسلام آهي- ۽ جيڪڏهين رياءَ واري نماز هوندي تہ اها عين ڪفر آهي. پوءِ گهرجي تہ رياءَ واري نماز کي ويجهو نہ وڃجي. ڇاڪاڻ تہ رياءَ واري نماز جنهن شخص پڙهي تنهن جڻ الله تعاليٰ سان شرڪ ڪيو ۽ رياءَ ڇڏڻ ڪان پوءِ ان کي "وَاعۡبُدۡ رَبَّكَ حَتّٰي يَاۡتِيَكَ الۡيَقِيۡنُ" جي معنيٰ پڌري ٿيندي يعني رياءَ کان ايستائين پري هجي جيستائين توتي موت اچي. پوءِ جڏهن نمازي رياءَ کان پري ٿيو تہ ان وقت مسلمان ٿيو ۽ نماز بہ قبول ٿي ۽ جنهن وقت نماز قبول ٿي تہ نمازي جي وجود مان اضافت ختم ٿي ۽ حق سبحانہ وتعاليٰ وتقدس سان سندس معيت اهڙي ٿي جهڙي طرح برف ۽ پاڻي جو وجود هڪ ڏسڻ ۾ تو اچي. ان وقت سالڪ ڊاول ٿيو ۽ جڏهن ان مقام تي پهتو ۽ وحدت جي لذت چکي ڏنائين تنهن وقت مٿس " لا الـہ الا هو" جي حقيقت پڌري ۽ روشن ٿيندي.

روزي رکڻ جي معنيٰ (الله تعاليٰ) سان ڳجهو راز رکڻ آهي. اهو راز ڪائڻ پيئڻ ڪان وات کي بند ڪرڻ وارو نہ آهي ان راز کي "صُوۡمُوۡا لِرُؤۡيَتِهٖ وَاَفۡطِرُوۡا لِرُؤۡيَتِهٖ" جي رويت (ڏسڻ) مان سمجهڻ گهرجي.

اي طالب روزا رکڻ فرض عين آهن اها ڳالهہ اسين دل جي سچي ويساهہ سان مڃون ٿا ۽ سچو ڄاڻون ٿا. پر جنهن شخص پاڻ ۾ روزي جي حقيقت ڏٺي ۽ سمجهي ۽ خوشي لڌي تہ پوءِ اهو روزو عين بغين روزو آهي پوءِ ان وقت ان جڻ حق سبحانہ وتعاليٰ کي ڏٺو جيئن حديث ۾ پاڻ سڳورن ﷺ کان آيو آهي: "مَنۡ رَاٰنِيۡ

فَقَدۡ رَاَ الۡحَقَّ" يعني جنهن مون کي ڏٺو تنهن ڄڻ حق سبحانه کي ڏٺو. ۽ پاڻ هيئن به فرمايو اٿن ته "عَرَفۡتُ رَبِّيۡ بِرَبِّيۡ" يعني پنهنجي رب کي رب سان سڃاتم. پوءِ سالڪ حال واري زبان چوندو.

بيت

چون او عين من عين اويم - انا الحق چون نگويم چون نگويم
(ترجمو) جڏهن هو عين آهي ته آءٌ به ان جو عين آهيان، پوءِ ڇونه انا الحق چوان ڇونه چوان

جڏهن سالڪ هن مقام تي رسندو تڏهن "اَللّٰهُ نُوۡرُ السَّمٰوٰتِ وَالۡاَرۡضِ" جي معنيٰ مٿس پڌري ٿيندي(١)

زڪواة لاءِ لکن ٿا ته زڪواة ڏيڻ فرض آهي، يعني پنهنجي هٿن جي زڪواة ڏيڻ فرض آهي. پوءِ جنهن پاڻ ڏنو تنهن حق تعاليٰ کي لڌو ۽ اهو پاڻ کي نه لهڻ سببان ان ذات مقدس کي لڌو ۽ پاڻ کي نه ڏسڻ سِوِ ڏسڻ به ان جو آهي. اهڙي زڪواة ڏيڻ سان اهو "اِنَّ اللّٰهَ مَعَ الۡمُتَّقِيۡنَ" وارن مان آهي. جيستائين طالب پنهنجي خوديءَ کي ترڪ نه تو ڪري تيستائين اهو پنهنجي هٿن جي محبت ۾ گرفتار آهي ۽ اها محبت سڀني گناهن جو منڍ آهي ۽ سڀ کنهن عبادت جو منڍ دنيا کي ترڪ ڪرڻ سان آهي. ان تي به حديثون شاهد آهن. "حُبُّ الدُّنۡيَا رَاۡسُ كُلِّ خَطِيۡئَةٍ-" يعني دنيا جي دوستي مڙني گناهن جي جڙ ۽ منڍ آهي ۽ ٻي حديث آهي ته "تَرۡكُ الدُّنۡيَا رَاۡسُ كُلِّ عِبَادَةٍ-" يعني سڀ کنهن عبادت جو منڍ دنيا جي دوستي کي ترڪ ڪرڻ آهي. طالب جيستائين پنهنجي هٿڻ جي زڪواة هٿن سان نه ڏيندو تيستائين مقصد کي نه رسندو توڙي زاهدن ۽ دنيا وارن وانگر ڪيتري به زڪواة ڏئي ۽ عبادت ڪري. جڏهن سالڪ پاڻ ۾ نه هٿڻ وارو سير ڪيو ته پوءِ ان وقت "اِنَّمَا اِلٰـهُكُمۡ اِلٰهٌ وَّاحِدٌ" جي معنيٰ مٿس ظاهر ٿيندي يعني اوهان جي معبودن کان سواءِ ٻئي کنهن جو وجود نه آهي. غرض ته

(١) خليفي صاحب قدس سره جن جو اهو اشارو "اَلصَّوۡمُ لِيۡ وَاَنَا اَجۡزِيۡ بِهٖ" جي حديث سڳوري ڏانهن آهي. (مترجم)

پنهنجي هئڻ کي ترڪ ڪرڻ ۽ حج جي لاءِ هن طرح لکيو اٿن حج تي وڃڻ فرض آهي. اهو وڃڻ ٻن طرحن جو آهي هڪڙو خدا وارو وڃڻ ٻيو پنهنجي وطن کان جدا ٿي وڃڻ. اهو وطن جي جدائي وارو وڃڻ سو خودنمائي آهي (يعني ماڻهن کي ڏيکارڻ آهي) ۽ جيڪو خدا وارو وڃڻ آهي سو بي نما آهي. يعني ڪنهن کي ڏسڻ ۾ نٿو اچي جو رياءَ کان خالي آهي. پوءِ جنهن بي نمائي يعني ريا نه آهي ته اهو وڃڻ خدا وارو آهي. جنهن حج جي وڃڻ جي معنيٰ نه ڄاتي ته پوءِ اهي هن آيت جي وعيد ۾ داخل آهن: "مَنْ كَانَ فِي هٰذِهٖٓ اَعْمٰى فَهُوَ فِي الْاٰخِرَةِ اَعْمٰى وَاَضَلُّ سَبِيْلًا*" يعني جيڪو هن دنيا ۾ (دين جي احڪامن سمجهڻ کان) انڌو آهي ته پوءِ اهو آخرت ۾ به انڌو آهي ۽ سنئين واٽ کان تمام گهڻو ڀليل آهي.

پوءِ گهرجي ته خدا وارو وڃڻ ڪري ته جيئن ان وقت سندس حج صحيح ٿئي ۽ مقصد پورو ٿئي، جڏهن سالڪ اهڙي حال تي پهتو ته پوءِ ان وقت "اَيْنَمَا تُوَلُّوْا فَثَمَّ وَجْهُ اللّٰهِ" جي حقيقت پڌري ٿيندي. يعني جنهن به طرف اوهين پنهنجا منهن ڪندو ته اوڏانهن ان کي لهندو.

١٥٦* فرمايائون ته بيان العارفين ۾ آهي ته ڪو بزرگ هو جنهن ماٺ ۾ گذارڻ پسند ڪيو هو ۽ ماڻهن سان نٿي ڳالهايائين. پوءِ ڪنهن شخص ان کي چيو ته اوهان خاموشي کي ڇاجي لاءِ پسند ڪيو آهي. بزرگ جواب ۾ چيو ته هن عالم ۾ جيڪي ڏسڻ ۾ اچي پيو سو محض عدم آهي پوءِ عدم واري صورت ۾ ڇا ڳالهائيان ۽ جيڪا حقيقت آهي سا صحيح ڳالهائڻ ۾ نٿي اچي انهي سببان پاڻ کي ڳالهائڻ کان روڪيو اٿم.

١٥٧* فرمايائون ته عالم ملڪ ۽ ملڪوت ۽ عالم اجساد ۽ ارواح بلڪ سيڪا موجودات ۽ مڪنومات انهن سيني عالمن جو هڪڙو نالو آهي ۽ هڪڙو جسم ۽ هڪڙي صورت ۽ حقيقت آهي. جيئن مسجد الحرام جيڪو رباني ڪعبو آهي جنهن کي حضرت ابراهيم خليل الله عليه السلام جوڙيو هو ۽ عين ان جي مٿان ڇهين آسمان تي "بيت المعمور" آهي جيڪو ملائڪن سڀورن

واسطي آهي. پوءِ خليل الله واري اڏاوت واري ٽيل جاءِ جو نالو ڪعبو رکيل آهي ان کي جسم ۽ شڪل ۽ حقيقت بہ آهي. جسم هي آهي جو ان کي چوگرد پٿيون ۽ مٿس ڇت نهيل آهي پوءِ ان نهيل جي صورت سڀ ڪنهن کي ڏسڻ ۾ پيئي اچي، باقي ان جي حقيقت کي پروڙڻ تنهن کان عقل عاجز آهي. پر ذوق ۽ شوق سببان هن فقير تي جيڪا ان بابت حقيقت ظاهر ڪرايل آهي تنهنجو ڪجهہ قدر بيان ڪجي ٿو. اها هي آهي تہ سيني انبيائن ۽ اوليائن ۽ ملائڪن ۽ ٻين مڙني حقيقتن کان حقيقت محمدي صلي الله عليه وسلم تمام افضل آهي ۽ رباني ڪعبي جي حقيقت پڻ تمام گهڻو افضل آهي پر اها فضيلت اِن جي جزوي آهي. ڇاڪاڻ تہ پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم اَن ڏانهن سجدو ڪيو آهي، تنهن ڪري ڪعبي جي جزوي فضيلت کان حقيقت محمدي صلي الله عليه وسلم جي فضيلت ڪلي آهي. ڇاڪاڻ تہ ڪعبي جي حقيقت ۽ ٻيون جيڪي حقيقتون آهن، تن سيني حقيقت محمدي صلي الله عليه وسلم کان ظهور لڌو آهي، جو پاڻ چيو اٿن "اَنَا مِنْ نُوْرِ اللهِ وَالْعَالَمُ كُلُّهٗ مِنْ نُوْرِيْ" ان ڳالهہ تي هي دليل پڪو آهي تہ ملائڪن سڳورن جي حقيقت نور آهي ۽ اهي سڀ مخلوقات کان حق سبحانه وتعاليٰ سان ويجهي هئڻ ڪري افضل آهن. تنهن هوندي بہ انهن حضرت آدم عليه السلام کي سجدو ڪيو. ڇاڪاڻ تہ اها صورت دراصل حقيقت محمدي صلي الله عليه وسلم کان هئي (جنهن ڪري ملائڪن سجدو ڪيو) جڏهن تہ پاڻ سيني صورتن ۽ حقيقتن جا اصل (منڊ) آهن ۽ پڻ هن عالم ۾ جيڪي مختلف رنگ پيا ڏسجن جي هڪڙا اچن ۽ ٻيا وڃن پيا سي سڀ عشق کان آهن. جيئن تہ ڪڏهن بادشاهي لباس سان پڌرو ٿئي ۽ ڪڏهن فقيري لباس سان ۽ ڪڏهن ڪفر واري ويس سان پڌرو آهي تہ ڪڏهن اسلام جي ويس سان ۽ ڪڏهن عدل جي لباس سان ظاهر ٿيندو آهي تہ ڪڏهن ظلم جي لباس سان. هي تحقيقات سڀ پنهنجي ذوق واسطي ظهور ۾ آندا اٿس ۽ هنن مڙني شين کي سندن عشق پيدا ڪيو ۽ آخر انهن کي ڪک ۽ ڪنڊا ڪري منجهس عشق جي باه وڌائين. پوءِ عشق جي حقيقت

۽ معنيٰ جي ظاهر وارن پڙهيلن کي ڪا پروڙ نہ آهي ڇاڪاڻ تہ انهن کي حال مان ڪو ڀاڱو نہ آهي.حڪيم سنائي فرمائي ٿو:-

نظم

بوالعجب سوره ايست سوره عشق
چار مصحف را در اويک آيت نيست
عشق را بوحنيفه درس نہ کرد
شافعي ز در او روايت نيست
حنبل از سر عشق بي خبر است
مالکي را در او روايت نيست

يعني: (١) عشق جي سورت بہ عجيب سورت آهي، چئن صحيفن ۾ عشق جي هڪڙي بہ آيت نہ آهي. (٢) امام ابو حنيفه رحمة الله عليه، عشق جو درس نہ ڪيو. امام شافعي رحمة الله عليه ڪان ان بابت ڪا روايت نہ آهي. (٣) امام احمد بن حنبل رحمة الله عليه عشق جي راز ۽ سر ڪان اڻ ڄاڻ آهي. امام مالک رحمة الله عليه کي عشق جي پروڙ ۽ خبر نہ آهي.

١٥٨* فرمايائون تہ ڪو شخص حج تي ٿي ويو، پوءِ هڪڙي اهڙي هنڌ تي اچي پهتو جتي حق سبحانه وتعاليٰ جي ڪاملن ۽ واصلن مان اتي ڪو ويٺل هو پوءِ ان عظيم المرتبت شيخ جي صحبت ۾ آيو. ان شيخ ڪانئس پڇيو تہ ڪيڏانهن ٿو وڃين ان شخص چيو تہ حج تي ٿو وڃان. شيخ پڇيس تہ پاڻ سان زاد راه جو خرچ ڪيترو ڪنيو اٿئي. چيائين تہ بہ سؤ دينار. شيخ چيس تہ اهي منهنجي اڳيان رک ۽ ست ڀيرا مون کي طواف ڪر ڇاڪاڻ تہ اهو طواف ڪعبي جي طواف ڪان بهتر آهي. ان ڪان پوءِ ان شخص کي چيائين تہ اهو ڪعبت الله حضرت خليل جو ناهيل آهي ۽ هي دل وارو ڪعبو حضرت جليل پنهنجي هٿ سان ناهي تيار ڪيو ۽ منجهس پنهنجو روح ڦوڪيائين، جيئن قرآن مجيد فرقان حميد ۾ آهي: "خَلَقْتُ بِيَدِيَ وَنَفَخْتُ فِيهِ مِنْ رُّوحِي" يعني مون پنهنجي هٿ سان خلقيو ۽ ان ۾ مون پنهنجو روح ڦوڪيو.

مثنوي وارو فرمائي ٿو:

گفت طوفي کن بگردم هفت بار- وآن نکو تراز طواف حج شمار

وآن درمها پيش من نہ اي جواد- وآنکہ حج کردي حاصل شد مراد
عمره کردي عمر باقي يافتي- صاف گشتي برصفا بشتافتي
حق آن حقي کہ جانت ديده است - کہ مرا بربيت خود بگزيده است
کعبه هر چندي کہ خانہ براوست - اين دل من نيز خانہ سر اوست
چون مراديدي خدارا ديده - گرد کعبه صدق برگرديده
خدمت طاعت وحمد خدا است - تانہ پنداري کہ حق ازمن جدا است
چشم نيکو بازکن درمن نگر- تابہ بيني نورحق اندر بشر

(ترجمه) ١- شيخ ڇيو ست ڀيرا مون کي طواف کر ۽ اهو حج جي طواف کان تمام ستو آهي. ٢- اي نيک مرد اهي پئسا منهنجي اڳيان رک - جڏهن ائين کيئي تہ تنهنجي مراد حج واري حاصل ٿي. ٣- عمرو کيئي پنهنجي عمر لڌئي - صاف ٿئين ۽ صاف روشن ٿئين. ٤- ان ذات حق جو قسم آهي جنهن توکي ساه ڏنو آهي - تہ ان مون کي سندس بيت کان مٿي چونديون. ٥- بيشڪ سندس کعبو نيڪن جو گهر آهي - پر هي منهنجي دل سندن رازن ۽ ڳجهہ جو گهر آهي. ٦- جيڪڏهن تو مون کي ڏٺو ڄڻ خدا کي ڏٺئي - تہ صدق سان کعبي جو طواف کيئي. ٧- بندگي،فرمانبرداري ۽ تعريف خدا جي آهي. ائين نہ ڀائين تہ خدا مون کان جدا آهي. ٨- چڱي طرح اکيون کولي مون ڏي ائين نہ ڏس تہ الله تعاليٰ جو نور بشر ۾ ڏسين.

١٥٩* فرمايائون تہ هڪڙي ڏينهن حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنه کنهن شخص جي جنازي نماز پڙهائڻ لاءِ قدم رنج فرمايا. ايتري ۾ هڪڙو شخص سندن قدمن مبارکن تي ڪري پيو جو ڪانئس ڪو بي ادبي جهڙو ڪم ظاهر ٿي پيو هو جنهن لاءِ ان گهڻو عجز ۽ روئڻ ڪيو تہ ان بي ادبي جي معافي آهي. پاڻ ان کي فرمايائون تہ توکي معافي آهي پر حق وارن جي جماعت کان خارج آهين ۽ پڻ حق جو طالب نہ آهين. ان کان پوءِ (خليفه صاحب جن) پاڻ فرمايو تہ حق سبحانه وتعاليٰ جي طلب سان شريعت، طريقت ۽ معرفت جي ڪماليت تي موقوف آهي جيترو ان کان گهٽ هوندو اوتري قدر طلب ۾ گهٽ هوندو ۽ بي ادبي سا تہ خود عين بدنصيبي آهي ۽ طريقت ۾ پهريون شرط

ادب آهي. جڏهن ادب وارو شرط نہ هوندو تہ پوءِ مشروط نہ ليندو.
ان باب ۾ مثنوي وارو صاحب فرمائي ٿو:
از خدا جوئيم توفيق ادب - بي ادب محروم گشت از لطف رب
بي ادب تنها نہ خود را داشت بد- بلکہ آتش درهمہ آفاق زد
(ترجمه) الله تعاليٰ کان ادب جي توفيق ٿا گهرون، ڇاڪاڻ تہ بي ادب شخص الله تعاليٰ جي مهربانين کان محروم آهي، بي ادب رڳو پاڻ کي اڪيلو بدڪار نہ ڪيو، بلڪ ان بي ادبي جي باهہ جهانن ۾ پکيڙي ڇڏي.
بي ادب جو اڳواڻ ابليس آهي جڏهن تہ بي ادبي پهريائين ان ڪئي جو هٺ ڪري چيائين تہ "خَلَقْتَنِيْ مِنْ نَّارٍ وَّخَلَقْتَهٗ مِنْ طِيْنٍ" يعني آءٌ باه جي پيدائش آهيان ۽ آدم مٽي مان خلقيل آهي ۽ ابليس "اِنِّيْ جَاعِلٌ فِي الْاَرْضِ خَلِيْفَةً" جي معنيٰ کان غافل ۽ جاهل رهيو جنهن ڪري متس "اِنَّ عَلَيْکَ لَعْنَتِيْ اِلٰي يَوْمِ الدِّيْنِ" جو لعنت وارو طوق پيو. جنهن ڪري ابليس ۽ سندس تابع ازل کان ابد تائين هلاڪت واري کن ۾ وجي ڪريا. پاڻ فرمايائون تہ جنهن مبتدي مريد کان بي ادبي ظاهر ٿي هئي تنهن جو عجز ۽ روئڻ پڻ ظاهر وارو هو. پوءِ پاڻ بہ ان کي ظاهروارِي معافي ڏنائون. جيڪڏهن باطن واري پشيماني ۽ عجز هجي ها تہ مولا جل شانه جي طلب ڪرڻ جا سڀ کان اعليٰ ۽ ارفع آهي تنهن کان ڪڏهن بہ محروم نہ هجي ها ڪنهن بزرگ چيو اهي:
گريہ وزاري عجب سرمايہ است - تابہ شهر دل قوي ترمايہ است
گريہ وزاري همہ از بهر خدا - ميرساند مرد را در بارگاه
(ترجمه) روئڻ ۽ زاري عجيب سرمايو آهي، ڇاڪاڻ تہ اهي بئي دل جي شهر واسطي تمام گهڻي قوت وارو سرمايو آهن. روئڻ ۽ زاري محض الله ڪاڻ. آدمي کي حق سحانه جي درگاه ۾ تا رسائين.
١٦٠* فرمايائون تہ ڪنهن شخص مخدوم صابر ولهري قدس سره کان مصحف سڳوري جي ادب رکڻ واسطي سوال ڪيو تہ قرآن شريف کي مس ڪرڻ (يعني ڇوهڻ) جي حد ڪيتري انداز تائين آهي؟ مخدوم قدس سره جواب ۾ فرمايو تہ جيڪڏهن مون

ڪان پڇين ٿو تہ ڳالهہ هن ريت آهي تہ جنهن اٺ جي بار مٿي قرآن شريف رکيل آهي تہ آئون ان اٺ جي مهار ٻنان وضوءَ جي نہ وٺان، ۽ پڻ ان مخدوم موصوف جو ٻيو نقل هي بيان فرمايائون تہ مخدوم ولهري قدس سره رام ڏيي وارن بزرگن جي شاگردن مان هڪ شاگرد هو. پوءِ هڪڙي ڏينهن سندس پاڏو سندس استاد جي مينهن سان پيي وڙهيو ۽ ان ڪي ٽڪر پيي هنيائين. مخدوم صاحب ان جي ويڙهہ ۽ جنگ ڏسي پاڏي کي چيو تہ اي پاڏا! اسين هن جاءِ تي ادب ڪريون توکي ڇا ٿيو آهي جو منهنجي استاد جي مينهن سان پيو وڙهين. پاڏو اهو آواز ٻڌڻ شرط جيئن اتان ڀڳو وري پيدا نہ ٿيو.

اي دوست! هن نالي واري نادان انسان کان جانورن ۽ حيوانن کي خدا وارن جي سڃاڻپ گهڻي آهي ۽ هي نادان انسان انسان هجڻ واري ڪيفيت کان محروم ۽ ڪريل آهي جو اهي پاڻ ۾ جهيڙا ۽ فساد ٿا ڪن ۽ نبين ۽ خداوارن جي مخالفت رکن ٿا. انهيءَ سبحان الله تعاليٰ اهڙن انسانن لاءِ فرمايو آهي: ”لَهُمْ قُلُوبٌ لَّا يَفْقَهُونَ بِهَا وَلَهُمْ أَعْيُنٌ لَّا يُبْصِرُونَ بِهَا وَلَهُمْ آذَانٌ لَّا يَسْمَعُونَ بِهَا أُولَٰئِكَ كَالْأَنْعَامِ بَلْ هُمْ أَضَلُّ سَبِيلًا*“ (ترجمه) انهن جا قلب آهن پر ان سان سمجهن نٿا ۽ انهن جون اکيون آهن ۽ ان سان ڏسن نٿا. ۽ انهن جا ڪن آهن پر انهن سان ٻڌن نٿا. اهي حيوانن جهڙا آهن بلڪ انهن کان بہ واٽ کان گهڻو ڀليل آهن.

پوءِ جانور، حيوان، توڙي جمادي ۽ نباتي شيون سي خدا وارن جي امر کان پنهنجو منهن نٿا موڙين. جيئن ننڍڙين پٿرين پنهنجي زبان جي فصاحت سان پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم سان ڳالهايو. مولوي جامي قدس سره سلسله الذهب ۾ آڻي ٿو:

مرتضيٰ گفت يا رسول خدا- رفتم از مکه جانب بطحا
هيچ ما درخت نہ آمد پيش- کہ نگفتش سلام عليکم پيش
ابن مسعود گفت وقت طعام- مي شنيديم از طعام کلام
بزبان فصيح و لفظ صريح - خوش همي گفت بهرحق تسبيح

۽ سندن معجزن جي معتبر ڪتابن ۽ قصيدن ۾ مشهور آهن، تن ۾ وڻن، پهڻن ۽ حيوانن جو ساڻن ڪلام ڪرڻ بيان ٿيل

آهي، جيئن دلائل الخيرات ۾ آيل آهي: "اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰي مَنْ سَبَّحَتْ فِيْ كَفَّيْهِ الْحَصَاةُ - اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰي مَنْ تَشَفَّعَ اِلَيْهِ الظَّبْيُ بِاَفْصَحِ الْكَلَامِ - اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰي مَنْ كَلَّمَهُ الضَّبُّ فِيْ مَجْلِسِهٖ مَعَ اَصْحَابِهِ الْاَعْلَامِ، ڏٽي منهنجا! ان نبي سڳوري تي صلواة پڙهه جنهن جي هٿ تي پٿرين تسبيح ٿي پڙهي. ڏٽي منهنجا ان پيغمبر سڳوري تي صلواة پڙهه جنهن ڏانهن هرڻي پنهنجي فصيح ڪلام سان سفارش جي طلب ڪئي هئي. ڏٽي منهنجا! ان نبي سڳوري تي صلواة پڙهه جنهن سان ڳوه پيري مجلس ۾ ساڻن ڳالهايو هو.

١٦١* فرمايائون ته سلطان فقير ڳالهه ڪئي ته سياري جي موسم ۾ مينهن گهڻو وٺو جنهن ڪي سنڌي ۾ رئي ٿا چون تنهن جي ڪري گهرن جون ڇتيون ۽ ماڙهن جا گهٽا گهر ڊهي پيا هئا. پوءِ درگاه شريف جي ماڻهن سنڌن حضور ۾ ڏانهون ڪيون ته حضرتا! رهي سڀئي ماڻهو ۽ چوپايو مال ذري گهٽ مرڻ جهڙا ٿيا آهن. پوءِ پاڻ فرمايائون ته هن ڪان اڳ ڪنهن به هن تڪليف بابت ڏانهن نه ڪئي آهي ۽ فرمايائون ته پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جي زماني مبارڪ ۾ به اهڙي قسم جو واقعو ٿيو هو ۽ ماڻهن سنڌن حضور ۾ ان قسم جي ڏانهن ڏني هئي. ان ڪان پوءِ پاڻ جماعت سميت اٿي ٻاهر آيا ۽ آسمان ڏانهن نهاريائون ته انهيءَ مهل سج ظاهر ٿيو ۽ مينهن به بند ٿيو ۽ ڪڪر ڪجهي هيڏانهن هوڏانهن ٿي ويا.

١٦٢* پاڻ فرمايائون ته هڪ ڀيري حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنه لاڙ جي سفر ۾ روپاه جي پرڳڻي ۾ نندي فقير مري(١) جي دعوت تي تشريف فرما ٿيا هئا، گس ۾ ڪنهن فقير ڪائنن پڇيو ته حضرتا! مريد کي مرشد جي گهرج ڪيستائين هوندي آهي؟ پاڻ زبان گوهر فشان سان ان کي چيائون ته جيستائين سودو پڪو ٿئي ۽ پڻ فرمايائون ته دلال جو احتياج ايستائين آهي جيستائين سودو پڪو ٿئي، سنڌن انهيءَ فرمودي مطابق

(١) نندي فقير جي نالي سان نندو شهر بدين جي ڏکڻ ۾ اڄ به موجود آهي (مير محمد نظاماڻي)

كنهن بزرگ چيو آهي:

گرچـه دلال مبدءُ كاراست - وقت خلوت تراگران باراست

۽ پڻ خواجه حافظ شيرازي هن هنڌ تي فرمائي ٿو:

حافظ مريد جام مي است اي صبا برو
از بنده بندگي برسان شيخ جام را

(ترجمه) اي صبح جي هوا حافظ شراب جي پيالي جو مريد آهي، تون وڃين پيالي پيارينڌڙ شيخ کي منهنجي طرفان نيازمندي جو پيغام رساءِ.

١٦٣* فرمايائون ته اهل ظاهر جون عبادتون، رياضتون ۽ اعمال صالحہ وغيره جيڪي سندن سوچ مطابق اخروي نعمتن جي حصول واسطي آهن، مگر آهي الله تعاليٰ جي محبت کان بلڪل ٻاهر آهن، ليڪن اهي دنيوي لذتون ۽ خواهشون جي انهن کي محبوب ۽ مرغوب آهن جن جي باري ۾ آهي: "اَلدُّنْيَا جِيفَةٌ وَّ طَالِبُهَا كِلَابٌ" يعني دنيا جا طلبينڌڙ ڪتا آهن جڏهن ته دنيا ڍوندي جي مثل آهي. تيئن اهي پڻ اخروي نعمتن کي مرغوب ۽ پيارو ڄاڻي رسمي عبادت ڪرڻ جي ڪوشش ٿا ڪن پوءِ ان عبادت جو نتيجو هڏي چوپينڌڙ ڪتي جي مثل آهي.

١٦٤* فرمايائون عارف بالله شيخ طيب قدس الله سره مشاهدي واري درياءَ ۾ مستغرق هو ۽ گهڻي مدت مديد هڪ هنڌ رهڻ ڪري نه طاقت چرڻ جي ۽ نه خيال سمهڻ جو ۽ نه طاقت ڳالهائڻ جي ۽ نه هلڻ جي هيس. ڇڻ ته لاهوتي پکي يعني سندن روح مبارڪ بدن مان پرواز ڪري ويل هو ۽ سيني تي ڏينيو ويهي جن پنهنجو آکيرو يعني مانارو ٺاهي پنهنجا ٻچا اڏائي ويا هئا ۽ انهن جو مانارو سندن مبارڪ سيني تي اهڙوئي اهڙو نهيو پيو هو.

ان بزرگ موصوف جو پيو هي نقل بيان فرمايائون ته هڪ پيري ڪنهن شخص ان بزرگ جي عضون کي ڏٺو ته سنڌ سنڌ ۽ بيا عضوا هڪ ٻئي کان جدا تي، ٽڪرا ٽڪرا ٿيا پيا آهن ۽ گڏڻ ان جي گوشت کي ڪائي ڇڏيو هو. ان شخص سندن اها حالت ڏٺي، تڏهن گهڻو غمگين ٿيو. پوءِ انهي شخص هيلاٽيءَ جي ڳوٺ اڇي درس دريندڻي سان اها ماجرا بيان ڪئي. اهو درس پڻ شيخ طيب

قدس سره جي ارادتمندن ۾ عاشقن مان هو، جڏهن ان اها ڳالهہ ٻڌي تڏهين گهڻي ارمان ۾ پيو. پوءِ اهو درس جڏهن اتي آيو ۾ ان جاءِ تي گوشت، ڪل، هڏا ۾ رت وغيره مان ڪابہ نشاني ڏسڻ ۾ نہ آيس، پوءِ ان بزرگ جي پيرن جي نشانن پٺيان هليو. ٿورو پنڌ نہ ڪيائين تہ پويان بزرگ کي بيٺل ڏٺائين. بزرگ هن کي ڏسي چيو تہ گدڙن کي فاقي ۾ ٻارنهن پهر گذري ويا ۾ انهن منهنجن عضون تان گوشت کائي فاقي کان روزو کوليو. اوهين ڏسو تہ عضوا صحيح سالم آهن يا نہ. ان خيال کي مثنوي واري هن طرح بيان ڪيو آهي:

شير مرداند در عالم مدد- بانگ مظلومـان ز هرجا بشنو
هرکجا فرياد مظلومان رسند- آن طرف چون رحمت حق مي روند
آن ستون هائي صلاهائي جهان- آن طبيبان مرضهائي جهان
محض مهر را وري ورحمتند- همچو حق بي علت وبي رشوتند
بندگان حـق رحيم وبردبار- خوي حق دارند در اصلاح کار
مهربان بي رشو تان ياري کنان - مشفقان ومستعان غمخوارگان
از ترحم دستگير وشافعان- درمقام سخت در روز گران
هين بجو آن قوم را اي مبتلا- هين غنيمت دار شان پيش ازبلا

١٦٥* فرمايائون تہ سلطان الوقت شيخ طيب قدس سره جن جا آباءَ اجداد فقيريءَ جي لباس سان رڱيل ۾ سينگاريل هئا ۾ اهي باغبان پرڳڻي جي پرپاسي ۾ رهندا هئا ۾ مينهون چاريندا هئا. جنهن وقت سلطان الوقت جو ڏاڏو حضرت مخدوم بلاول قدس سره جي خدمت ۾ آيو تہ مخدوم صاحب جن ان جي اڳيان اٿي بيٺا ۾ ان جي گهڻي تعظيم ڪيائون.حاضرين مجلس کي انهيءَ ڳالهہ تي ڏاڏو تعجب لڳو تہ مخدوم صاحب جن هن ڏنار سان ايتري قدر مهرباني ڇوٽا ڪن ۾ پوءِ انهن کان پڇيائون تہ حضرتا! هن ماڻهون سان ايتري شفقت ۾ رغبت جو سبب ڇا آهي؟ مخدوم صاحب جواب ۾ انهن کي چيو تہ هن ماڻهو جي نسل مان هڪڙو اهڙوقطب پيدا ٿيندو جنهن جي دعا جي همت فلڪ جهڙي ۾ سيرت ملائڪن واري هوندي. ان جي پاڪ نظر بيمار دلين کي شفا بخشيندي ۾ گوناگون آفت زده هيئن کي سندس اک مبارڪ

جي مدد سان رستگاري حاصل ٿيندي، انهيءَ ڪري هن ماڻهوءَ سان نيازمنديءَ ۽ محبت رکان ٿو. اي دوست! ولي ولي کي سڃاڻي ٿو جيئن چيو اٿن "اَلوَلِيُ يَعْرِفُ الْوَلِيَ".

١٦٦* فرمايائون ته فضل فقير لڪمير ڳالهه ٿي ڪئي ته هڪ ڀيري حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنه لاڙ ملڪ جي سفر تي تشريف فرما ٿيا هئا ۽ جنهن ڏينهن ان دعوي جي ڳوٺ آيا اهو ڏينهن تمام سخت گرم هو. پاڻ فرمايائون ته اڄوڪي ڏينهن ۾ منهنجن مسڪين مريدن جو الائجي ڪهڙو حال آهي؟ خليفن مان ڪنهن چيو ته حضرتا! سڀ خوش آهن. پاڻ ان خليفي ڏانهن متوجه ٿي چيائون ته اسين اوهان مشائخن جي ڳالهه نٿا چئون.

١٦٧* فرمايائون ته هڪڙي دفعي ڪوڪرن جي ڳوٺ ويا هئاسون اتي سيد محمد شاه جي پاڪدامن معصومه بي بي حوا ڳالهه ڪئي ته هڪڙي ڀيري حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنه اسان جي ڳوٺ ۾ تشريف فرما ٿيا هئا. اتي اسان جي ماٽيجي ڀيڻ سندن حضور ۾ عرض ڪيو ته حضرتا اسان تي به اهڙو رحم ۽ ڪرم ڪريو جهڙو فلاڻي خليفي سان ڪيو اٿو. سندن اهو اشارو هن فقير (محمود) ڏانهن هو. پاڻ ان ڪي فرمايائون ته امڙ! اوهين ته اسان جون لخت جگر آهيو پر اسين ۽ اوهين پيا الله تعاليٰ ڪي طلبيون ۽ ان (محمود فقير) ڪي الله تعاليٰ پاڻ طلبيو (گهريو) آهي.

١٦٨* پاڻ فرمايائون ته سفر ڪرڻ مان ٻه مقصد آهن هڪڙو فائدو ڏيڻ ٻيو نفساني ڪمن جو فائدو وٺڻ. پر فائدي وٺڻ جو مقصد هي هجي ته ڪامل مڪمل مرشد جي طلب رکڻ. پوءِ جڏهن اهڙو مرشد هٿ اچي وڃي ته پوءِ سفر خواه حضر ۾ مريد جي واڳ مرشد جي هٿ ۾ آهي ۽ فائدي ڏيڻ واسطي اجازت جو هجڻ شرط آهي. هڪڙي اجازت الله تعاليٰ ڪان ملڻ ۽ ٻي اجازت پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم ڪان ۽ ٽين اجازت پنهنجي مرشد ڪان هجڻ.

پوءِ جيڪڏهن انهن ٽنهي اجازتن مان ڪا اجازت گم ٿيل

هوندي تہ پوءِ فائدي ڏيڻ ۾ پڻ نقص واقع ٿيندو. البت جيڪڏهن مرشد جي اجازت هوندي تہ پوءِ ٻہ مذكور اجازتون پڻ مرشد جي اجازت سان متفق آهن. ڇاڪاڻ تہ مرشد كامل مكمل حق سبحانه وتعاليٰ ۾ پاڻ سڳورن كان جدا نہ آهي. خدانخواستہ جيڪڏهن مرشد جي بنان رضامندي ۾ بغير اجازت كو قدم کڻندو تہ پاڻ ۾ سندس پوئلڳ هلاكت جي اوڙاهہ ۾ وڃي كرندا. هڪڙي ڀيري پاڻ كتاب سراج العاشقين كي مطالعہ پيا كيائون ۽ مطالعي واري هنڌ منصور ۽ وقت جي ملن جو احوال سندن نظر ۾ آيو ۽ ان جو ذكر پيا هليو. دعوت واري مريد عرض كيو تہ حضرتا! نماز جو وقت ٿي ويو آهي بهتر آهي تہ نماز پڙهي دعوت تي هلجي. پاڻ فرمايائون تہ هينئر منصور جو ذكر پيو هلي نماز كيئن ادا كريون ائين چئي پوءِ پاڻ اٿيا ۽ نماز پڙهيائون.

١٦٩* فرمايائون كتاب سير الاولياءَ ۾ آهي تہ مولانا ضياءُ الدين برني قدس سره پنهنجي كتاب حسرت نامي ۾ لکن ٿا تہ هڪ ڀيري آئون شيخ المشائخ حضرت سلطان الاولياءَ خواجه نظام الدين قدس سره جي گفتگو ۾ اشراق كان وٺي ڪچن ٻنپهرن تائين سندن حضور ۾ حاضر هئس ۽ خواجه صاحب جن پنهنجي عام مهرباني كرڻ سببان سڀ كنهن خاص توڙي عام جي دستگيري ۽ بيعت پيا كئي. دل ۾ ارادو كيم تہ خواجه صاحب جن كان انهن بابت پڇان. كشف جي كري خواجه صاحب كان كا شيءِ مخفي نہ هئي پاڻ منهنجي دل جي احوال كان واقف ٿي فرمايائون تہ (اي ضياءُ الدين) سڀ كنهن شيءِ جو مون كان پتو پڇندو آهين ۽ هي ڳالهہ مون كان نٿو پڇين تہ آئون سواءِ كنهن پڇا ڳاڇا جي سڀ كنهن كي بيعت پيو ڏيان. پوءِ خواجه صاحب قدس سره فرمايو تہ الله تعاليٰ پنهنجي حكمت بالغه سان سڀ كنهن زماني جي خاصيت ڌار ڌار ركي آهي پوءِ هڪڙي زماني ۾ جن ماڻهن جون جيكي رسمون ۽ عادتون پيدا ٿيون آهن سي وري ٻي زماني وارن ماڻهن جي طبيعتن سان نٿيون موافقت ركن ۽ مريد كرڻ جو اصل مقصد آهي غير الله كان منقطع كرڻ ۽ شغل مع الله سان دل ٻڌڻ. پوءِ سلف جيستائين ان ماڻهو

۾ اهي صفتون نہ لهندا هئا، تيستائين ان کي مريد نہ ڪندا هئا.

پوءِ شيخ ابوسعيد ابوالخير قدس سره جو پاڻ الله تعاليٰ جي اوليائن ڪاملن جي نشانين مان هڪ نشاني هئا، تنهن جي زماني کان وٺي شيخ سيف الدين باخزري قدس سره جي زماني تائين ۽ شيخ شهاب الدين سهروردي قدس سره جي زماني کان وٺي شيخ فريدالدين گنج شڪر قدس سره جي زماني تائين. انهن مڙني بزرگن جي دروازن تي خلق جا هجوم هوندا هئا ۽ پڻ وقت جا بادشاه، امير ۽ مشهور معروف ماڻهن جي ٽولين جو ٽوليون آخرت جي خوف کان ۽ کي حق سبحانہ وتعاليٰ جي هنن عاشقن جي پناه اچي وٺندا هئا. انهن سڀني سڀ ڪنهن سان بيعت پي ڪئي. ان وقت جي ماڻهن انهن جي بيعت ڪرڻ کي اڳين بزرگن جي بيعت تي قياس نہ آٽي ڪنهن بہ قسم جو شڪ نہ ڪيو. تنهن ڪري اسين هن وقت ماڻهن تي احسان طور بيعت ڪرڻ وقت انهن جي حال بابت پڇا ڳاڇا نٿا ڪريون ۽ ان پڇا ڳاڇا نہ ڪرڻ جا بہ سبب آهن. هڪڙو هي تہ تواتر طور ٻڌو اٿم تہ جيڪي مون سان بيعت ڪري مريد ٿي ويا آهن سي گناه وارن ڪمن کان پري ٿا رهن ۽ پنج وقت نماز جماعت سان ٿا پڙهن. پوءِ جيڪڏهن بيعت ڪرڻ کان اڳ ۾ هنن کان پڇان تہ پوءِ اهي مٺيان نيڪ ڪم انهن جي وجود اندر پيدا ڪيئن ٿيندا. ٻي ڳالهہ هيءَ آهي تہ يا تہ آئون انهن جي پڇا ڳاڇا لاءِ وچ ۾ ڪو ماڻهو ڳوليان يا انهن لاءِ ڪو سفارشي يا وسيلي وارو هجي، پر جڏهن تہ منهنجي شيخ ڪامل مڪمل (يعني خواجہ فريد الحق والدين گنج شڪر قدس سره) مون کي سڀ ڪنهن لاءِ بيعت ڏيڻ جي اجازت ڏيئي ڇڏي آهي ۽ آئون ڏسان پيو تہ ڪو مسلمان منهنجي در تي گهڻي عجز سان بيحال ۽ پريشان ٿي اچي ٿو ۽ چوي ٿو تہ مون مڙني گناهن کي ترڪ ڪيو آهي پوءِ آئون پنهنجي گمان موجب ان کي سندس ڳالهہ ۾ سچو ڄاڻي ان سان بيعت ٿو ڪريان ۽ پڻ خاص معتبر ماڻهن کان ٻڌان پيو تہ جن ارادتمندن مون سان بيعت ڪئي آهي تن پاڻ کي گناه جهڙن ڪمن کان بچايو آهي.

ٻيو بيعت ڪرڻ جو سبب جيڪو مڙني سببن کان قوي آهي

سو هي آهي تہ هڪڙي ڏينهن منهنجي مرشد شيخ فريد الحق والدين گنج شڪر قدس سره جن مس ۽ قلم مون کي ڏنا ۽ فرمايائون تہ تعويذ لک ۽ اهي ضرورتمندن کي ڏي، منهنجي دل لکڻ کان پي ملول ٿي. پاڻ مون ۾ ملالت جو اثر ڏسي فرمايائون تہ (اي نظام الدين) تون هينئر ئي تعويذ لکڻ جهڙي ڪم کان پيو ملول ٿئين. پر جڏهن سياڻي تنهنجي در تي حاجتمند گهڻا ايندا ان وقت تنهنجو حال ڪهڙو هوندو؟ آهو ٻڌي آئون شيخ جي پيرن تي ڪري پيس ۽ رنس تہ مخدوم صاحب جن مون کي بزرگ بنائي پنهنجي خلافت ڏيڻ ٿا فرمائين. عرض ڪيم تہ حضرتا! آئون شاگرد آهيان ۽ ماڻهن سان ميل جول ڪرڻ، تنهن کان متنفر آهيان ۽ خلافت وارو بار کڻڻ سو منهنجي اندازي ۽ حيثيت کان وڏو آهي ۽ آئون ان جو لائق نہ آهيان. مون لاءِ اوهان جي مريد هجڻ جو شرف بس آهي.

جڏهن پاڻ منهنجو اهو عرض ٻڌائون تڏهن فرمايائون تہ اهي (خلافت وارا) نيڪ ڪم توکان سرانجام پيا ٿيندا. مون سندن خدمت ۾ ور ور ڏيئي چيو تہ حضرتا! آئون ان ڪم جي لائق نہ آهيان. منهنجي عذر معذور ڪرڻ کان پوءِ خواجہ صاحب جن تي حال جو اثر ظاهر ٿيو ۽ پاڻ سڄي پاسي اچي ويٺا ۽ مون کي چيائون تہ اسان جي اڳيان اچي ويجهو ٿي ويهہ ۽ فرمايائون تہ اي نظام الدين! تون يقين سان هي ڳالهہ ڄاڻي ڇڏ تہ سياڻي جڏهن حق سبحانہ جي درگاهہ بي نياز مان هن ٻانهي مسعود کي عزت ۽ آبرو ملي يا نہ ملي آئون توسان انجام تو ڪريان تہ توسان جن ماڻهن بيعت ڪئي آهي جيستائين انهن کي پاڻ سان گڏ بهشت اندر نہ وٺي ويندس، تيستائين آئون بهشت ۾ پير نہ وجهندس. خواجہ صاحب جڏهن اهي لفظ چيا تڏهن حضرت نظام الدين ڪجهہ مرڪيو ۽ فرمايائون تہ (بنان ڪنهن طلب ڪرڻ جي) مون کي خلافت اهڙي طرح عطا فرمائي هئائون ۽ آئون نتو سمجهان تہ هن نازڪ ڪم جي حصول واسطي جيڪي ماڻهو حيلا ۽ دولاب وارن اسبابن سان اٽڪن وانگر هٿوراڙيون پيا هڻن تن کي اها دولت ڪيئن ملندي ۽ مون پنهنجن اکين سان مشاهدي ۾ ڏٺو آهي تہ

منهنجو مرشد حق سبحانه وتعاليٰ جي ڪاملن ۽ واصلن مان آهي ۽ جنهن مشرب مان شيخ بايزيد قدس سره ۽ جنيد بغدادي قدس سره ۽ ٻين مست عاشقن محبت ۽ قرب الـهي جي پيالي مان پيتو آهي، منهنجي مرشد پڻ ان پيالي مان پيتو آهي.

پوءِ جن ماڻهن سان بيعت ڪريان ٿو تن سان پڻ اها ساڳي ڳالهہ مرشد واري سان انجام ڪريان ٿو. پوءِ آئون بيعت ڪرڻ کان انهن کي محروم ڇو ڪريان؟

١٧٠* فرمايائون تہ ڪتاب جامع العلوم جيڪو مخدوم جهانيان قدس سره جن جي ملفوظات آهي، تنهن ۾ لکيل آهي تہ جڏهن سندن حضور ۾ فقراءَ آيا ٿي تہ انهن پنهنجا مٿا سندن پيرن مبارڪن تي ٿي رکيا ۽ پيرن کي ٿي چميائون. پوءِ ان ملفوظات ڪتاب جي لکڻ واري سندن حضور ۾ عرض ڪيو تہ حضرتا! اهو فعل شرع ۾ ممنوع آهي تنهن ڪري فقيرن کي ان غير شرعي ڪم کان منع ڪريو. مخدوم صاحب جن چيو تہ ان ڪم ۾ ڪو ڏپ نہ آهي ڇاڪاڻ تہ اهي صاحب اراده آهن.

ان کان پوءِ پاڻ حضرتَ پيرسائين رضي الله تعاليٰ عنه جي وقت جو نقل بيان ڪيائون تہ فقيرن جي جماعت جڏهن سندن حضور ۾ زيارت کان مشرف ٿي ٿيا، تہ پوءِ محبت جي غلبي سببان بي اختيار ٿي پنهنجا مٿا سندن پيرن مبارڪن تي ٿي رکيائون ۽ پڻ پيرن کي چميائون ٿي. پاڻ انهن تي جوش سان ڪاوڙ ڪري انهن کي منع ٿي ڪيائون. مگر حقائق ومعارف آگاه خليفي ميان سلطان عليه الرحمه کي انهيءَ ڪم کان منع نٿي ڪيائون ڇاڪاڻ تہ ان کي حقيقي حال جو غلبو حاصل هو ۽ منع ڪرڻ جو سبب هي هو تہ اهو فعل شريعت ۾ جائز نہ آهي.

١٧١* فرمايائون تہ هڪڙي ڏينهن حقائق ومعارف آگاهہ واقف اسرار سبحانه، خليفہ ميان سلطان عليه الرحمهٔ حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنه جي حضور ۾ عرض ڪيو تہ حضرتا! هن ٻانهي کي حق سبحانہ وتعاليٰ جو مشاهدو پنهنجي والد جي صورت ۾ ٿيو آهي. پاڻ پنهنجي زبان مبارڪ سان فرمايائون تہ حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنه ان کي سندس صورت ۾

مشاهدي جي فضليت بيان ڪئي هئائون ان جو سبب هي آهي ته جيڪڏهن ٻي جي صورت ۾ مشاهدو ٿيو ته پوءِ پاڻ مان سڀ اضافتون ۽ نسبتون ختم ٿي ٻي جي نسبت اندر محو ٿين ٿيون. تنهن ڪري پنهنجي صورت ۾ مشاهدي واري تجلي پڌري ٿئي ٿي ته پوءِ "مَنْ عَرَفَ نَفْسَهٗ فَقَدْ عَرَفَ رَبَّهٗ" جي حقيقت معلوم ٿيندس. ڪنهن بزرگ چيو آهي ته:

درميان عارفان اين سر پنهان يافتم،

هر ڪرامن جسته بودم عين خودرا يافتم.

(ترجمو) عارفن جي ڪچهري جي وچ ۾ هن اعليٰ ڳجهه کي لڌم، جنهن کي مون ڳوليو هو سو بعينه پاڻ حاصل ڪيم.

١٧٢* فرمايائون ته ڪتاب "فوائد الفوائد"(١) ۾ آهي ته سالڪ مسافر آهي ۽ ڪماليت لاءِ اميدوار آهي. ان کان پوءِ پاڻ فرمايائون ته جيڪڏهن سلوڪ وارو رستو وٺي هليو ته سالڪ آهي ۽ جيڪڏهن بيهي رهيو ته واقف (بيٺل) آهي ۽ رستي ڏانهن نه موٽيو ته راجع آهي. ان وقت ڪنهن مريد طرفان سوال ڪيو ويو ته حضرتا! سالڪ ڪي بيهي ٿو، پاڻ فرمايائون ته هائو، اهو هي ته جڏهن سالڪ کي عبادت وارن ڪمن ۾ ڪو فتور ۽ خلل واقع ٿئي ۽ عبادت مان ذوق هليو وڃي، ته اهو ان جو وقفو آهي پوءِ جيڪڏهن ان فتور تي جلدي قابو پائي ۽ عبادت تي محڪم ٿيو ته سالڪ آهي. خدانخواسته جيڪڏهن اتي ئي بيهي رهيو ۽ فتور کي پري نه ڪيائين ته پوءِ راجع آهي. پوءِ پاڻ راجع جي خرابي جا ست حصا بيان ڪيائون جيڪي هي آهن. ١- اعراض ٢- حجاب ٣- تفاصل ۴- هلب مزيد ۵- سلب قديم ٦- تسلي ٧- عداوت- انهن جو تفصيل هن طرح بيان فرمايائون ١- اعراض هي آهي ته مثلاً ٻه شخص پاڻ ۾ گهاٽا دوست يا عاشق ۽ معشوق آهن. پوءِ انهن جي وچ ۾ جيڪڏهن عاشقن جي وجود کان ڪا خبر ۽ حڪم پيدا ٿي جا سندس دوست کي پسند نه هجي ۽ دوست ان کان اعراض يعني منهن موڙي ته پوءِ عاشق دوست تي هي

(١) ڪتاب "فوائد الفوائد" حضرت خواجه نظام الدين اولياءَ قدس سره جو ملفوظات شريف آهي.

ڳالهہ واجب آهي تہ دوست کان معافي ۽ بخشش گهري جيئن دوست ان کان راضي ٿئي ۽ جيڪڏهن عاشق پنهنجي گناهہ تي اصرار ڪيو ۽ معافي نہ ورتائين تہ پوءِ دوست جو منهن موڙڻ حجاب واري صورت ۾ ٿيندو، يعني معشوق ان کان حجاب ڪندو. جڏهن حجاب ٿئي تہ دوست عاشق کي لازم آهي تہ معشوق وٽ توبهہ ۽ استغفار ڪري، پر جيڪڏهن انهيءَ ڪم ۾ دير ڪيائين تہ پوءِ حجاب جدائي واري صورت وٺندو ۽ دوست کان جدائي پسند ڪندو ۽ اهو محب جيڪڏهن اڃا بہ معشوق محبوب کان معافي جو طلبگار نتو ٿئي تہ پوءِ مسئلہ هلب مزيد واري صورت اختيار ڪندو يعني ان کي عبادت ۾ جيڪو ذوق هو سو هاڻي منجهس نہ رهندو. جيڪڏهن اڃا بہ معافي ۽ معذرت نتو ڪري ۽ ان باطل خيال تي ويهي رهيو تہ پوءِ سلب قديم واري صورت تي ۽ عبادت مان جيڪا راحت منجهس هئي سا موٽائي ويندي، اڃان بہ توبهہ ڪرڻ ۾ قصور واري واٽ وٺي ٿو تہ ان کان پوءِ تسلي پيدا ٿئي ٿي يعني محبوب محب کان جدا ٿي آرام وارو ٿو ٿئي. پوءِ جيڪڏهن محبوب ڏانهن موٽڻ ڇڏي ڏنائين تہ پوءِ عداوت واري حالت پيدا ٿيندي. شال الله تعاليٰ اسان کي پناهہ ۾ رکي.

١٧٣* فرمايائون تہ حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنه جن فرمائيندا هئا تہ جنهن ماڻهو کان پنهنجي ماءُ پيءُ جا حق بجا نہ ٿيا هجن تہ پوءِ انهيءَ کي گهرجي تہ پنهنجي اولاد تي انهن جا نالا رکي ۽ ماءُ پيءُ جي ادبن رکڻ وارن شرطن کي عمل ۾ آڻي تہ الله تعاليٰ ان شخص کي قيامت جي ڏينهن ماءُ پيءُ جي بي ادبي ڪرڻ جي وٺ پڪڙ کان ڇوٽڪارو ڏيندو.

١٧٤* فرمايائون تہ ڪنهن ماڻهو تي مصيبت جي ذلت واقع ٿئي تہ پوءِ ان کي گهرجي تہ مصيبت جي اسبابن کي ڳولي ۽ ڏسي تہ ڪهڙن سببن جي ڪري مٿس مصيبت آئي آهي. انهن سببن کي معلوم ڪرڻ کان پوءِ ڪيس گهرجي تہ حق سبحانه وتعاليٰ جي درگاهہ ۾ گهڻي عاجزي ۽ نيزاري ڪري ۽ مدد لاءِ

دانهون ڪري تہ پوءِ اها مصيبت جي ذلت عزت ۾ تبديل ٿيندي ۽ بي آرامي ڪان آرام ۽ سڪون ملندو. ساڳي وقت تي دل جي تنگي ۽ قبض پڻ ڪشادگي ۽ فراخي ۾ تبديل ٿيندو ۽ جيڪڏهن ڪنهن ماڻهو ڪان ڪا تڪليف پهتل هجيس تہ ڪيس گهرجي تہ ان کي معاف ڪري ڇڏي ۽ پنهنجي دل حق سبحانہ وتعالىٰ ڏانهن متوجهہ رکي ڇاڪاڻ تہ اهوئي "مقلب القلوب" آهي جيڪو خصومت رکندڙ جي دل ۾ ناسازي جي بجاءِ محبت ۽ رغبت پيدا ڪري، ازخود راضي ٿي خيرخواهي سان پيش اچي ٿو.

هوشيار ٿيو ۽ دل جي ڪنن واري هوش سان ٻڌو تہ جڏهن ڪو ماڻهو ڪنهن سان ناسازي ۽ عداوت ٿو رکي تہ اوهين يقين ڪريو تہ ان ڪم جو پيدا ڪندڙ في الحقيقة الله تعالىٰ آهي جو اهو ڪم ٻاهن ڪان پڌرو ڪرائي ٿو ۽ ان دشمن ۽ ناسازي جو نارايندڙ بہ پاڻ آهي تہ فاعل متصف بہ پاڻ آهي، جيئن ان باب ۾ فرمائي ٿو "وَاللّٰهُ خَلَقَكُمْ وَمَا تَعْمَلُوْنَ" يعني ۽ الله اوهان کي خلقيو ۽ جيڪي ڪم ڪريو ٿا سي بہ ان خلقيا آهن.

١٧٥* فرمايائون تہ الله تعالىٰ جي ولين مان ڪي فرد اهڙا آهن جن کي ازل کان وٺي ابد تائين جيڪي ظاهر ٿيو آهي يا ٿيندو، اهو انهن اوليائن کي ائين پيو ڏسڻ ۾ اچي جيئن هٿ جي تريءَ تي ڪا شيءِ ڏسجي. ان جو دليل هي آهي تہ شيخ بايزيد بسطامي قدس سره پنجاهہ ورهہ اڳ خواجہ ابوالحسن خرقاني قدس سره جي جمڻ جي خبر ڏني هئي ۽ هيئن بہ فرمايو هئائون تہ اهو منهنجي قبر تي اچي مون ڪان ظاهري ۽ باطني علم حاصل ڪندو. اهڙي طرح خواجہ احمد جام قدس سره جن چار سو ورهيہ اڳ خواجہ احمد سرهندي نقشبندي قدس سره جيڪي امام رباني مجدد الف ثاني جي لقب سان مشهور آهن، تن جي ولادت باسعادت جي خبر ڏني هئي ۽ فرمايو هئائون تہ مون ڪان پوءِ منهنجي نالي وارا چار احمد پيدا ٿيندا جيڪي سڀ ولين مان آهن. پر انهن مان پويون احمد جو هجري سن هزار ۾ پيدا ٿيندو اهو سيني ڪان اعلىٰ ۽ اڪمل آهي.

هن باب ۾ حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنه جن فرمائيندا هئا تہ ڪن وقتن ۾ جاين تي الله تعاليٰ جا ولي ازل ۽ ابد کي پنهنجي هٿ جي ترين ۾ ڏسن ٿا. اي دوست! انهن اوليائن جو وقت ۾ جاءِ اسان ۾ اوهان واري وقت ۾ جاءِ جهڙو نہ آهي انهن جو وقت سيني جهتن کان بي جهت ۾ مڪان پڻ ڪيفيت کان بي ڪيف آهي جنهن ڪري انهن گذريل وقتن ۾ پنيان ايندڙ وقتن جي اسرارن ۽ خبرن کي گهڻن ورهن جي مدت سان بيان ڪري ڇڏايو. جيئن مولانا روم قدس سره پنهنجي مثنوي ۾ فرمائي ٿو:

ابيات

پيش را از افلاک کيوان ديده اند - پيشتر از دانها نان ديده اند
بي دماغ ودل پر از فڪر آمدند - بي سپاه جنگ بر نصرت زدند
فڪرت از ماضي ومستقبل بود - چون ازين دوراست مشڪل حل بود
ديد چون بي ڪيف باهر ڪيف را - ديد پيش از ڪان صحيح وريف را
پيش از انگور مي راديده اند - در فنائي محض شئي را ديده اند
پيشتر از خلقت انگورها - خر رده مي هاو نموده نتورها
در تمون ڪرم مي بينند وي - در شعاع شمس ميبينند في

١٧٦* فرمايائون تہ هجري سن هزار ورهيہ ڪان اڳ محمد جي اسم جو مسميٰ ۽ مربي احمد هو، اهوئي سبب هو جو ظاهر جو حڪم باطن تي غالب آيو۽ باطن ظاهر جو تابع هو ۽ عالم خلق ۾ ولايت محمدي پڻ ظاهر سان موافقت ڪري سهڻن خلقن ۽ پسنديده خلقن ۽ فعلن سان سينگاريل ٿي پئي ٿي. الله تعاليٰ جي ولين جو ظاهر پڻ ان وقت باطن تي غالب هو ۽ انهن طالبن جي نفسن کي اطمينان جي درجي تي رسائڻ واسطي انهن کي زهد ۽ تقويٰ، ورع ۽ عبادتن جي ڪمن سان تربيت ٿي ڏني ۽ پڻ ٻين ڪماليتن جي نوازش ولايت محمدي جي برڪت سان انهن کي سهڻن خلقن ۽ پسنديده فعلن سان سرفراز ٿا ڪن هاڻي جڏهن تہ هجري سن هزار گهڻو اڳ پورو ٿيو آهي ۽ جيئن تہ هن ڪان اڳي محمد جيڪو اسم پنهنجي مسميٰ احمد جو قائم مقام هو تنهن جي پهرين ميم جي جاءِ تي احديت واري حرف الف کي پيشوا ڪيائون تہ هاڻي احمد ٿيو. هن هنڌ تي حضرت خواجہ مجدد الف

ثاني رضي الله تعاليٰ عنه جيڪو هڻ فقير جي مرشدن مان آهي تنهن پنهنجي مڪتوبات ۾ آندو آهي تہ رعايا جي حال تي افسوس آهي جو بادشاهہ انهن جي حال جي سار سنڀار نٿو ڪري. ائين چوڻ مان سندن مراد هي آهي تہ هاڻي باطن ظاهر تي غالب آيو آهي ۽ حقيقت صورت تي غلبو ڪيو آهي. تنهن ڪري خواجہ صاحب قدس سره جن ائين چيو (غرض تہ رعايا امر ۽ نفي احڪام ڇڏي ڏنا آهن انهن جو باطن يعني نفس غالب ٿيو ۽ بادشاهہ مان مراد مرشد جو رعايا يعني مريدن ڪي سنڀالي ٿو- والله اعلم)

هن وقت هجري ١٢٥٢ ڪي پهتو آهي (١) تہ احمد جي ح ۽ د جي وچ مان ميم ڪي ڪيرائي احديت جو ظهور ٿيو آهي. خبردار! ولايت محمدي ۾ زهد ۽ تقويٰ ۽ ورع جي ڪري جيڪي سهڻا خلق ۽ پسنديده فعل هئا سي ولايت احمدي ۾ "من وجه" باقي رهيا آهن ۽ ولايت احمدي ۾ جيڪي ڪجهہ هئا تن ڪي واپس ڪري عدم واري گهر جي حوالي ڪيو اٿن. ان حوالي ڪرڻ جو سبب هي آهي تہ هن وقت حاڪمن مان انصاف هليو ويو آهي، عدل جي جاءِ تي ظلم آهي. علم جي جاءِ جهل والاري آهي ۽ سچ جي جاءِ تي ڪوڙ زور آهي ۽ نيڪي جي جاءِ تي بدي- هاڻي الله تعاليٰ جي طالبن کي گهرجي تہ وحدت ڏانهن نظر رکن ۽ ڪثرت ڏانهن نظر نہ رکن پر جيڪڏهن ڪثرت کي ڏسن تہ بہ ان ۾ وحدت جو مشاهدو ڪن.

١٧٧* فرمايائون تہ طريقت جي طالبن کي حق سبحانه وتعاليٰ ڏانهن پهچڻ سو عشق، محبت ۽ مرشد جي متابعت سان پيوند هجڻ ۽ وحدت جي ملاحظي ڪرڻ کان سواءِ ٻيو ڪو رستو نہ آهي ۽ سهڻان خلق ۽ موچارا فعل جي زهد ۽ تقويٰ ۽ ورع سان ٿين ٿا تن ۾ پاڻ کي اهڙو سينگاري محو ڪري جيئن ڪنڌ ڪير سان گڏ

(١) ڪتاب سراج العاشقين سن١٢٥٢ هجري ۾ لکيو ويو هو. پر هن وقت يعني جڏهن ڪتاب سراج العاشين پارسيءَ مان سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمو ٿي ڇپجي رهيو آهي تہ هن وقت سن١٤١٨ هجري آهي (مير محمد نظاماڻي)

جيو هڪ ٿيو وڃي. ان ڪان پوءِ طالبن ڪي ترقي ۽ قوت ڏسڻ ۾ ايندي ۽ جنهن وقت طالب جي نگاه ماسوي الله ڪان ڪڇي وئي ته ان وقت سلوڪ جون مرادون سنيون سنواٿيون پوريون ٿينديون ۽ اهي مرادون زهد ۽ تقويٰ ۽ ورع بنان حاصل نه ٿينديون (يعني شريعت جي متابعت ڪان سواءِ ڪجھ به نه آهي)

١٧٨* فرمايائون ته نفي ۽ اثبات وارو شغل ٻين سڀني ذڪرن جي شغلن ڪان تمام گهڻو قوي ۽ ٻين شغلن وارن ذڪرن ڪان اولين ۽ فضيلت ۽ وڏي عظمت جي طاقت رکي ٿو (يعني لَا اِلٰهَ - نفي، اِلَّا اللّٰهُ- اثبات) ۽ پڻ سالڪ لاءِ جڏهن "من جذبات الله" جي ڪولڻ ۾ مدد ڏيندو. طريقت جا مشائخ قدس الله تعاليٰ اسرارهم هن شغل کي "وقوف عددي" ٿا چون. نفي ۽ اثبات واري ذڪر لَا اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ جي ڪلمي کي ڇهن لطيفن تي هن ترتيب سان جاري ڪجي. ان کي پهريائين لطيفي نفسي ڪان شروع ڪجي ان لطيفي جي جاءِ دن جي هيٺيان ٻن آڱرين وٿ آهي. پوءِ لا جي حرف کي زور سان ڇڪي مٿي آڻي لطيفي سري ۽ خفي ڪان اخفيٰ تائين آڻجي ۽ اله جي حرف کي سڄي ڪلهي تي پورو ڪجي ۽ الا جي حرف کي سڄي ڪلهي ڪان آڻي لطيفي روحي تي چنبڙائي ڇڏجي ۽ الله جي لفظ کي روحي ۽ سري ڪان ڇڪي لا کي کٻي پاسي لطيفي قلبي تي زور سان (قلب تي) ڌڪ هڻي. ان وقت ساه کي بند ڪري ڇڏجي. ٽن پيرن ڪان ايڪيهن پيرن تائين انهيءَ شغل جو تڪرار ڪجي ۽ ان کي اڪي تي ختم ڪجي نه ٻڏي تي. ان شغل جي زڪواة اها آهي ۽ ان شغل کي بالڪل نه ڇڏجي ۽ هر وقت ان شغل ۾ مشغول رهجي ۽ پڻ توبه ۽ استغفار سان شغل رکجي. انهيءَ شغل جي قبول هجڻ جي نشاني هي آهي ته سالڪ پنهنجي خودي ڪان بيخود ۽ ماسوي الله ڪان دل ڪڇي منجهس جَذْبَةٌ مِنْ جَذْبَاتِ اللهِ" جو اثر پيدا ٿيندو. (هي شغل ڪامل مرشد جي تربيت ڪان سواءِ حاصل نه ٿيندو)

١٧٩* فرمايائون ته مثنوي شريف ۾ آهي ته هڪڙي ڏينهن الله تعاليٰ جو فرمان حضرت موسيٰ عليه السلام ڏانهن آيو ته اي موسيٰ ان وات سان دعا گهر جنهن سان تو گناه نه ڪيو

هجي ته اها دعا مستجاب آهي. حضرت موسيٰ عليه السلام رب العزت جي درگاهه ۾ عرض ڪيو ته يا الله! مون کي تنهنجي ذات جو قسم آهي ته منهنجو وات گناهن جي گندگين سان ګدلو آهي. اهڙو وات ڪتان آڻيان ۽ ان ڳالهه جي ڄڄهه ڪان مون کي واقف ڪر. بارگاهه خداوندي مان فرمان آيو ته اها غيرت آهي ڇاڪاڻ ته غير جي وات تنهنجو گناهه نه ڪيو آهي. هاڻي اهڙي نموني جا ڪم ڪر جيئن ماڻهن جون دليون توڪان راضي ۽ خوش هجن. پوءِ اهي تنهنجي پرپٺ تنهنجي لاءِ دعا گهرندا ۽ انهن جي اها دعا اجابت هيٺ ايندي. ان باب ۾ هي حديث شريف آهي: "دُعَاءُ الْغَائِبِ لِلْغَائِبِ اَسْرَعُ لِلْاِجَابَةِ" يعني غائب شخص جي دعا ٻئي غائب لاءِ قبول هجڻ ۾ جلد مؤثر آهي.

ان ڪان پوءِ پاڻ فرمايائون ته اي يارؤ! دل جي بصيرت سان ڏسو ۽ هوش وارن ڪنن سان ٻڌو جڏهن ته حضرت موسيٰ عليه السلام بظاهر خود اولوالعزم نبي ۽ ڪليم الله هو ته به دعا لاءِ ٻين جي واتن ڏانهن محتاج ٿيو. پوءِ باطن ڪاملن جي صحبت ۽ رابطي ڪان سواءِ حق سبحانه وتعاليٰ جي طلب ڪيئن قبول ڪندو. هن هنڌ تي شيخ سعدي عليه الرحمه فرمائي ٿو:

محال است سعدي که راه صفا - توان رفت جز درپي مصطفيٰ ﷺ

(ترجمه) اي سعدي هدايت واري سنيئن واٽ - پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جي متابعت ڪان سواءِ ملڻ محال آهي.

اي دوست! هي جو الله تعاليٰ حضرت موسيٰ عليه السلام کي ٻين ڪان دعا گهرڻ جو ارشاد ڪيو هو سو ٻين ماڻهن جي سيکارڻ واسطي هو، ان ڳالهه مان مبتدي طالب کي سمجهڻ گهرجي ته ڪامل مرشد جي صحبت ۽ خدمت ڪان جدا نه ٿئي ۽ ان سان پوري محبت ۽ رابطو محڪم رکي. ان باب ۾ حضرت خواجه عبيدالله احرار قدس سره جن پنهنجن مريدن کي فرمايو ته جمعي ڏينهن اندر هڪڙي اهڙي ساعت آهي جنهن ۾ دعا قبول ٿئي ٿي اوهان مان جيڪڏهن ڪنهن شخص کي اها ساعت هٿ اچي ته اوهين ان وقت الله تعاليٰ ڪان ڪهڙي شيءِ جو سوال ڪندؤ. پوءِ سڀ ڪنهن پنهنجي حال جي انداز موجب جواب پي ڏنا. خواجه

صاحب قدس سره جن انهن جا جواب ٻڌي پنهنجي حق ۾ چيائون ته مون کي جيڪڏهن اها ساعت هٿ اچي ته آءٌ هوندا الله تعاليٰ کان هي سوال ڪريان ته جمعيت وارن صاحبن جي صحبت مون کي نصيب ڪر. اي دوست! حضرت خواجه صاحب قدس سره جن پاڻ صاحب ڪماليت جمعيت هئا اهو سندن چوڻ مريدن ۽ ٻين ماڻهن کي سمجهائڻ لاءِ هو ۽ جيڪي طريقت ۾ وچولا آهن سي حضرت موسيٰ عليه السلام مثل آهن جو اهو ٻين جي دعا ڏانهن محتاج هو. تيئن مبتدي طالب پڻ اهل الله جي صحبت ڏانهن محتاج آهن ۽ ٻين جي واتن کان دعا گهرڻ جون ٻه معنائون ٿي سگهن ٿيون. هڪ ته وات مان مراد هي "ڪثرت وارو جهان" آهي، ڇاڪاڻ ته ان ۾ هر موجودات حق سبحانه وتعاليٰ ڏانهن پهچڻ جو وسيلو آهي پوءِ انهن مان هرهڪ موجودات جي صفت کي سڃاڻي ان سان متحد ٿئي ته اها ان کي پنهنجي اصل سان پهچائيندي. هن باب ۾ پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم فرمايو: "اَللّٰهُمَّ اَرِنَا الْاَشْيَآءَ كَمَا هِيَ" (ترجمه) ڏٺي منهنجا مون کي شين جي سڃاڻپ ڏيکار جيئن اهي آهن. ڪنهن بزرگ هي بيت چيو آهي:

در و ديوار من آئينه شد از کثرت شوق،
هرکجا مي نگرم روي ترا مي بينم.

(ترجمه) ڪثرت جي ڏسڻ کان در ۽ ديوار منهنجو آئينو تيار آهن. - جنهن به طرف پيو نهاريان ته تنهنجو منهن پيو ڏسان.

جنهن وقت سالڪ پنهنجي اصل سان وابسته ٿيو جنهن کي "حقيقت الحقائق" ٿا چون ته پوءِ ان حالت ۾ اهو حق سبحانه وتعاليٰ کان جدا نه آهي ۽ منجهائنس بشري صفتون ۽ فعل نڪري وڃن ٿا انهن جي جاءِ تي حق سبحانه وتعاليٰ جون صفتون ظاهر ٿين ٿيون. ان ڳالهه تي هي حديث قدسي شاهد آهي: "بِيْ يُبْصِرُ وَبِيْ يَسْمَعُ وَبِيْ يَمْشِيْ" (ترجمه) ٻانهو مون سان ڏسي ٿو ۽ مون سان ٻڌي ٿو ۽ مون سان هلي ٿو. ان حالت تي اچڻ کان پوءِ سالڪ کان "سبحاني ما اعظم شاني" جهڙا گستاخي وارا لفظ بي اختيار زبان مان پيا نڪرندا.

ٻي معنيٰ هي آهي ته وات مان مراد معنوي وات آهي جنهن جو تعلق عالم ارواح سان آهي ۽ ان جي خوراڪ حق تعاليٰ جو عشق ۽ محبت ۽ شوق ۽ ذوق آهي جيڪو بي مثل ۽ وجود مطلق ۽ وراءَ الوراءَ آهي ۽ اهي سڀ ذات مقدس جا مقامات آهن.

حديث جو اشارو ۽ مقصد پڻ ان معنوي وات ڏانهن آهي، جيڪو هن موهوم هستيءَ جي ڪثرت وارين گندگين کان پاڪ آهي، ڇاڪاڻ ته اهو وات عالم علويءَ کان آهي، نه سفلي کان ۽ جڏهن ته عالم سفلي وارا وات چئن عناصر يعني مٽي، واءَ، پاڻيءَ ۽ باه مان ٺهيل آهن ۽ نفس جي ساخت به انهن عناصر مان آهي. حضرت موسيٰ عليه السلام جيڪو بارگاه خداوندي ۾ عرض ڪيو هو ته آئون اهڙو وات ڪٿان آڻيان،جيڪو گناهن سان ڀريل نه هجي. انهيءَ مان مراد سندس نفس هو، جيڪو چئن عناصر جو مرڪب ٿي چڪو آهي.

١٨٠* فرمايائون ته سڀ کان اعليٰ ۽ افضل ڪامل مرشد سان اتحاد ۽ رابطو رکڻ آهي، ڇاڪاڻ ته طلب واري وات ۾ اهم مقصد ۽ مطلب آهي،پنهنجي خودي کان ڇوٽڪارو لهڻ. ڇاڪاڻ ته "وُجُوْدُکَ ذَنْبٌ لَا تقَاسُ بِهٖ ذَنْبٌ"؛ يعني تنهنجو وجود گناه آهي جنهن سان ٻئي گناه جو اندازو نٿو ڪجي.

١٨١* فرمايون ته اوليائن جي هڪڙي جماعت آهي جيڪي "وحدت الوجود" جا قائل آهن اهو مشرب انهن اوليائن کان جدا ۽ ڌار آهي جيڪي "وحدت الشهود" جا قائل آهن ۽ انهن ٻنهي جي وچ ۾ زمين ۽ آسمان جو فرق آهي. انهن ٻنهي ۾ خاص فضيلت وحدت شهود وارن کي آهي. اِنهن جي وچ ۾ اختلاف اجتهاد کان آهي. ڪلمي شريف لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ جون معنائون ٻنهي فريقن گهڻي کان گهڻيون ڪيون آهن. سيد عبدالڪريم رح (بلڙي وارو) سنڌي عليه الرحمه پنهنجي ڪتاب بيان العارفين ۾ هڪ سنڌي بيت هن ريت فرمائي ٿو:

بيت سنڌي

لا لاهيندي ڪنهن کي، لامورائين ناه،
بالله ري پريان، ڪٿ نه ڏسجي ڪي ٻيو.

يعني لا اصل کان آهي ئي ڪانہ، تہ پوءِ لا ڪنهن ڪي نفي ڪندي؟ الله تعاليٰ جي ذات جو قسم آهي تہ محبوب کان سواءِ ٻي ڪا شيءِ ڏسڻ ۾ ئي ڪونہ ٿي اچي.

مولاناعبدالرحمٰن جامي ڪهڙو نہ چڱو چيو آهي:

آدمي چيست برزخ جامع - صورت خلق حق درو واقع

(ترجمہ) انسان ڇا آهي؟ هو برزخ جو جامع آهي، جڏهن تہ منجهس حق تعاليٰ جي خلقت جي صورت پيل آهي.

"هو الاول هو الاخر هو الظاهر هو الباطن" جنهن جي معنيٰ حضرت سلطان باهو قدس سره پنجابي زبان ۾ هنن بيتن سان ڪئي آهي:

بيت

اندرهو تي باهر هو وت باهو ڪت ليبيندا هو
هو دا داغ محبتِ والا هردم پيا سڙيندا هو
جتي هو ڪري رُشنائي چوڙ اندهيرا ويندا هو
ڏونهين جهان غلام اس باهو جو هو صحي ڪريندا هو

هن هنڌ تي گهڻا اهل الله ۽ اهل يقين بزرگ "وحدت الوجود" جا قائل ٿيا آهن انهن جا بيت ۽ مقولا سندن ڪتابن ۽ رسالن ۾ گهڻي کان گهڻا ذڪر ٿيل آهن.

١٨٢* فرمايائون تہ ڪنهن فقير هڪڙي ڏينهن حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنہ جن جي حضور ۾ عرض ڪيو تہ حضرتا! انسان جي وجود اندر نفس، قلب، روح ۽ دل اصل ۾ جدا آهن يا انهن مڙني جو وجود هڪڙو آهي؟ پاڻ ان ڪي چيائون تہ اي ياءُ! چڱو پڇيو اٿئي پر انهيءَ سوال جو جواب تفصيلوار توکي سمجهہ ۾ نہ ايندو. توکي هڪڙو مثال ڇئي ٻڌائجي ٿو، تنهن مان تنهنجي سوال جو جواب پڌرو ٿيندو. اي ياءُ! تون هي ڳالهہ ڄاڻج تہ انسان جو وجود آئيني جي مثال آهي، جنهن جي ڏسڻ جو پاسو هڪڙو آهي. پوءِ جيڪڏهن انسان جو منهن دنيا ڏانهن آهي ۽ ان لاءِ سعيو ٿو ڪري جيڪو عالم سفلي کان آهي تہ پوءِ اهو نفس آهي، جو الله تعاليٰ کان بيگانو ۽ بي خبر ٿيو آهي. جنهن جو

منهن عالم علوي ڏانهن آهي ۽ سندس همت ۽ سعيو حق سبحانه وتعاليٰ ڏانهن آهي ته پوءِ اهو قلب، روح ۽ دل آهي پر انهن ٽنهي جا مرتبا ۽ درجا پنهنجا آهن. پوءِ جيڪو انهن ۾ گهڻو فڪر ۽ جستجو ڪندو سو سمجهندو. باقي قال محض بي حال ۽ بي بهره آهي.

١٨٣* فرمايائون ته هڪڙي ڏينهن حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنه جن فرمايو ته دنيا جا ظاهري حاڪم اهل الله جا نالا رکا بي ادبي سان ٿا وٺن ته پوءِ پيا ماڻهو به انهن جي پرپٺ رکا نالا وٺن ٿا ۽ اهل الله سڀ ڪنهن نندي ۽ وڏي جو نالو عزت سان ٿا وٺن. اهوئي سبب آهي جو الله تعاليٰ انهن کان اهل الله جا نالا ادب ۽ تعظيم سان چورائي ٿو.

١٨٤* فرمايائون ته اڳين بزرگن مان ڪنهن بزرگ جي هي روش هوندي هئي جو سدائين پنهنجو منهن ماڻهن کان لڪائيندو هو. ماڻهن ڪانئن منهن لڪائڻ جو سبب پڇيو. بزرگ چيو ته اڳين امتن مان ڪنهن ماڻهوءَ کان گناه صادر ٿيندو هو ته ان جي صورت اتي جو اتي مٽجي ويندي هئي، يا ڪو وات مان گناه جهڙو اکر نڪرندو هو ته اهو گناه ان جي پيشاني تي لکجي ويندو هو. آئون پنهنجن گناهن جي گهڻائي ڏسي ڊڄان ٿو ته متان منهنجي شڪل گناهن سببان مٽجي نه وڃي ۽ ماڻهو منهنجي شڪل مٿيل ڏسي متان خوف ۽ هراس ۾ نه پئجي وڃن. ان ڳالهه ڪرڻ کان پوءِ پاڻ فرمايائون ته هن زماني جا ماڻهو گناهه ڪرڻ کان ڊڄن ئي نٿا ۽ نه وري ان گناهه تي پشيمان ٿا ٿين. آئون نٿو سمجهان ته سڀاڻي قيامت جي ڏينهن اهڙن شخصن جو ڪهڙو حال هوندو ۽ ڪيئن سندن بخشش ٿيندي، ڇاڪاڻ ته گناهن جي بخشش "رُجُوعَ اِلَي اللهِ" يعني پشيمان ٿي الله تعاليٰ ڏانهن جمع ٿيڻ سان آهي. جيڪڏهن اهي گناهن کان پشيمان ٿي الله تعاليٰ ڏانهن رجوع نٿا ٿين ته پوءِ بخشش ڪهڙي طرح ٿيندي. اي دوست! جيڪو شخص سچي دل سان پشيمان ٿي الله تعاليٰ ڏانهن رجوع ٿئي تنهن لاءِ هن حديث ۾ بشارت آهي: "اَلتَّائِبُ مِنَ الذَّنْبِ كَمَنْ لَا ذَنْبَ لَهٗ" يعني گناهه کان توبه ڪندڙ

ائين آهي، جڏهن ان ڪڏهن ڪو گناهہ ڪيوئي نہ آهي. انهن جتي حال تي افسوس آهي جو گناهن کي چنبڙي ٿا پون ۽ توبه واري نعمت عظميٰ کان پاڻ کي محروم ٿا رکن ۽ ان نعمت کي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نٿا ڪن.

١٨٥* فرمايائون تہ عارف بالله شيخ محڪم الدين سيلاني قدس سره جن جي ادب جي حد هي هئي جو جنهن جاءِ ۾ قرآن شريف رکيل هوندو هو تہ پاڻ ادب سببان ان جاءِ ۾ نہ ويهندا هئا (متان قرآن ڏي پٺ يا پير ڊگها ٿين يا ٽڪ وغيره جهڙا بي ادبيءَ جا ڪم ظاهر ٿين) هڪ ڀيري پاڻ ڪنهن جاءِ ۾ اندر آيا ۽ اتي مصحف شريف رکيل ڏٺائون. پاڻ قرآن کي ڏسي ٻيهي رهيا. جڏهن ماڻهن گهر جي مالڪ کي ان حقيقت کان آگاهہ ڪيو تڏهن ان مصحف شريف کي اتان ڪٽي ٻي جاءِ ۾ رکيائون، ان کان پوءِ بزرگ ويٺو.

۽ پاڻ هي ڳالهہ بہ ڪيائون تہ موصوف بزرگ ڪنهن مسجد اندر آيو ۽ دروازي تي الله جو نالو لکيل هو ۽ بي خبري سببان اندر لنگهي آيو هو ۽ داخل ٿيڻ کان پوءِ خبر پيس تہ دروازي تي الله جل شانه جو نالو لکيل آهي پوءِ نڪرڻ وقت پاڻ ٻيهي رهيا. ريشم جو ڪپڙو ۽ ٻيو وڏو ٿانءُ گهرائي ان نالي مبارڪ کي ڍڪيائون ان کان پوءِ پاڻ ٻاهر آيا. ان کان پوءِ پاڻ وري ان مسجد ۾ ڪڏهن اندر نہ آيا.

١٨٦* فرمايائون تہ ميان نورمحمد چشتي قدس سره جيڪو مولوي فخرالدين قدس سره جو مريد ۽ خليفو هو ۽ ڪنهن وقت قاضي ميان عبدالرحمٰن عليه الرحمه نقشبندي سلسلي ۾ وٺائنس مريد ٿيل هو تنهن ڳالهہ تي ڪئي تہ آئون ۽ ٻيو هڪڙو منهنجو دوست عربي علمن جي سبقن حاصل ڪرڻ لاءِ هندوستان وياسون. هڪڙي ڏينهن اسان جو استاد ميان نورمحمد ڪنهن ڪم لاءِ ٻئي پاسي ويل هو ۽ اتي هڪڙو بزرگ عالم يعني مولوي فخرالدين آيو، تنهن وٽ سبق وٺڻ لاءِ ڪتاب کڻي وياسون. جڏهن ان کي ويجها ٿياسون تہ پاڻ اٿيو ۽ چار قدم پري اڳتي ان جي اڳيان آيو ۽ اسان کي گهڻي شفقت ۽ قرب سان ياڪر پائي مليو ۽ هي

بيت پڙهيائين:

تو برائي وصل كردن آمدي - ني برائي فصل كردن آمدي

(ترجمو) تون ڳنڍڻ واسطي آيو آهين، نہ جدا ڪرڻ لاءِ آيو آهين.

پوءِ اسان سندس خدمت ۾ سبق وٺڻ لاءِ عرض ڪيو. پاڻ جواب ۾ فرمايائين تہ سبق نہ پڙهائيندس. البت سبقن جي سمجهاڻي ڏيندس پر شرط هي آهي تہ مون کي مولوي نہ چئجو. ان بعد اسان کي سبقن جي تحقيق ۽ سمجهاڻي اهڙي ڏنائين جو اسان جي استاد کان بہ هن جي سمجهاڻي ۽ تحقيق اسان کي وڌيڪ نظر ۾ آئي ۽ اسان جي دل جي الفت ۽ رغبت ڏانهس تي ۽ ان جي صحبت مان اسان کي گهڻو فائدو ٿيو(١)

١٨٧* فرمايائون تہ ڇوٽڪارو تڏهن حاصل ٿيندو جڏهن پنهنجي وجود ۾ خودي جو هڪڙو ذرو بہ باقي نہ هجي ۽ مرڻ کان اڳي ئي پاڻ کي مئل ڄاڻي جيئن چيو اٿن "مُوْتُوْا قَبْلَ اَنْ تَمُوْتُوْا" جي قول هيٺ پاڻ کي آڻي يعني مرڻ کان اڳي مرو- ان باب ۾ حضرت رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو "مَنْ اَرَادَاَنْ يَنْظُرُاِلَي الْمَيِّتِ يَمْشِيْ عَلٰي وَجْهِ الْاَرْضِ فَلْيَنْظُرْاِلٰي ابْنِ اَبِيْ قَحَافَةَ" (ترجمو) جنهن شخص کي زمين جي تختي تي مئل ماڻهو ڏسڻ جو ارادو هجي تہ پوءِ ان کي گهرجي تہ ابوقحافہ جي پٽ کي ڏسي يعني حضرت ابوبڪر رضي الله تعالٰي عنہ کي- اها فضيلت ۽ صداقت محض موهوم هستي جي فنائيت سببان آهي جو ان سڳوري پنهنجي وجود کي "مُوْتُوْا قَبْلَ اَنْ تَمُوْتُوْا" سان جيئن جو تيئن ماري فنا ڪيو هو. هي عجيب مرڻ آهي جنهن سان ابدي حياتي ملي ٿي. خواجہ حافظ چوي ٿو:

---

(١) قاضي ميان عبدالرحمٰن عليہ الرحمہ نصرپور جي شهر جو وينل آهي ۽ حضرت پير سائين روضي ڌڻي قدس الله سره الاقدس جن کان قادري طريقي ۾ بيعت ڪري سندن مريد ٿيو. جنهن جي خطن جا جواب مڪتوبات شريف ۾ لکيل آهن. پاڻ سندس نالو نهايت ادب سان لکندا هئا. (مترجم)

هرگز نميرد آنکہ دلش زنده شد بعشق،
ثبت است بر جريده عالم دوام ما.

ترجمو: جنهن شخص جي دل عشق سان جيئري آهي سا ڪڏهن نٿي مري، اسان جي زنده هجڻ جا دفتر جهان ۾ هميشہ ثابت آهن.

١٨٨* فرمايائون تہ جڏهن عارف بالله شاهہ عنايت صوفي ۽ سندس ياڻن کي ظالمن يعني ميان نورمحمد ڪلهوڙو ۽ ٺٽي جي نواب جا ماڻهو انهن ٻنهي کي قتل ڪرڻ واسطي وٺي آيا ۽ جلاد مياڻ مان ترار ڪڍي پهريائين سندس ياڻن کي قتل ڪرڻ لاءِ اٿيو. ان وقت سندس ياڻن کي بدن ۾ ڏڪڻي شروع ٿي. پوءِ ان صوفي بزرگ چيس تہ اي پٽ مرڻ کان ڇوٿو ڊڄين ۽ ڪو فڪر ۽ خيال نہ ڪر. گهڙي ڪن جي تڪليف آهي جا اک ڇنڀ ۾ گذري ويندي. ان جي قتل ڪرڻ کان پوءِ بزرگ جو وارو آيو. پاڻ جلاد کي هڪ سوني مهر کيسي مان ڪڍي ڏنائون تہ ايتري مهلت ڏي تہ آئون نفل پڙهان جڏهن التحيات جي قعدي ۾ هجان پوءِ توکي ترار هڻڻ جي موڪل آهي ۽ پنهنجو ڪم پورو ڪج. پوءِ ان ڪم پورو ڪيو ۽ پڻ جڏهن بزرگ کي قتل ڪرڻ لاءِ وٺيو پي آيا تہ پاڻ وات ۾ هي بيت پڙهندا پي آيا:

سر در قدم يار فدا شد چہ بجا شد،
اين بار گران بود ادا شد چہ بجاشد.

ترجمو: دوست جي پيرن تي سسي قربان ٿي تہ کهڙو حق ادا ٿيو- اهو بار ڳرو هو ادا ٿيو تہ کهڙو حق بجا ٿيو.

١٨٩* پاڻ فرمايائون تہ حضرت موسيٰ عليہ السلام کي "فَاخْلَعْ نَعْلَيْکَ اِنَّکَ بِالْوَادِ الْمُقَدَّسِ طُوًي" (ترجمو) پوءِ تون پيرن مان ٻئي جتيون لاهہ ڇاڪاڻ تہ تون طويٰ جي پاڪ واديءَ ۾ آهين. جتي لاهڻ مان مراد هن موهوم هستي جي فنائيت آهي يعني هن هستي کي ڇڏي پوءِ مقدس وادي ۾ داخل ٿيءُ ۽ هوڏانهن پاڻ سڳورا صلي الله عليه وسلم جن، هن ظاهري جسم سان معراج واري رات عرش سڳوري تي پهتا ۽ حق سبحانه و تعاليٰ کي ڏنائون ۽ جڏهن تہ اسين سندن امت آهيون تہ اسان کي پڻ هن عظميٰ نعمت مان ڀاڱو حاصل آهي. ڇاڪاڻ تہ هي قاعدو

آهي تہ جڏهن بادشاهہ جي لنگهڻ واسطي رستو ٺاهي تيار ڪندا آهن ۽ بادشاهہ اتان لنگهي ويندو آهي، تڏهن ان رستي تان سندس سپاهي ۽ لشڪر پڻ لنگهن ٿا ۽ پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جن جو لشڪر سندن متابعت ۽ پيروي تي هلڻ وارا آهن نہ ٻيا.

١٩٠* فرمايائون تہ ماڻهو مسڪين ان کي ٿا چون جنهن وٽ دنيوي اسبابن مان ڪجهہ بہ نہ هجي ۽ اسان وٽ مسڪين اهو آهي جنهن وٽ الله تعاليٰ کان سواءِ ٻيو ڪي ڪين آهي ۽ اها مسڪيني اهڙي آهي جنهن لاءِ حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم جن الله تعاليٰ کان هن طرح دعا گهرندا هئا. "اَللّٰهُمَّ اَحْيِنِيْ مِسْكِيْنًا وَاَمِتْنِيْ مِسْكِيْنًا وَاحْشُرْنِيْ مَعَ زُمْرَةِ الْمَسَاكِيْنِ" (ترجمو) ڏٺي منهنجا مون کي مسڪين ڪري جيار ۽ مون کي مسڪين ڪري مار ۽ قيامت جي ڏينهن مون کي مسڪينن جي ٽولي مان اٿار.

١٩١* فرمايائون تہ بچي فقير هنگوري ڳالهہ ڪئي تہ هڪڙي ڀيري آئون درگاه شريف تي هئس. اڌ رات جو وقت هو تہ ڪوري جي گهر کي باهہ لڳي ۽ باهہ سڄي گهر کي وڪوڙي ويئي ۽ ماڻهن ۾ هل هنگامو گهڻو پيدا ٿيو. ان گوڙ ۽ هل جي آواز تي حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنہ جن حويلي کان ٻاهر آيا. پوءِ پاڻ نندڙا پتر ڪٽي باهہ جي طرف اڇلائڻ لڳا ۽ سڀ ڪنهن ڀيري الله اڪبر پئي چيائون ۽ پاڻ باهہ ڏانهن سامهون آيا پهرين پتر اڀرندي طرف کان هٽڻ شروع ڪيائون ۽ باهہ ان طرف جهڪي ٿي ان کان پوءِ الهندي طرف پتر هنيائون تہ اتان باهہ اجهامڻ لڳي ان کان پوءِ اتر طرف آيا ۽ پتر هنيائون ۽ باهہ اتي بيهي رهي ۽ وري ڏکڻ طرف آيا ۽ پتر هنيائون پوءِ باهہ زور چڏي ڏنو ۽ پاڻ سيڪنهن پتر اڇلڻ وقت الله اڪبر ٿي چيائون.

١٩٢* فرمايائون تہ نواب ولي محمد خان لغاري جي پٽ احمد خان ڳالهہ تي ڪئي تہ هڪ ڀيري منهنجي پيءُ ولي محمد کي هڪڙي مهلڪ بيماري اچي لڳي جنهن ڪيس قريب المرگ ڪري ڇڏيو اسان کي ان جي بچڻ جو آسرو بالڪل نہ هو. اتفاق

سان حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنه جن مريدن جي دعوت تي لاڙڪاڻي شهر ۾ تشريف فرما ٿيا ۽ پاڻ منهنجي پيءُ جي بيماري جي خبر ٻڌي عيادت واسطي آيا. اتي هن ٻانهي سندن خدمت بابرڪت ۾ عرض رکيو ته حضرتا! اسين ته پنهنجي پيءُ جي حياتيءَ جي بچڻ کان بالڪل مايوس ۽ نااميد آهيون. هاڻي اوهان جي دعا ۾ گهڻي اميد آهي. پوءِ پاڻ ٻئي هٿ رحم جا کڻي دعا ڪيائون ۽ فرمايائون ته تون پنهنجي پيءُ ڪي تسلي ۽ دلداري ڏج ته الله تعاليٰ تنهنجي لاءِ شفا ڏيڻ فرمائي آهي. پوءِ سندن دعا جي برڪت سان مهلڪ بيماري ڇڏي ويئي ۽ بدن تندرست ٿي ويو ان دعا کان پوءِ منهنجي پيءُ ڪي اولاد ٿيو ۽ ٻه پٽ ڄايا هئا.

١٩٣* فرمايائون ته ڪتاب جواهر سمني ۾ آهي ته (اي سالڪ) جيڪڏهن درياءَ جي پاڻيءَ مٿان هلين ته ڪک جهڙو آهين ۽ جيڪڏهن هوا تي اڏامين ته مک جي مثال آهين. جيڪڏهن پنهنجي دل کي هٿ ۾ آڻيندين ته پوءِ ماڻهو آهين. هن هنڌ تي ڪنهن بزرگ ڪهڙو نه چڱو بيت چيو آهي.

دل بدست آر هرچه خواهي ڪن - حق نگهدار ڪج ڪلاهي ڪن

(ترجمو) دل کي هٿ ۾ آڻ پوءِ جيڪي وڻيئي سو ڪر- حق تعاليٰ کي نگاهه ۾ رک پوءِ ڀلي فخر ڪر.

١٩٤* فرمايائون ته هڪڙي ڏينهن سلطان العارفين شيخ بايزيد بسطامي قدس سره هي آيت سڳوري "الرحمٰن علي العرش استويٰ" پڙهي ته سندن سيني مبارڪ اندر عشق جي باهه جي جيئي پڙڪا هڻڻ لڳي ۽ بي انداز عروجن ۽ ترقين جو سير جلدي ٿيو جو وڃي عرش تي پهتو. پاڻ عرش کان پڇيائون ته الله تعاليٰ پنهنجي رهڻ جي نشاني تنهنجي ڏني آهي جو چيو اٿس "اَلرَّحْمٰنُ عَلَي الْعَرْشِ اسْتَوٰي" - عرش سڳوري جواب ۾ چيو ته آئون ته هيئڻ پيو ٻڌان "قلب المؤمن حرم الله" يعني مؤمن جو قلب الله جو حرم آهي. شيخ بايزيد قدس سره ان جو اهو جواب ٻڌي حيران ٿي دل ۾ چيائين ته اي منهنجا رب تون پاڪ آهين زمين وارا ويچارا توکي عرش ۾ پيا ڳولين ۽ عرش وارا زمين ۾ پيا توکي

ڳولين.

١٩٥* فرمايائون تہ جڏهن نمرود وارن حضرت ابراهيم خليل الله عليہ السلام کي باھ ۾ تي اڇليو اڻ وقت جنن ۽ ملڪن جي فوج ڏسڻ آئي ۽ عرض ڪيائون تہ جيڪڏهن اسان کي حڪم ڪرين تہ نمرود کي سندس لشڪر سميت باھ ۾ وجهون ۽ برباد ڪريون. حضرت خليل الله عليہ السلام انهن کان پڇيو تہ اوهين الله تعاليٰ جي امر سان آيا آهيو يا ازخود پاڻ آيا آهيو ۽ پاڻ پنهنجي طرفان ائين چئو ٿا. انهن چيو تہ اسين پاڻ ٿا چئون. پوءِ پيغمبر سڳوري انهن کي چيو تہ مون کي اوهان جي گهرج ڪانهي. ان کان پوءِ حضرت جبرئيل عليہ السلام وٽس آيو ۽ چيائين ڀلا تون الله تعاليٰ کان دعا گهر تہ هن مصيبت کان ڇوٽڪارو ڏئي. پوءِ ان کي جواب ۾ فرمايائين تہ جڏهن اهو ڏسي پيو ۽ ان کي سڀ حال جي خبر آهي پوءِ وٽانئس ڇاجي لاءِ دعا گهران. پوءِ نمرود وارن حضرت ابراهيم عليہ السلام کي منجنيق ۾ ويهاري ۽ ان کي ٻيرائي باھ جي آڙاھ ۾ ڪٽي اڇلايو. ۽ الله تعاليٰ حضرت ابراهيم جي سچائي ڏسي باھ کي ٻيرائي باغ ڪيو جيئن قرآن شريف ۾ باھ کي خطاب آهي: "قُلْنَا يَا نَارُ كُونِي بَرْدًا وَسَلَامًا عَلَىٰ إِبْرَاهِيمَ" (ترجمو) اسان چيو اي باھ تون ابراهيم تي ٿڌي ۽ سلامتيءَ واري ٿي پئُ. ان کان پوءِ پاڻ فرمايائون تہ الله تعاليٰ جا سچا دوست جڏهن هن مقام تي اچن ٿا تہ پوءِ انهن سان پڻ اهڙو معاملو درپيش اچي ٿو يعني باھ انهن کي نٿي ساڙي. هن فقير کي پڻ حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنہ جي مهرباني سان اها ساڳي حالت وارد ٿي هئي جيئن تہ هڪڙي ڏينهن آئون ۽ منهنجو ڀاءُ چاڪر خان پاڻ ۾ ويٺا هئاسون ڳالهين جي وچ ۾ ارادي بابت گفتگو هلي. مون چيو تہ هن وقت ڪوبہ دل جي ارادي وارو نہ آهي منهنجي ڀاءُ چيو تہ هن وقت بہ ارادي جا صاحب گهڻا آهن. مون ان کي چيو تہ ارادي وارو صاحب ان کي نٿو چئجي جيڪو پنهنجي پيڻ يا ڏيءُ مرشد کي ڏئي. انهيءَ گفتگوءَ ۾ هئاسون تہ منهنجي طبيعت جوش ڏيکاريو. ڀاءُ کي چيم تہ باھ جو آڙاھ مچاءِ تہ آئون ان ۾ اندر گهڙان. چيائين تہ

باهہ ۾ ڪير پوندو. ايتري ۾ حضرت ابراهيم خليل الله جي صورت مبارڪ منهنجي وجود ۾ مثيل ٿي. ياءُ ڪي چيم تہ آئون ابراهيم خليل الله آهيان ۽ تون نمرود ٿي باهہ جو آڙاهہ مچائي تہ آئون ان ۾ گهڙان. ان چيو تہ باهہ ۾ ڪير اچلائيندو پر ان ڪي باهہ ٻارڻ جي همت نہ ٿي ۽ پشيمان ٿيو ۽ معافي ورتائين.

١٩٦* فرمايائون تہ ڪتاب سفينہ الاولياءِ ۾ آهي تہ هڪڙي ڏينهن شيخ عثمان هاروني قدس سره جن سير ڪندي هڪڙي اهڙي هنڌ اچي پهتا جتي آتش پرستن جو مسڪن هو ۽ اتي انهن جو آتشڪده (يعني باهہ جي پوڄڻ جو عبادت خانو) هو. سڀ ماڻهو ڪاٺين جي ڀري ڪلهن تي رکي باهہ ۾ اڇي وجهندا هئا جيئن باهہ وسامي نہ وڃي. پوءِ ان برگزيده حق سبحانہ جي شيخ عثمان انهن آتش پرستن ڪان پڇيو تہ ان جي پوڄا ڪرڻ مان اوهان کي ڪهڙو فائدو پهچي ٿو ۽ الله تعاليٰ جي عبادت ڇونہ ٿا ڪريو. انهن چيو تہ اسان جي دين ۾ باهہ جي وڏي عزت آهي. شيخ عثمان قدس سره چين تہ ڀلا خبر ڏيو تہ گهڻا ورهہ اوهان باهہ جي پوڄا ڪئي آهي. چيائون تہ ستر ورهيہ ٿيا آهن. شيخ چين تہ هيتري مدت اوهان ان جي بندگي ڪئي آهي تہ پوءِ ان ۾ پنهنجو هٿ ۽ پير وجهو تہ باهہ انهن کي ساڙي ٿي يا نہ. آتش پرستن چيو تہ ڪنهن کي طاقت آهي جو ان ۾ پنهنجو پير ۽ هٿ وجهي. پوءِ شيخ عليہ الرحمة ڇا ڪيو جو هڪڙو ننڍو ٻار جو آتش پرستن سان گڏ هو تنهن کي ياڪر ۾ کڻي "بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ يَا نَارُ كُوۡنِيۡ بَرۡدًا وَّ سَلَامًا عَلٰٓى اِبۡرَاهِيۡمَ" چئي ان باهہ ۾ گهڙي پيو ۽ چار ساعتون باهہ ۾ رهيو ۽ پوءِ ٻاهر آيو. باهہ ان کي ۽ ٻار کي ڪپڙن سميت ڪجهہ بہ نقصان نہ پهچايو- ان وقت اتي گهڻا آتش پرست موجود هئا. هنن جڏهن اها حالت ڏٺي تہ انهيءَ وقت، اتي جو اتي سيني سندس هٿ تي اسلام آندو.

١٩٧* فرمايائون تہ هن جهان ۾ عرفان جا صاحب قدر جي رات مثل مخفي ۽ لڪل آهن بلڪ رات مثل آهن جي اهي ڏسڻ ۾ نہ ٿا اچن. ڇاڪاڻ تہ اهي اوليائي تحت قبائي جي قبا ۾ ڍڪيل آهن، جن کي سيڪو ماڻهو سڃاڻي نہ ٿو سگهي. پوءِ شيخ

سعدي عليہ الرحمۃ جو ھي بيت پڙھيائون:

بيت

ھر بيشہ گمان مير کہ خالي است - شايد کہ پلنگ خفتہ باش

(ترجمو) سڀ ڪنهن ٻيلي ۾ گمان نہ آڻ تہ ٺلھو آھي- متان ان ۾ چيتو ستل ھجي.

انهن عارفن جي شان ۾ مشڪوات شريف ۾ ھڪ حديث آھي، جنهن جو ترجمو ھي آھي تہ ھن جھان ۾ الله تعاليٰ جا ولي لڪل ۽ مخفي آھن، جيڪڏھن اھي ڪنهن مجلس ۾ اچن تہ ماڻھو انهن کي نہ سڃاڻندا ۽ نہ انهن جي تعظيم ۽ تڪريم ڪندا تنهنڪري گھرجي تہ سڀ ڪنهن خاص ۽ عام شخص جي عزت ڪجي ۽ سڀ ڪنهن کان خوف ڪرڻ گھرجي متان انهن ۾ ڪو الله تعاليٰ جو ولي ھجي.

ان ڳالھہ کان پوءِ پاڻ ھي تمثيل يعني پھاڪو بيان ڪيائون تہ حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنہ جن فرمايو تہ ھڪ بادشاھہ ۽ سندس شھزادو رات جو سير تي نڪتا. شھزادي وٽ جواھرن جي ٿيلھي ھئي جنهن جي ڳنڍ ڇڙي پيئي جنهن مان سڀ جواھر ڇٽي ڪري پيا. رات گھٽي انڌاري ھئي جنهن ڪري جواھر ھٿ نہ آيا. بادشاھہ چيس تہ ڪريل جاءِ تان پھٽيون ۽ مٽي سڀ ميڙي ڳوٿريءَ ۾ وجھہ پوءِ اچي ڏينهن ۾ جواھر پاڻھين ڏسبا. انھيءَ تي پاڻ فرمايائون تہ اھڙي طرح ادنيٰ ۽ اعليٰ شخص جو ادب ۽ تعظيم ڪجي تہ متان انهن ۾ ڪو اڻلڀ موتي، عارف ڪامل ۽ مڪمل ھجي ۽ ان جي صحبت کان تنهنجو ظاھري ۽ باطني مقصد ۽ مطلب پورو ٿئي.

١٩٨* فرمايائون تہ مريد کي واجب بلڪ فرض آھي تہ پنهنجي مرشد جو ادب، پنهنجي ظاھر واري صورت توڙي باطن اندر پورو ڌيان ڏئي ۽ پڻ پنهنجي مرشد جي عادتن ۽ عبادتن وارن ڪمن ۾ ان سان موافقت ۽ متابعت پوري رکي تہ سندس مقصد ۽ مطلب سگھا حاصل ٿين. ان باب ۾ ڪنهن بزرگ چيو آھي:

زان روئي كہ چشم نست احوال - معبود تو پير تست اول

(ترجمو) اهوئي سبب آهي تہ تنهنجي اک ٽيڏي آهي، معبود تنهنجو پهريائين تنهنجو مرشد آهي.

تنهن ڪري مريد کي گهرجي تہ مرشد جي قولن ۽ فعلن تي اعتراض ڪرڻ جي عادت ڇڏي ڏي. خدانخواستہ جيڪڏهن ان کي مرشد جي ڪن قولن ۽ فعلن جي حقيقت سندس ناقص فهم ۽ سمجهہ ۾ نہ آئي ۽ اعتراض ڪيائين تہ پوءِ ڪيس گهرجي تہ في الفور پشيمان ٿي توبه تائب ٿئي ۽ سمجهي تہ هي سڀ ڪجهہ سندس فهم جو قصور آهي ۽ جيڪڏهن ائين ڪري نہ سگهيو تہ پوءِ گهرجيس تہ مرشد جي حضور ۾ وڃي ۽ پنهنجي خيال کان ان کي واقف ڪري تہ پوءِ سندس مرشد ان جي اعتراضن ۽ شبهن کان ڇوٽڪارو ڏئي ۽ حقيقت کولي سمجهائيس تہ پوءِ انهي وقت ان جي بيهودن اعتراضن ۽ شبهن کي صحيح معنيٰ ۾ تبديل ڪرائيندو. ان وقت هو سمجهندو تہ منهنجو مرشد ظاهر ۽ باطن ۾ پاڻ ﷺ جي شريعت ۽ متابعت تي برحق پورو بيٺل آهي ۽ منهنجو خيال ئي باطل هو.

پيرِ ره ڪبريت آمده است - سينہ او بحر اخضر آمد است

(ترجمو) طريقت جو پير ڪبريت احمر آهي يعني پارس- ان جو سينو علم سان بحر اخضر مثل آهي. ڪنهن بزرگ چيو آهي:

پيرچہ باشد شہ ڪون و مڪان - داد رستد چہ بود ڪن فڪان

پوءِ جيڪڏهن اعتراضن جي عادت نہ ڇڏيائين ۽ نہ وري مرشد کان انهن جو حل پڇيائين تہ پوءِ اهو ازلي ۽ ابدي بدبخت آهي.

هر ڪرار وئي ببهود نداشت - ديدن نبي اورا سود نداشت

(ترجمو) جنهن شخص نيڪن ڏانهن چڱو گمان نہ رکيو- تنهن کي پاڻ سڳورن جي ڏسڻ مان ڪو فائدو نہ پهتو.

١٩٩* فرمايائون تہ طريقت وارو مرشد صيقل جي مثل آهي ۽ مريد ڪٽ چڙهيل ترار جي مثل آهي. پوءِ جڏهن مرشد مريد جي ظاهري ۽ باطني ڪٽ ۽ ميراڻ کي پنهنجي صاف ۽ اجرو

ڪري ٿوته ان مان طرحين طرحين اسرارن جا چمڪاٽ ۽ روشنائيون پيدا ٿينديون.

گر ترا پير اين چنين آيد پديد - قفل در دت ڪليد آيد پديد

(ترجمو) جيڪڏهن تو ڪي اهڙو مرشد هٿ آيو- ته پوءِ تنهنجي ڪلف (قفل) ٿيل بيماري جي ڪنجي ظاهر ٿي.

٢٠٠* فرمايائون ته جڏهن سچي دل وارو طالب حق سبحانه وتعالىٰ جي طلب جي ارادي سان ڪنهن اهل دل بزرگ ڏانهن وڃڻ جو ارادو ڪري ۽ ان جي خدمت ۾ وڃي ۽ ڏٺائين ته اهو ڪامل ۽ مڪمل آهي، جنهن جو ظاهر ۽ باطن شريعت ۽ طريقت، حقيقت ۽ معرفت سان سينگاريل ۽ سنواريل آهي ته اهڙي پير جي حضور ۾ پلي اچجي ۽ ان سان بيعت ڪري ۽ ان جي خدمت ۽ ان جي صحبت ۾ رهڻ تنهن کي پنهنجي واسطي ٻنهي جهانن جي غنيمت سمجهي ۽ ان جي متابعت ۽ پيروي کي پنهنجي لاءِ ٻنهي جهانن جي نيڪ بختي تصور ڪري. پوءِ فرمايائون ته خواجه عبيدالله احرار قدس سره جي ملفوظات ۾ لکيل آهي ته طالب کي تيستائين سندس مقصد ۾ ڪاميابي ۽ نفعو نه ٿيندو جيستائين ڪه نبين ۽ اوليائن جي طريقي سان محبت نه رکندو. انهن سان محبت ۽ انهن جي ظاهري ۽ باطني ادبن جي نگهباني ڪان سواءِ پنهنجي مطلوب مقصد کي ڪڏهن به نه رسندو.

٢٠١* فرمايائون ته هنن نادانن ۽ بي وقوف ماڻهن جي حال تي افسوس آهي جو ماڻهن جي روبرو گناهه جهڙي ڪم ڪرڻ کي خوف سببان ويجها نٿا اچن- ۽ الله تعالىٰ جيڪو عالم السر والخفيات آهي ان کان گناهه جهڙو ڪم ڪرڻ جو ڊپ نٿا رکن ۽ جڏهن ته ان کي اسان جي حال جي ذري پرزي جي خبر آهي جيئن فرمائي ٿو "وَاللّٰهُ عَلِيۡمٌ بِذَاتِ الصُّدُوۡرِ" (ترجمو) ۽ الله سيني وارن جي حال کان چڱي طرح ڄاڻ رکي ٿو.

٢٠٢* فرمايائون ته ماڻهو کان جيڪڏهن ڪو صغيرو گناهه واقع ٿئي ته ان کي گهرجي ته جيترو ٿي سگهي جلدي توبه تائب ٿئي ته پوءِ اهو شخص ان کان اهڙو بخشيل ٿئي ٿو جو گويا

ان گناهہ ڪيو ئي نہ آهي ۽ جيڪڏهن توبه ڪرڻ ۾ قصور ڪيائين ۽ گناه تي پشيمان نہ ٿيو تہ پوءِ اهو شخص عنداللہ تعاليٰ سزا جو لائق ٿيندو. پوءِ پاڻ توبه ڪرڻ ۽ نہ ڪرڻ تي هي مثال ڏنائون- مثلاً ڪنهن جاءِ اندر يا ڪنهن اهڙي هنڌ تي پليت شيءِ پيل هجي پوءِ جيڪڏهن جاءِ جي مالڪ اتان ان پليت شيءِ کي ٻاهر ڪڍي ڇڏيائين تہ پوءِ اها جاءِ ڏسڻ ۾ ائين ايندي، ڄڻ تہ اها پليت شيءِ ان جاءِ تي هئي ئي ڪونہ ۽ جيڪڏهن ان پليتي کي ٻاهر نہ ڪڍيائين ۽ بدبوءِ پکڙجي وئي تہ پوءِ ماڻهو اهڙي ڪني جاءِ کي نفرت سان پيا ڏسندا ۽ اتي رهڻ ڪير بہ پسند نہ ڪندو. پوءِ ماڻهو جي وجود ۾ جيڪي خباثتون ۽ پليتيون آهن تن لاءِ سڀ ڪنهن عمل واري ۽ داناءَ ماڻهو کي لازم آهي تہ پنهنجي وجود مان ڪڍي، ظاهر ۽ باطن کي پاڪ ۽ صاف ڪري. اهي پليتيون هي آهن جهڙوڪ ڪنهن سان بغض ۽ ڪينون ۽ حسد رکڻ، هٺ ۽ وڏائي ڪرڻ ۽ ٻين کي حقارت جي نظر سان ڏسڻ. انهن پليتين جي پاڪائي توبه ۽ روئڻ ۽ زاري ۽ استغفار سان آهي جنهن سان دل پاڪ ۽ صاف ٿيندي.

گريہ وزاري عجب سرمايہ ايست - تابہ شهر دل قوي تر پايہ ايست

(ترجمو) پشيمان ٿي روئڻ ۽ زاري ڪرڻ قيمتي سرمايو آهي. دل جي دنيا انهيءَ کان بہ وڌيڪ آهي.

گريہ وزاري همہ از بهر خدا - ميرساند مرد را در بارگاه

(ترجمو) پشيمان ٿي روئڻ ۽ زاري ڪرڻ محض اللہ تبارڪ وتعاليٰ لاءِ آهي ڇاڪاڻ تہ اهي انسان کي حق سبحانہ جي درگاهہ تائين رسائي ٿو.

٢٠٣* فرمايائون تہ خواجہ عبيداللہ احرار قدس سره جي ملفوظات ۾ آهي تہ جنهن وقت ٻانهو يقين ۽ محبت سان ڪماليت جي مرتبي کي پهچي ٿو تہ پوءِ ٻانهو "مُسْتَنِدُ الْاَفْعَالِ" رهي ٿو ۽ ٽانس جيڪي ڪم پيدا ٿيندا تن جي نسبت ڏانهس نہ آهي جيئن هنن آيتن مان ظاهر آهي: "وَمَا رَمَيْتَ اِذْ رَمَيْتَ وَلٰكِنَّ اللّٰهَ رَمٰى" جنهن جو مطلب هي آهي تہ اهو تير تو نہ هنيو بلڪ اللہ

هنيو، پوءِ تير جي نسبت پاڻ سڳورن ڏانهن نہ آهي ۽ اها نسبت الله ڏانهن آهي.

ڪيترين ڳالهيون جيڪي تفسيرن ۾ ذڪر ٿيل آهن تن مان ڪي ڳالهيون اشاري طور بيان ڪيائون تہ نبي ۽ رسول جيڪي مبعوث ٿيل آهن سي حق سبحانه وتعاليٰ جي ڪمال ۽ جمال جو مظهر آهن، ڇاڪاڻ تہ جڏهن انهن جي وصفن جي نسبت پاڻ ڏانهن ڪرڻ فرمائي آهي جيئن فرمائي ٿو "مَنْ يُّطِعِ الرَّسُوْلَ فَقَدْ اَطَاعَ اللّٰهَ" (ترجمو) جنهن الله ۽ رسول جي فرمانبرداريَ ڪئي تہ پوءِ انهيءَ الله جي فرمانبرداري ڪئي ۽ ٻيءَ آيت ۾ آهي "اِنَّ الَّذِيْنَ يُبَايِعُوْنَکَ اِنَّمَا يُبَايِعُوْنَ اللّٰهَ" (ترجمو) تحقيق اهي شخص جي توسان بِيُعَتُ ٿا ڪن اهي حقيقت ۾ الله سان بيُعَتُ ٿا ڪن. پوءِ اطاعت ۽ بيعت جي نسبت ڏانهس آهي ۽ پاڻ سڳورا انهن وصفن جا مظهر ۽ آئينو آهن ۽ پڻ هنن آيتن جو اشارو ان جماعت ڏانهن بہ آهي جيڪي ازل کان استعداد جي ڪماليت ۽ هدايت لهڻ جي شرف سان ثابت ٿيل آهن سي پڻ ان مظهر مان ذات حقيقي جو جمال باڪمال پيا ڏسن ۽ صفائي سببان سندن استعداد موجب بهره مند پيا ٿين.

٢٠٤* فرمايائون تہ اي يارو! حق تعاليٰ جي طلب ۾ همت ڪريو ۽ دير نہ ڪريو متان موت جو قاصد اچي پهچيو ۽ هن پياري حياتي کي سواءِ ڪنهن معنيٰ ۽ مقصد جي هٿان نہ وڃايو. طالب کي گهرجي تہ هن دنيا جي زندگي کي سعادت جو سرمايو سمجهي ان جي نگهباني ڪري ۽ طلب جي ميدان ۾ پنهنجي گهوڙي کي اهڙو تکو ڊوڙائي جيئن هڪ ئي جذب ۽ جولان سان مقصود ۽ مطلوب کي حاصل ڪري ۽ لا الہ جي سير جي چوٽي تي پهچي الا الله جي درياءَ ۾ ٽبي هڻي محمد رسول الله ﷺ واري مقصود موتي کي مٺ ۾ مضبوط جهلي.

٢٠٥* فرمايائون تہ جڏهن ڪنهن بيمار شخص کي ڪو حاذق طبيب ڪن شين جي کائڻ کان منع ڪري ۽ بيمار سندس خواهش وارين شين جي کائڻ کان پاڻ کي روڪي ۽ طبيب جي ڳالهہ تي وزن ڏي تہ پوءِ اهو بيمار مرض کان سگهوئي صحتياب

ٿيندو ۽ پر جيڪڏهن انهيءَ مريض طبيب جي ڳالهہ کي بيهودو سمجهيو ۽ پنهنجي خواهش وارين شين کي کائڻ لڳو تہ پوءِ يقيناً بيماري ان تي غلبو ڪندي. اهڙي طرح مبتدي طالب کي گهرجي تہ پنهنجي شيخ جي ڏسيل حڪمن تي استقامت ۽ بيهڪ ڪري ۽ ان جي ڳالهين کان روگرداني نہ ڪري. نہ تہ سندس حال ان بيمار شخص جهڙو ٿيندو جنهن پرهيز نہ ڪئي، انهيءَ ڪري ڪيس سڏن، حرصن، حسد، بغض ۽ ڪيني جهڙين بڇڙين بيمارين کان ڇوٽڪارو نہ ملندو.

٢٠٦* فرمايائون تہ الله تعاليٰ پنهنجن گنهگار بندن تي گهڻو ٻاجهارو ۽ مهربان آهي. انهن جي نافرمانين سڀني کين پنهنجي بارگاهہ مان لوڏي ڇڏي، پر نٿو ڪڍي. پاڻ پنهنجي ڪمال شفقت ۽ رحم سان انهن کي خطاب ڪري فرمائي ٿو: "قُلْ يَا عِبَادِيَ الَّذِيْنَ اَسْرَفُوْا عَلٰٓي اَنْفُسِهِمْ لَا تَقْنَطُوْا مِنْ رَّحْمَتِ اللّٰهِ" ترجمو: (اي پيغمبر!) تون چو تہ اي منهنجا ٻانهؤ! جن گناهن سبب پنهنجن نفسن تي ظلم ڪيو آهي اوهين الله جي رحمت مان نااميد نہ ٿيو (يعني توبہ تائب ٿي ڏانهس رجوع ٿيو، الله اوهان جا سڀ گناهہ بخشيندو).

٢٠٧* فرمايائون تہ جيڪو شخص پاڻ کي الله تعاليٰ جي بارگاهہ ۾ هيچ سمجهي عاجزي ٿو ڪري تہ ان کي الله تعاليٰ دنيا ۽ آخرت ۾ عزت وارو ڪري ٿو ۽ جيڪو شخص شريعت جي حڪمن احڪامن جي پيروي ٿو ڪري ۽ انهن جو احترام ٿو رکي تہ ان کي الله تعاليٰ ٻنهي جهانن ۾ شرمسار نٿو ڪري.

شريعت را مقدم دار اکنون - طريقت از شريعت نيست بيرون

(ترجمو) سڀ کان شريعت کي مقدم رک، ڇاڪاڻ تہ طريقت شريعت کان ٻاهر نہ آهي.

٢٠٨* فرمايائون تہ خواجہ عبيدالله احرار قدس سره جي ملفوظات ۾ آهي تہ خواجہ صاحب پنهنجن مريدن ڏانهن مخاطب ٿي چيو تہ اوهان جو احتمال ٻن صورتن کان خالي نہ آهي. هڪ اهو تہ اوهان کي ذڪر ذاتي جي صفت حاصل ٿيل آهي تہ هاڻي ڪنهن بہ حالت ۾ حضور ۽ شهود وارين قوتون جهڙوڪ ڏسڻ ۽

ٻڌڻ سي هٿان نہ وينديون انهيءَ ڪري دل جي آرام سان وينا آهيو تہ پوءِ اهو حال اوهان لاءِ برڪت وارو ۽ ڪلي بختي آهي. يا تہ اضطراب ۾ آهيو جنهن ڪري ذاتي ذڪر جي صفت پيدا نہ ٿي آهي، انهيءَ حال ۾ مشغول ٿيا پيا آهيو تہ اهو حال اوهان لاءِ چڱو نہ آهي.

مريد کي گهرجي تہ فراغت يعني تندرستي کي غنيمت ڄاڻي سمورو وقت انهيءَ ۾ ئي صرف ڪري جيئن ذڪر ذاتي جي صفت پيدا ٿئي. جيڪڏهن ڪنهن بہ سبب جي ڪري اهو حاصل نٿو ٿئي تہ پوءِ ڪيئن بہ ڪري انهيءَ پريشاني کي دور ڪجي. درحقيقت روح جي فطري محبت پڻ هن ذڪر سان آهي تنهن ڪري پنهنجي حياتيءَ ۽ پساهن کي غنيمت ڄاڻي گهڻي ڪوشش ڪريو جيئن ذڪر ذاتي جي صفت پيدا ٿئي. ڇاڪاڻ تہ اها دنيا ۽ آخرت لاءِ وڏي بخشش ۽ نيڪ بختي آهي.

هن ملفوظ جي پوري ڪرڻ کان پوءِ پاڻ زبان مبارڪ سان هي بيت پڙهيائون:

گيرم کہ جان من ببرد شحنہ اجل - نقش خيال گيرم از جان کہ مي برد

يعني فرض ڪري ورتم تہ منهنجي جان اجل جو ڪوتوال کڻي ويو. پنهنجي خيال کي نقش ڏنم تہ منهنجو ساهہ نٿي پيو.

ڪي اڪابر چون ٿا ۽ حضرت خواجہ صاحب قدس سره جن فرمائيندا هئا تہ ”قال الله من غير مشادة فهو مفتري ۽ مشاهدي جي معنيٰ آهي حق سبحانه وتعاليٰ جو حضور ۽ دل جو آگاه هجڻ ۽ دل جي ان آگاهي کي شهود ۽ وصول، وجود ۽ وقوف قلبي ٿا چون ۽ پڻ فرمايائون تہ نقشبندي طريقي وارن مشائخن هن ذڪر واسطي دل جي آگاهي کي شرط قرار ڏنو آهي. جيستائين طالب کي حضور ۽ دل جي آگاهي علي الدوام نہ آهي تہ اهڙي شخص کي مشاهدي وارن مان نٿا چون. خواجه صاحب جن جي ڳالهہ کان پوءِ پاڻ حضرت شيخ جنيد بغدادي قدس سره جن يعني وقتن ۾ فرمائيندا هئا ”مَنْ قَالَ اللّٰهُ مِنْ غَيْرِ مُشَاهِدٍ فَهُوَ شَاهِدُ زُوْرٍ“ يعني جنهن چيو تہ الله تعاليٰ جو مشاهدو حضور ۽ دل جي آگاهيءَ بنان ٿئي ٿو تہ اهڙو شخص ڪوڙو شاهد ۽ مفتري آهي. حقيقت ۾

ذڪر حضور ۽ دل جي آگاهي تي موقوف آهي پوءِ جنهن ڪي دل جي آگاهي ۽ حضور نہ آهي تہ اهڙو ذڪر ان جو اعتبار ڪان ڪريل اهي (يعني بي اثر آهي جنهن مان ان ڪي مشاهدو نہ ٿيندو)

٢٠٩* فرمايائون تہ ڪنهن مريد حضرت خواجه مجدد الف ثاني امام رباني قدس سره جن جي خدمت ۾ عرض ڪيو تہ حضرتا! هن ڪان اڳي بيخودي جي حال اهڙو غلبو ڪيو جو پاڻهين پاڻ بي خبر ٿي زمين تي ڪري ٿي پيس ۽ سلوڪ وارو حال پڻ اصل تي قائم آهي ۽ اوهان ٻئي شغل ڏسڻ جو امر ڪيو هو. هاڻي جنهن شغل جو امر ٿئي تہ ان سان مشغول ٿيان يا اجان بيخودي وارو فڪر پيو ڪريان. خواجه صاحب قدس سره جن چيس تہ جيڪڏهن بيخودي جي هڪڙي ساعت هٿ اچي وڃي تہ ٻين شغلن ڪي بلڪل ڇڏي ڏجي.

٢١٠* فرمايائون تہ حضرت خواجه بهاءُ الدين نقشبندي قدس سره جن فرمائيندا هئا تہ جنهن پاڻ ڪي وساري ڇڏيو يعني پنهنجي خودي ڪي فناء ڪري ڇڏيو تنهن ڪي دوست جي ڳولڻ جي ڪا ضرورت نہ آهي. هن هنڌ تي ڪنهن بزرگ ڪهڙو نہ چڱو چيو آهي:

چون زخود رفتي همه حق گشتہ - رفت ظلمت نور مطلق گشتہ

(ترجمه) جڏهن پاڻ مان خو ويئي تڏهن سمورو حق ٿيو آهين، اونداهي ويئي مطلق نور ٿيو آهين.

در مقام وهم باشد اووتو - چون نباشي تو بناشي غير او

(ترجمه) وهم جي مقام ۾ هو ۽ تون هوندا، جڏهن تون نہ آهين تہ پوءِ ان جو غير تون نہ آهين.

انهيءَ ڪان سواءِ حضرت خواجه صاحب جن فرمائيندا هئا تہ هي جيڪي ڏسڻ ۽ پسڻ ۾ اچي پيو سو سڀ ان جو غير آهي تنهن ڪري انهن جي نفي يعني انڪار ڪرڻ لازم آهي. (سندن اهو اشارو وحدت الوجود وارن ڏانهن آهي جن جو چوڻ آهي تہ موجودات ۾ جيڪي ڏسجي يا پسجي پيو سو سڀ حق سبحانه جو وجود آهي) هن هنڌ تي مولانا روم قدس سره جن فرمايو آهي:

هرچہ انديشه پذيرد آن فنا است - وآنچہ در انديشہ نا يد آن خدا است

(ترجمه) جيڪي ڏسڻ ۾ پيو اچي اهو فنا آهي ۽ جيڪي ڏسڻ ۾ نه اچي اهو خدا آهي.

٢١١* فرمايائون ته جنهن ماڻهو کي غير شرعي ڪم ڪرڻ جو دل ۾ خيال اچي ۽ شايد ان وقت اهڙي ڪم ڪرڻ کان هوشيار ٿي پنهنجي دل ۾ چوي ته حق سبحانه دانا ۽ بينا آهي ۽ انهيءَ کان سواءِ اهو ڪم پاڻ سڳورن ﷺ جي شريعت جي خلاف آهي ۽ انهيءَ ڪم ڪرڻ سببان الله ۽ ان جي رسول وٽ بي عزت ۽ بي آبرو ٿيندس ۽ انهيءَ ڪم تي پشيمان ٿيو ته پوءِ اهڙي شخص کي گهرجي ته نئون وضو ڪري ٻه رڪعتون نفل جون الله تعاليٰ لاءِ پڙهي وٺائنس معافي جي طلب گريه ۽ زاريءَ سان ڪري. تان جو حق سبحانه وتعاليٰ مٿس رحم سان موٽي ۽ گناه معاف ڪري ڇاڪاڻ ته سندس چوڻ آهي ته "اِنِّيْ قَرِيْبٌ اُجِيْبُ" يعني آئون دعا قبول ڪرڻ لاءِ ٻانهن کي ويجهو آهيان.

٢١٢* فرمايائون ته جنهن شخص لاءِ الله تعاليٰ چڱو نصيب ڪري ۽ ان جا اڳيان گناه معاف ڪري ڇڏي ته ان جي نشاني هي آهي ته اهو شخص الله تعاليٰ جا سڀ فرمان بجا آڻي ٿو ۽ نافرمانين کان پاسو ڪري ٿو ۽ صالحن جي صحبت پسند ٿو ڪري ۽ نااهلن ۽ بيهودن جي صحبت کان ڀڄي ٿو ۽ دنياوي ڪمن ۾ پنهنجي تدبير ڇڏي الله تعاليٰ جي حوالي ٿو ڪري ۽ پاڻ کي هن حديث جو شعار ٿو بنائي: "کُنْ فِي الدُّنْيَا کَاَنَّکَ غَرِيْبٌ اَوْ عَابِرِي السَّبِيْلِ وَعُدْ نَفْسَکَ مِنْ اَصْحَابِ الْقُبُوْرِ" (ترجمه) تون دنيا ۾ اهڙيءَ طرح هج جڻ ته هڪڙو پرديسي مسافر آهين يا ڪو واٽهڙو ۽ تون پاڻ کي قبر وارن مان شمار ڪر.

٢١٣* فرمايائون ته هن ضعيف جي دل ۾ خيال آيو ته انهيءَ حديث جي سمجهاڻي بابت حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنه جي خدمت ۾ عرض رکان پوءِ مون حضور اقدس ۾ عرض رکيو. پاڻ فرمايائون ته حديث جو مطلب هي آهي ته تون هن دنيا ۾ پاڻ کي هڪ پرديسي مسافر ڪري سمجهه يا ڪو رستي تان واٽهڙو، جيڪو پنهنجي وطن کان پري هجي سندس دل وري پنهنجي وطن ڏانهن وڃڻ جي ڇڪ ڪري. اهڙي طرح مؤمن پڻ هن

دنيا ۾ پرديسي مسافر يا واٽهڙو وانگر آهي جنهن کي سندس اصل وطن وحدت ڏانهن وڃڻ جي چڪ ٿئي ٿي ۽ هي ڳالهہ پڌري آهي تہ مسافر ماڻهو پرديس ۾ جاءِ نٿو ٺاهي. اهڙيءَ طرح مؤمن شخص بہ ڪڏهن پنهنجي دل دنيا سان نٿو ڳنڍي. جو اها ٿوري وقت لاءِ آهي ۽ پڻ مسافر شخص کي سفر واسطي سواري ۽ ٻيو سمر پاڻ سان کڻڻ جي ضرورت پوي ٿي. اهڙي طرح مؤمن کي آخرت جي لاءِ سمر جي سخت ضرورت آهي جنهن جو سمر توبه ۽ استغفار ۽ عمل صالح ۽ اخلاق حسنه آهن ۽ مسافر جي دل هميشه پريشان ۽ ڳڻتين ۾ ورتل هوندي آهي، جنهن ڪري ان جي دل نرم ٿيندي آهي ان ڳالهہ تي هي حديث خبر ٿي ڏئي: ”اَنَا عِنۡدَ مُنۡكَسِرَةِ الۡقُلُوۡبِ“ يعني آئون ٽٽل دلين وٽ آهيان (ٽٽل دلين مان مراد نماڻيون دليون آهن، جي هٺ ۽ وڏائي کان خالي آهن)

پوءِ جيئن مسافر واٽ تي پنهنجي لاءِ ڪا جاءِ نٿو جوڙي تيئن مؤمن کي بہ گهرجي تہ هن دنيا فاني سان دل نہ ٻڌي ۽ پنهنجي جاوداني وطن ڏانهن وڃڻ لاءِ منتظر رهي ۽ پاڻ کي ائين ڄاڻي تہ آئون اهل قبرن مان آهيان جيڪي دنيا جي مڙني علائقن ۽ اميدن کان منقطع ٿي ويا آهن.

٢١٤* فرمايائون تہ جنهن شخص جي دنيا آباد آهي ۽ موت کي پسند نٿو ڪري تہ اهڙي شخص جي آخرت ويران ۽ برباد آهي ۽ جنهن شخص آخرت جي آبادي گهري ۽ دنيا کي ويران ڄاڻي ۽ موت جو خواهشمند آهي تہ ان جي حق ۾ هي آيت سچي آئي آهي: ” فَتَمَنَّوُا الۡمَوۡتَ اِنۡ كُنۡتُمۡ صَادِقِيۡنَ* “ (ترجمه) پوءِ اوهين موت جي سڌ ڪريو جيڪڏهن سچا آهيو. هن هنڌ تي مولانا روم قدس سره فرمائي ٿو:

بيت

مرگ هريک اي پسر هم رنگ اوست
پيش دشمن دشمن بر دوست دوست

(ترجمه) اي پٽ! موت جو رنگ سيني سان هڪ جهڙو آهي دشمن جي اڳيان دشمن آهي ۽ دوست جي اڳيان دوست آهي.

هرکہ یوسف دید جان کردش فدا - وآنکہ گرگش دید برگشت از خدا

(ترجمه) جنهن يوسف عليه السلام کي ڏٺو ته ان پنهنجي جان ان تي فدا ڪئي، ۽ جنهن ان جو بگهڙ ڏٺو سو خدا کان قريل ٿيو.

٢١٥* فرمايائون ته اي يارو! دل جي يقين سان هي ڳالهه ڄاڻو ته هن صوري موت جي اچڻ سببان ماڻهو دنيا کان جدا ٿئي ٿو، اها جدائي آهي آهي به نسبت ان جدائي کان جنهن ڏينهن الله تعاليٰ گنهگارن کي خطاب ڪندو: "وَامۡتَازُوا الۡيَوۡمَ اَيُّهَا الۡمُجۡرِمُوۡنَ (ترجمه) اي گنهگارؤ! اڄ اوهين (نيڪن کان) جدا ٿيو. يعني گنهگار (دوزخين) کي حڪم ٿيندو ته بهشتين کان جدا ٿيو، پوءِ انهن مان کي ڪنهن جا پيءُ هوندا ۽ کي پٽ هوندا جيڪي جدا ٿيڻ کان پوءِ هڪ ٻئي سان گڏجي نه سگهندا. پوءِ حڪم ٿيندو ته بهشتين کي بهشت ۾ وٺي وڃو ۽ دوزخين کي دوزخ ۾ وٺي وڃو. ان کان پوءِ پاڻ فرمايائون ته جڏهن قيامت جو ڏينهن ٿيندو ته پوءِ جيڪي محبوب حقيقي جل شانه جي جمال ذوالجلال جي ديدار جا مشتاق هوندا سي سندس ديدار واسطي مدهوش هوندا ۽ انهن جو مقصد ۽ مطلب سواءِ ديدار جي ٻيو ڪجهه به نه آهي. انهن کي جڏهن بهشت ۾ داخل ٿيڻ لاءِ چيو ويندو ته اهي انڪار ڪندا. پوءِ الله تعاليٰ ملائڪن کي حڪم ڪندو ته انهن جي ڳچيءَ ۾ نور جو ڳانون ٻڌي انهن کي هڪليندا هڪليندا بهشت ۾ وٺي وڃي ۽ ديدار جا مشتاق بنا ديدار جي دانهون ۽ آهون پيا ڪندا ۽ انهن کي زوري ۽ جبر سان بهشت ۾ داخل ڪندا ۽ اهي ان لذتن ۽ فرحت واري بهشت کي پنهنجي واسطي دوزخ ڪري ڀائيندا. پاڻ فرمايائون ته اها جدائي دنيا جي جدائي کان سخت آهي.

٢١٦* فرمايائون ته کهڙي به عبادت يا ٻيا عمل ۽ شغل جيڪي حق سبحانه وتعاليٰ جي محبت ۽ عشق کان خالي آهن، تنهن مان ڪو اخروي نتيجو حاصل نه ٿيو ته اها عبادت ۽ ٻيا عمل ۽ شغل سڀ باطل آهن. پوءِ انهن ڪمن مان اگرچه ظاهر ڪري دنياوي مطلب ٿين، پر انهن مان نفعو نه ٿيندو، توڙي ظاهر

۾ سٺو ۽ لذيذ پيو ڏسڻ ۽ سمجهڻ ۾ اچي، پر باطن ۾ زهر قاتل آهي، تنهن ڪري بنا محبت ۽ عشق خداوندي جي انهن ڪمن ۾ هٿ نہ وجهي جيئن هن آيت سڳوري ۾ اهي: "عَسىٰٓ اَنْ تَكْرَهُوْا شَيْئًا وَّهُوَ خَيْرٌ لَّكُمْ وَعَسىٰٓ اَنْ تُحِبُّوا شَيْئًا وَّهُوَ شَرٌّ لَّكُمْ" (ترجمه) شايد جنهن شيءِ کي اوهين ناپسند ڪريو اها اوهان لاءِ بهتر هجي ۽ شايد جنهن شيءِ کي اوهين پسند ڪريو، اها اوهان لاءِ خراب هجي. الله تعاليٰ بهتر ڄاڻندڙ آهي ان ڳالهہ کي ۽ اوهين اڻ ڄاڻ آهيو.

٢١٧* فرمايائون تہ جنهن جاءِ تي گل آهن تہ اتي ڪنڊا بہ آهن ۽ جنهن هنڌ تي در شهوار آهن تہ اتي واڳون مردم خوار بہ آهن. اهڙي طرح دنياجي لذتن ڪسڻ پٺيان موت جو ڏنگ تيار آهي.

کس عسل بي نيش زين دوکان نخورد
کس رطب بي خار زين بستان نچنيد

(ترجمه) ڪنهن بہ ماٺو ماکي جي ڏنگ بنا سندس ماناري مان ماکي نہ ڪاڍي، ڪنهن ماٺوءَ سواءِ ڪنڊن لڳڻ جي هن باغ مان گل نہ پٽيا آهن.

٢١٨* فرمايائون تہ اسان جي حال تي حيف صد حيف افسوس بر افسوس آهي جو دعويٰ "حقيقي عشق" جي ٿا ڪريون. پر اسين تہ انهن "مجازي عاشقن" جي عشق ڪان بہ ڪم همت ۽ ڪمزور آهيون. جڏهن تہ مجازي عاشق کي معشوق ساڻس وصال جو وعدو ڪري ٿو تہ پوءِ اهو عاشق ان جي وعدي جي خوشي تي ساري رات سندس ميلاپ جو انتظار ڪري ٿو. انهيءَ انتظار ۾ پنهنجو آرام ۽ سک ڦٽائي اهڙو مستغرق ۽ محو ٿي وڃي ٿو جو رات جي ساعتن ۽ گهڙين جي بہ خبر نٿو رکي. ان تي پاڻ هي نقل بيان فرمايائون تہ ڪو جوان مڙس ڪنهن زال جي پٺيان پئجي ويو. ان زال پٺيان منهن ڦيرائي پوئتي ڏٺو تہ ڪو جوان مرد سندس پٺيان پيو اچي، پوءِ ان زال ان کان پڇيو تہ ڪير آهين ۽ منهنجي پٺيان ڇو پيو اچين. تنهن تي هن جواب ۾ چيس تہ آئون تنهنجي سهڻي منهن تي عاشق آهيان ۽ تو منهنجي دل ڦري، مون

ڪي چريو ڪري ڇڏيو آهي. زال ان جي اها ڳالهه ٻڌي بيهي رهي ۽ چيائين تہ مون تي ڇوتہ عاشق ٿين، منهنجي ڀيڻ حسن ۽ جمال ۾ مون کان وڌيڪ سهڻي ۽ خوبصورت آهي. ان تي عاشق ٿيءُ جا منهنجي پٺيان پئي اچي. پوءِ اهو جوان انهيءَ عورت کان منهن ڦيرائي پويان ڏسڻ لڳو تہ ايتري ۾ انهيءَ عورت ڳل تي چماٽ هڻي ڪڍيس ۽ چيائينس تہ جڏهن مون توکي ڏٺو تہ منهنجي پويان پيو اچين تڏهن سمجهيم تہ عاشق آهين. جڏهن تو ڳالهه ڪري ٻڌائي تڏهن سمجهيم تہ سچو آهين. جڏهن تنهنجو آزمودو ورتم تڏهن ڏٺم تہ ڪوڙو آهين. اي ڪوڙا! جيڪڏهن تنهنجو عشق سچو هجي ها تہ پويان نہ نهارين ها. هاڻي هينئر ئي هليو وڃ نہ تہ آئون توکي قتل ڪرائي ڇڏينديس. پوءِ پاڻ فرمايائون تہ جڏهن مجازي معشوق ان جو امتحان ورتو ۽ ان کي غير ڏانهن خيال وارو ڏٺائين تڏهن ان کي لوڏي ڇڏيائين. اهڙي طرح انهن شخصن جي حال تي افسوس صد افسوس آهي جيڪي حق سبحانه وتعاليٰ سان عشق ۽ محبت جي دعويٰ ٿا رکن ۽ ڏيان غير ڏانهن اٿن.

٢١٩* فرمايائون تہ مبتدي مريد کي گهرجي تہ پنهنجي مرشد سان رابطو اهڙو رکي جو ان کان سواءِ ٻي ڪا شيءِ نہ ڏسي، جنهن جاءِ تي نظر ڪري تہ بعينه ان جي صورت جو مشاهدو ڪري ۽ جيڪڏهن متي نهاري يا هيٺ، تہ بہ پنهنجي مرشد کان سواءِ ٻيو ڪوبہ نظر نہ اچيس. اهڙي حالت پيدا ٿيڻ کان پوءِ سندس وجود ويو ۽ مرشد جو وجود رهيو. هي ڪم عشق جي بادشاهہ جا آهن جو هڪڙن جو نام و نيشان وڃائي ۽ ان جي جاءِ تي ٻئي کي ظاهر ڪري.

عشق آن شعله است کاندر جان فروخت
هرچہ جز معشوق باقي جمله سوخت

عشق هڪ اهڙو شعلو آهي جو جيڪڏهن ماڻهو جي جان اندر ٻري تہ معشوق کان سواءِ سڀ ڪجهہ ساڙي ڇڏي. حافظ شيرازي عليه الرحمه جي بيت مان هن مصرع: ”خوش تر از فکر مي وجام هرچہ خواهد بودن“ جي معنيٰ مخدوم معين الدين ٺٽوي

قدس سره معنيٰ فرمائي آهي ته شراب جي محبت کان مرشد جي يادگيري ڪرڻ وڌيڪ لذت واري آهي ان کان بهتر ٻي ڪا به يادگيري نه آهي ۽ ڪتاب تذڪرة الاولياءَ ۾ آهي ته ابتداءَ ۾ شيخ ابوالقاسم گرگاني قدس سره جو ذڪر هي هوندو هو جو اويس اويس پيو چوندو هو ڇاڪاڻ ته اهو نالو مبارڪ سندس مرشد جو هو. ۽ پڻ فرمايائون ته جڏهن طالب کي "فنا في الشيخ" جو حال ڪما حقه حاصل ٿئي ٿو ته پوءِ انهيءَ مرشد جي نالي سان چوي جيئن سرمد چيو آهي يعني ان کان پڇيائون ته تنهنجو خدا ڪهڙو آهي. چيائين ته خبر نه اٿم ته پي منهنجا گهڻا آهن يا منهنجي پيءُ جا غير گهڻا آهن.

خدايت کيست اي سرمد درين دير - نه ميدانم ابي چند است يا غير

٢٢٠* فرمايائون "صبر" جا ٽي قسم آهن: هڪڙو هي ته پنهنجي نفس کي جيڪا دشواري پيش اچي ان تي "صبر" ڪري ان کي "تصبر" ٿا چون، ٻيو صبر سالڪن جو آهي جڏهن انهن کي ڪنهن آزمائش ۾ مبتلا ڪن ته ان تي راضي رهجي، ٽيون صبر عارفن جو آهي جيڪي "اَخصّ الخاصّ" آهن انهن کي آزمائش واري مصيبت مان اهڙو ذوق ٿو اچي جهڙوڪ لذيذ نعمتن مان لذت ٿي اچي. يعني جنهن وقت مٿن آزمائش اچي ٿي ته ان مان لطف اندوز ٿا ٿين ۽ فرمايائون ته جڏهن مجازي معشوق عاشق جي منهن تي چماٽ هڻي ٿو ته عاشق کي ان جي چماٽ مان لذت ٿي اچي. پوءِ محبوب حقيقي جل شانه ته سڀني مجازي معشوقن کان اعليٰ ۽ اڪمل آهي. ڪنهن بزرگ چيو آهي:

از دست دوست زهد خوري گلشکر بود

(ترجمه) يعني دوست جي هٿان زهر کائين ته گلقند آهي.

هن هنڌ تي حافظ شيرازي فرمائي ٿو:

بدم گفتي خور سندم عفاک الله نکو گفتي
جواب تلخ مي زيبد لب لعل شکر خارا

(ترجمه) مون کي بڇڙو چيئي ته به خوش آهيان جي چڱون چيئي ته شال الله توکي عفو ڪري. ڪڙو جواب ڳاڙهي چپن واري کان سونهي ٿو. ان ڳالهه تي پاڻ هي تمثيل بيان فرمايائون ته

ڪو جوان مرد ڪنهن بادشاه جي ڌي تي عاشق هو تنهن ڪري انهيءَ کي هن ڳالهه تان گرفتار ڪيائون. جڏهن ان کي سزا ڏيڻ لاءِ وٺيو ٿي ويا تڏهن بادشاه جي ڌي پنهنجي ٻانهي کي ان شخص ڏانهن ڏياري موڪليو ته جنهن وقت توکي بادشاه جا ماڻهو مارين ۽ ڪٽين، آءٌ ان وقت ماڙي مٿي هونديس ۽ تون مون ڏانهن پيو نظر ڪج. پوءِ جڏهن ان جوان تي مار ڪٽ شروع ٿي ۽ ان وقت ان جي نظر شهزادي ڏانهن هئي جا ماڙي تي ويٺل هئي ۽ ڏڪن لڳڻ وقت جوان ڪنهن به قسم جي دانهن ۽ رڙ نه ڪئي جو ان جي محبت ۽ عشق ۾ اهڙو محو ۽ مستغرق هو جو ڪنهن به قسم جو ايذاءُ محسوس نه ڪيائين.

٢٢١* پاڻ فرمايائون اي يارو! يقين سان ڄاڻو ۽ دل جي ڪنن سان ٻڌو جهڙي طرح الله تعاليٰ جا ملائڪ آدم جي اولاد تي موڪل ٿيل آهن اهڙي طرح نفس ۽ شيطان پڻ ماڻهو جي اندر گڏ آهن تن کان ڊپ رکڻ گهرجي. ڇاڪاڻ ته حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو آهي: ”اَعۡدَي عَدُوِّکَ نَفۡسُکَ الَّتِيۡ بَيۡنَ جَنۡبَيۡکَ“ (ترجمه: تمام وڏو دشمن تنهنجو نفس آهي جو تنهنجي ٻن پاسن جي وچ ۾ آهي) پوءِ جيڪڏهن تون ان کي زهد ۽ تقويٰ واري عبادت سان مشغول نه رکندين ته اهو تنهنجي عبادت گاه خالي ڏسي تنهنجي اندر ۾ اهڙن اجاين ڪمن جا وسوسا ۽ خطرا وجهندو جو شريعت جي خلاف هوندا ۽ نفساني خواهشن ۾ مبتلا ڪندا.

٢٢٢* فرمايائون ته حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم جن هميشه الله تعاليٰ جي حڪمن ۽ عبادتن ۾ مشغول رهندا هئا ۽ رات جي وقت نماز ۾ گهڻي بيهڪ ڪندا هئا، ايتري قدر جو سندن پير مبارڪ سڄي پوندا هئا ۽ پڻ جڏهن گهر ۾ ايندا هئا ته گهر جو سڀ ڪم پاڻ پنهنجن هٿن سان ڪندا هئا ۽ گهر کي ٻهاري ڏيڻ ۽ ٻڪرين کي ڏهڻ پنهنجن هٿن سان ئي ڪيائون. پاڙي وارن مان يا ڪو دوست سفر تي هوندو هو ته پوءِ پاڻ انهن جي گهرن وٽ وڃي دروازي تي اچي هن طرح چوندا هئا: ”يَا اَهۡلَ الۡبَيۡتِ هَلۡ عِنۡدَکُمۡ شُغۡلٌ“ (ترجمه: اي گهروارؤ اوهان جو

ڪو ڪم ڪار آهي) پوءِ جيڪڏهن انهن جو ڪو ڪم هوندو هو ته پاڻ انهن جو ڪم پورو ڪندا هئا. يا ته پاڻ لڙاين ۾ هوندا هئا يا ماڻهن کي دشمن جي فتني فسادڪان مدافعت ڪرڻ جي تربيت ڏيندا هئا. غرض ته پاڻ ڪڏهن به واندا نه ويٺا ۽ اهي سڀ ڪماليتن واريون خوبيون سندن وجود مبارڪ ۾ علي الدوام هيون ڇاڪاڻ ته سندن باطن الله تعاليٰ سان هو ۽ ظاهر ۾ ڪمن سان مشغول هئا جيئن چوندا آهن دل يار سان هٿ ڪم ڪار سان. پوءِ طالب کي پڻ ظاهر خواه باطن ۾ ڪما ينفعي سندن متابعت ڪي حاصل ڪري ۽ پنهنجي دل جي خطرن ۽ وسوسن کي ماسوي الله کان نگاه ۾ رکي ۽ اها روش أخص الخاصِ طالبن جي آهي جن جي شانِ ۾ الله تعاليٰ فرمائي ٿو: "رِجَالٌ لَّا تُلۡهِيهِمۡ تِجَارَةٌ وَّلَا بَيۡعٌ عَنۡ ذِكۡرِ اللّٰهِ" (ترجمه) اهڙا مرد اهن جن کي واپار ۽ وڪرو الله جي يادگيري ڪرڻ کان انهن کي غافل نٿا ڪن)

٢٢٣* فرمايائون ته اي يارؤ! اوهين هي ڳالهه ڄاڻو ته پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جن ديني خواه دنياوي معاملن جو بار ڪيتري نه قدر پاڻ تي ڪڻڻ هموار ڪيو هو، اسان کي مناسب نه آهي جو اسين جهنگلي جانورن وانگر رڳو ڪائڻ ۽ پيئڻ ۽ سُمهڻ ۾ پنهنجي پياري عمر کي بيڪار ۽ بيهودن ڪمن ۾ ڪپايون، بلڪ اسان کي گهرجي ته اسين پنهنجي محبوب صلي الله عليه وسلم جي پيروي تي هلڻ جي ڪوشش ڪريون. نفس ۽ شيطان جي ٻئي دين جا دشمن آهن تن کان پڇون ۽ انهن جي مڪرن ۽ فريبن کان پاڻ کي بچايون ۽ پاسو ڪريون. تنهن ڪري اي يارؤ! غفلت کي ڇڏيو وقت کي غنيمت ڪري ڄاڻو. اڄ جي ڪم کي سڀاڻي تي نه ڇڏيو. جيئن ان باب ۾ مثنوي وارو مولانا روم قدس سره فرمائي ٿو:

همين مکن فردا ڪه فردا ها گذشت - تاڪه ڪلي نگذرد ايام گشت
سال بيگه گشت وقت ڪشت ني - جزسيه روئي و فعل زشت ني

٢٢٤* فرمايائون ته اي يارؤ! اي ڀائرؤ! اوهين ڪنهن اهل دل ڏانهن ڀڄو ته ان جي برڪت واري محب مان ايمان جي موڙي يعني دولت هٿ اچي ۽ اهڙي ڪماليت واري صاحبدل جي صحبت

۽ تصرف کي حاصل ڪريو ته، نفس ۽ شيطان جي مڪر ۽ فريب کان امن ۾ رهو.

٢٢٥* فرمايائون ته سالڪ ڪامل اهو آهي جنهن پاڻ کي "تَخَلَّقُوْا بِاَخْلَاقِ اللّٰهِ" جي سهڻن خلقن ۽ موچارن فعلن سان سينگاريو. پوءِ جنهن طالب کي الله تعاليٰ پنهنجي مهرباني عنايت فرمائي ۽ ان کي پنهنجن ڪماليت وارين صفتن سان موصوف ڪري ته پوءِ ان کان ئي خواه ڪلي ڪماليتون منجهس سڀ پاڻهين پوريون ٿينديون.

٢٢٦* فرمايائون ته جنهن وقت سالڪ جي دل واري فرحي تان نفساني ۽ شيطاني گندگيون نڪري صاف ٿيو وڃن ته پوءِ اهڙي دل حق سبحانه وتعاليٰ جي نور حاصل ڪرڻ جي قابليت رکي ٿي ۽ ان نور جي عڪس وٺڻ جي لائق ٿئي ٿي. پوءِ سندس مناسبت روحانين ڪروبين ملڪن سان ٿيندي ۽ هن جهان ۾ جو ڪجھ آهي ان جو عڪس سالڪ جي دل تي جلوو ڪندو.

٢٢٧* فرمايائون ته طالب واسطي هن کان وڌيڪ بهتر ٻيو ڪو به ڪم ڪونهي جو پنهنجي هٿ ۽ زبان کان جيترو ٿي سگهي ته ماڻهن جي دلين کي خوش رکي ڇاڪاڻ ته اهي سڀ هڪ وجود مان خلقيل آهن. پوءِ جيڪي پنهنجي لاءِ پسند ڪري ته ٻئي لاءِ به اهو پسند ڪري ۽ جيڪا شيءِ پاڻ کي نه وڻي سا ٻين لاءِ پسند نه ڪري ۽ پڻ ڪنهن ماڻهو کي اهنج ۽ ايذاءُ نه رسائي ۽ نه ڪنهن ماڻهوءَ کي ڪنهن خراب ڪم سببان گمراهه ڄڻ جي نسبت ڏئي ڇاڪاڻ ته خراب ڪم به الله تعاليٰ جا پيدا ڪيل آهن حتاڪه الله تعاليٰ قرآن مجيد ۾ فرمائي ٿو: "وَاللّٰهُ خَلَقَكُمْ وَمَا تَعْمَلُوْنَ" (ترجمه) ۽ الله اوهان کي خلقيو ۽ اُهي ڪم جيڪي اوهين ڪيو ٿا سي به ان خلقيا آهن) پوءِ اهڙي شخص کي عاجز ۽ مسلوب الفعل ڄاڻي فاعل حقيقي الله جلشانه کي ڄاڻي. البت ايترو هي ته زبان سان امر بالمعروف ڪجي.

٢٢٨* فرمايائون ته امر معروف يعني چڱن ڪمن جو امر ڪرڻ ۽ نهي عن منڪر يعني بيهودن ۽ بڇڙن ڪمن کان جهلڻ ان شخص کي سونهي ٿو جيڪو پنهنجي نفس جي غرض کان ڇٽل

هجي. ۽ خاص الله تعاليٰ جي رضامندي واسطي ماڻهن کي امر ۽ نهي ٿو ڪري. پوءِ جي ماڻهو تڪليفون ۽ ايذا ڏين ته اهي پاڻ تي برداشت ڪري ۽ تنگدل نه ٿئي ته سندس سينو حق سبحانه وتعاليٰ جي انوارن ۽ اسرارن سان ڀريل ٿيندو ۽ پڙهن آيت "افمن شرح الله صدره للاسلام" سان مشرف ۽ معزز ٿيندو. اهو شخص ولايت جو صاحب آهي جو "فنا في الله" ۽ "بقا بالله" جو شرف حاصل ڪري "حق اليقين" جي مرتبي تي پهتل هوندو آهي.

٢٢٩* فرمايائون ته مسلمان اهو آهي جنهن جي هٿ ۽ زبان کان ٻيا مسلمان سلامت ۽ امن ۾ هجن جيئن ان باب ۾ هي حديث شاهد آهي: "اَلْمُسْلِمُ مَنْ سَلِمَ الْمُسْلِمُوْنَ مِنْ لِّسَانِهٖ وَيَدِهٖ" يعني اهو شخص مسلمان آهي جنهن جي هٿ ۽ زبان کان مسلمان سلامت هجن.

٢٣٠* فرمايائون ته طلب وارو طالب مثل اڏامندڙ پکي جي آهي جيڪو ويچارو قيد کان ڇٽل تي داڻي جي ڳولا ۾ هلي ٿو پوءِ لالچ ۾ اچي ڪٿي ڪنهن دام ۾ ڦاسي ٿو. اهڙي طرح ويچارو طالب نفساني سڌن ۽ خواهشن ۾ اچي ملعون شيطان جي گمراهي جي دام ۾ ڦاسي ٿو جنهن ڪري حق سبحانه وتعاليٰ جي وات کان محروم رهيو پوءِ جيڪڏهن ان طالب تي الله تعاليٰ پنهنجي ازلي عنايت فرمائي جو ان کي غفلت کان هوشيار ڪري، جيڪڏهن اهو گهڻي عجز ۽ نياز سان هنن ڪلمن جو وظيفو زبان تي آڻي معافي گهري: "رَبَّنَا ظَلَمْنَا اَنْفُسَنَا وَاِنْ لَّمْ تَغْفِرْلَنَا وَتَرْحَمْنَا لَنَكُوْنَنَّ مِنَ الْخَاسِرِيْنَ" شيطان جي گمراهي واري دام مان ڇوٽڪارو حاصل ڪري سگهي ٿو. (ترجمه) اي اسان جا پالڻهار! اسان پنهنجن نفسن سان ظلم ڪيو (جو اسين تنهنجا نافرمان ٿياسون) ۽ جيڪڏهن تون اسان واسطي بخشش نه ڪندين ۽ نه رحم ڪندين ته اسين يقينن ڇيهي وارن مان ٿينداسون.

٢٣١* فرمايائون ته طالب کي گهرجي ته جيڪو ڪجهه شروع ڪري ته ان ۾ نيت چڱي ڪري جيئن ته حديث شريف ۾ آهي: "اِنَّمَا الاَعْمَالُ بِالنِّيَّاتُ" يعني عملن جو دارومدار نيتن تي آهي. پوءِ انسان کي گهرجي ته ڪائڻ وقت نيت هن طرح ڪري ته

هن ڪائڻ سان مون ڪي عبادت ڪرڻ لاءِ قوت حاصل ٿئي ۽ جيڪڏهن ڪنهن ڪي ماني ڪارائي ته دل ۾ هي نيت ڪري ته سڀ ڪو ماڻهو پنهنجو مقدر رزق ڪائيتو ۽ آئون ان جي رزق جو حمال آهيان ۽ جيڪڏهن دل ۾ ڄاڻندو ته آءٌ هيترن ماڻهن کي پيو ڪاريان ته پوءِ اهانيت ان شخص لاءِ نقصان ڪار ۽ هلاڪت جو سبب ٿيندي.

٢٣٢* فرمايائون ته جيڪڏهن ڪو شخص تهجد جي نماز پڙهي ان تي فخر ڪري ته ان شخص لاءِ اهو چڱو هو ته هو ستو پيو هجي ها ۽ جيڪڏهن ڪو روزو نفلي رکي ان تي فخر ڪري ته اهڙي روزي رکڻ کان کائڻ پيئڻ چڱو آهي ۽ جيڪڏهن ڪو شخص پنهنجي عورت سان هم بستر ٿيڻ جو ارادو ڪري ته پوءِ گهرجي ته ان وقت دل ۾ نيت چڱي رکي ۽ چوي ته اي منهنجا پالڻهار! منهنجي زال جو جيڪو مون تي حق آهي سو آئون ادا ٿو ڪريان ۽ دل ۾ چوي ته ڏٺي منهنجا! مون کي صالح پٽ عطا ڪر ته منهنجي مرڻ کان پوءِ مون لاءِ ڇوٽڪاري جو سبب بنجي يعني مرڻ کان پوءِ منهنجي لاءِ توکان مغفرت گهرندو رهي.

٢٣٣* فرمايائون ته ڪنهن جاهل فقير جي ڪنهن علم واري سان صحبت هئي. اتفاق سان اهو عالم ڪنهن سفر سانگي ٻاهر ويل هو ۽ گهڻن ڏينهن کان پوءِ سفر تان موٽي آيو ۽ ان فقير جي پڇا ڪيائين ته ڪيڏانهن ويو. ماڻهن ان کي ٻڌايو ته اهو فقير هاڻي گوشي نشين ٿي ويو آهي ۽ کائڻ ڇڏي ڏنو اٿس ۽ ماڻهن جو مٿس گهڻو اعتقاد آهي ۽ چوي ٿو ته جبرئيل عليه السلام مون وٽ اچي ٿو. عالم انهن جي اها ڳالهه ٻڌي دل ۾ چيو ته انهيءَ فقير کي شيطان سنئين واٽ کان گمراهه ڪيو آهي. پوءِ وٽس آيو ۽ ان کان حال احوال پڇيائين. فقير چيس ته الله تعاليٰ پنهنجي مهرباني فرمائي حضرت جبرائيل عليه السلام کي مون ڏانهن موڪليو ته تو منهنجي گهڻي عبادت ڪئي آهي ۽ آئون توکان گهڻو خوش آهيان. هاڻي توتان عبادت ڪرڻ جي تڪليف معاف آهي ۽ منهنجي لاءِ طعام بهشت مان پيو اچي. عالم جڏهن ان جي اها ڳالهه ٻڌي ته گهڻو ڏک ٿيس ۽ فقير کي چيائين ته پلا

اج رات آئون هتي ٿو رهان ۽ تنهنجو حال احوال ٻه ڏسان ۽ بهشت وارو طعام توسان گڏجي کائيندس. پوءِ اهو عالم رات جو الله تعاليٰ جي ذڪر سان مشغول ٿيو ۽ ”لَاحَوْلَ وَلَا قُوَّةَ اِلَّابِاللّٰهِ الْعَلِيِّ الْعَظِيْمِ“ جو ڪلمو پي پڙهيائين. شيطان روزانو دروازي کان پيو ايندو هو پر ان رات اندر اچي نه ٿي سگهيو. پوءِ جنهن وقت عالم ذڪر بس ڪيو ته شيطان جهٽ پٽ دروازو کولي طعام جو طبق فقير جي اڳيان گهڻي تعظيم سان رکيو ۽ ويٺو. جڏهن عالم کي شيطان جي طبق آڻڻ جي خبر پئي ۽ فقير کائڻ جو ارادو ڪيو ته ان عالم وري ذڪر شروع ڪيو ته فقير جي هٿ مان طبق وارو طعام ڪري پيو ۽ ڏٺائين ته رڳا ڪيئان هئا جي طعام جي صورت ۾ هئا. ايتري ۾ شيطان غائب ٿي ويو. پوءِ ان عالم جاهل فقير کي چيو ته اهو اڏيندڙ شيطان هو جنهن توکي نيڪ رستي کان ڀلائي ڇڏيو هو.

٢٣٤* فرمايائون ته الله تعاليٰ جا جيڪي خاص ٻانها يعني ڪامل آهن سي شيطان جي مڪر ۽ فريب کان واقف آهن جنهن ڪري ملعون شيطان جو انهن تي ڪنهن به قسم جو زور نٿو هلي جن جي شان ۾ فرمائي ٿو: ”اِنَّ عِبَادِيْ لَيْسَ لَکَ عَلَيْهِمْ سُلْطَانٌ اِلَّا مَنِ اتَّبَعَکَ مِنَ الْغَاوِيْنَ“ (ترجمه) بيشڪ منهنجن ٻانهن تي تنهنجو غلبو نه آهي مگر گمراهن تي، جيڪي تنهنجا تابع ٿيندا.)

٢٣٥* فرمايائون ته بندگي ٻن قسمن جي آهي، هڪڙا اهي آهن جي محض الله تعاليٰ جي رضامندي واسطي بندگي ٿا ڪن ۽ ٻيا اهي آهن جي نفس ۽ شيطان جي بندگي ٿا ڪن جهڙو شرڪ ۽ فڪر ۽ شهرت ۽ رياءَ لاءِ عبادت ڪرڻ. پوءِ حق سبحانه وتعاليٰ جا سچا ٻانها اهي انسان آهن جيڪي شريعت، طريقت، حقيقت ۽ معرفت سان سينگاريل آهن ۽ انهن جو نفس اطمينان جي درجي کي رسيل آهي. اهڙا ٻانها اتم آهن جن کي عبده ورسوله جي مقام مان نصيب حاصل ٿيو ۽ انهن کي هنن مقدس لفظن سان خطاب ٿيل آهي: ”يَآاَيَّتُهَا النَّفْسُ الْمُطْمَئِنَّةُ ارْجِعِيْٓ اِلٰي رَبِّکِ رَاضِيَةً مَّرْضِيَّةً فَادْخُلِيْ فِيْ عِبَادِيْ وَادْخُلِيْ جَنَّتِيْ“

(ترجمه: اي مطمئن نفس! تون پنهنجي پالڻهار ڏانهن خوش ٿيندڙ خوش ٿيل ٿي موٽي اچ پوءِ تون منهنجن ٻانهن جي جماعت ۾ داخل ٿي ۽ منهنجي بهشت ۾ گهڙ. نفس ۽ شيطان جا ٻانها اُهي آهن جيڪي حق سبحانه وتعاليٰ جي امرن کي ڄاڻي ٻجهي ڇڏي ٿا ڏين ۽ سندس جهليل ڪمن ۾ پاڻهين پاڻ ڪاهيو پون اهي سڀ ڪجهه سندن نفس ڪم ڪرائي ٿو جيئن الله تعاليٰ قرآن مجيد ۾ فرمائي ٿو: ”اِنَّ النَّفْسَ لَاَمَّارَةٌ بِالسُّوْءِ“ (ترجمه: بيشڪ نفس بڇڙن ڪمن جو امر تو ڪري.

٢٣٦* فرمايائون ته ماڻهو جا ٽي مظهر آهن. اسم، جسم ۽ روح. انهن سيني جو مثال هي آهي ته جيڪڏهن جسم جي ملڪ تي بادشاهي محض روح جي آهي ته پوءِ عقل ان جو وزير آهي ۽ لشڪر ان جا عضوا آهن ۽ ملڪ ان جو حق سبحانه وتعاليٰ جي خشيت يعني ڊپ ۽ خوف آهي. ۽ جيڪڏهن جسم جي ملڪ تي بادشاهي نفس جي آهي ته پوءِ شيطان ان جو وزير آهي ۽ لشڪر ان جو سڌون ۽ خواهشون ۽ ٻيا بد ڪم وغيره آهن. پوءِ جيستائين بدن تي روح جو غلبو آهي ته پوءِ سارو جسم چڱن ڪمن ۽ طاعتن ۽ عبادتن وغيره جهڙن ڪمن ۾ مشغول رهندو. خدانخواسته جيڪڏهن نفس غالب ٿيو ته پوءِ فسق ۽ فجور جهڙن ڪمن ۾ ڪاهي پوندو ۽ دل ڪاري ڪٽيل ٿي ويندس. جيئن حديث شريف ۾ آهي: ”اِنَّ فِيْ جَسَدِ بَنِيْ آدَمَ مُضْغَةً اِذَا صَلُحَتْ صَلُحَ الْجَسَدُ كُلُّهٗ وَاِذَا فَسَدَتْ فَسَدَ الْجَسَدُ كُلُّهٗ اَلَا وَهِيَ الْقَلْبُ“ (ترجمه: بيشڪ آدم جي اولاد جي جسم منجهه هڪ ٽڪرو گوشت جو آهي جيڪڏهن اهو صحيح سالم آهي ته پوءِ سارو بدن سالم آهي ۽ جيڪڏهن اهو ڦٽي پيو ته پوءِ سارو بدن ڦٽي پوي ٿو. خبردار اها دل آهي.) پوءِ جنهن شخص تي روح غالب آهي ته نفس ان جو تابع ۽ فرمان بردار آهي. سڀاڻي قيامت جي ڏينهن سندس نفس بهشت ۾ آرام سان گذاريندو ۽ جنهن شخص تي نفس غالب آهي ته پوءِ اهو ان کي عبادت جهڙن ڪمن کان سست ۽ غافل ڪندو ۽ الله تعاليٰ جي جهليل ڪمن ڏانهن رغبت پيو ڏيندو. پوءِ سڀاڻي قيامت جي ڏينهن نفس اماره جي صحبت جي

شامت سببان روح عذاب پيو سهندو. شال الله تعاليٰ اسان کي پناه ڏي.

٢٣٧* فرمايائون ته فقيرن جا چار قسم آهن: هڪڙو منتهي، ٻيو قابل قريب، ٽيون قابل بعيد، چوٿون غير قابل. منتهي فقير الله تعاليٰ جا ڪامل ۽ واصل آهن. انهن جي ڪماليت جي نشاني هي آهي ته انهن جي دل الله سبحانه وتعاليٰ کان سواءِ سيني دلچسپين ۽ تعلقات کان خالي آهي. ڇا اهل ۽ عيال ۽ ڇا مال ۽ دولت، غرض ته سيني تعلقات کان انهن جي دل آزاد آهي. انهن شين جو هجڻ نه هجڻ هنن وٽ هڪ جهڙو آهي. ۽ قابل قريب فقير اهو آهي جنهن کان جيڪڏهن بي فرماني جهڙو ڪم واقع ٿئي ٿو ته الله تعاليٰ ڏانهن رجوع ڪري ۽ ٿانس معافي جو طلبگار ٿئي ٿو ۽ ان نافرماني ۽ بدعت کي عبادت ڪرڻ سان مٽائي ٿو. هو هميشه پنهنجي نفس سان نافرمانين بابت جهيڙو ۽ ملامت ٿو ڪري ۽ قابل بعيد فقير اهو آهي جيڪو نافرمانين جهڙا ڪم ڪري ۽ ان کي قبيح ٿو ڄاڻي ۽ ان گناه کان توبه ڪري ٿو پر وري اهو گناه ڪري ٿو ۽ وري توبه ٿو ڪري پر ان توبه تي استقامت نه اٿس. غير قابل فقير اهو آهي جيڪو ظلم ۽ نافرمانين کي نٿو ڇڏي ۽ غير شرعي ڪمن تي بيٺل آهي ۽ ڪڏهن به ان کان خبردار نه ٿو ٿئي.

٢٣٨* فرمايائون ته فقير پنجن خصلتن کان خالي نه آهي. هڪڙو هي ته اسبابن ۽ علائقن جو تارڪ هجي. جيڪڏهن ان کي دنياجي ڪا شيءِ ڏجي ته ان تي خوش نه ٿئي پر پاڻ رنج ٿئي. اهڙي فقير کي زاهد ٿا چون، ڇاڪاڻ ته ان جو زهد محض الله واسطي آهي. ٻيو قسم هي آهي ته جيڪڏهن ان کي ڪا شيءِ ملي ته ان ڏانهن رغبت نٿو رکي ۽ جيڪڏهن اها شيءِ هلي وڃي ته ان تي ارمان نٿو ڪري. ٽيون قسم فقير جو هي آهي ته مال ۽ اسباب جي نه رکڻ کان ان جي رکڻ کي چڱو ڄاڻي. پر ڪنهن ۾ طمع نه رکي ۽ نه ڪنهن کان گهري اهڙي فقير کي قانع ٿا چون "اَلْقِنَاعَةُ كَنْزٌ لَا يَفْنِيْ" يعني قناعت اهڙي ڪاڻ آهي جا نه ٿي کٽي. هن جاءِ تي پاڻ فرمايائون ته خواجه عبيد الله احرار قدس سره جي

ملفوظات شريف ۾ لکيل آهي ته بعضي ڪمالات جيڪي طلب جي راه ۾ حق آهن، اهي اخص الخاص سالڪ کي به اسباب کان سواءِ ميسر نه آهن. چوٿون قسم هي آهي ته دنيا کي ترڪ ڪري پوءِ تنگدستي سبب وري دنيا سان رغبت رکي ٿو اهڙي ماڻهو کي حريص ٿا چون. پنجون قسم هي آهي ته ماني ٽڪر واسطي مخلوق جي اڳيان پنهنجي عاجزي ۽ بي حالي ظاهر ڪري ان کان گهري ٿو اهڙي شخص کي مضطر ٿا چون يعني پريشاني ۾ ورتل.

٢٣٩* فرمايائون ته حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه جي وصال کان پوءِ حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه خلافت جي مسند تي ويٺو. پوءِ دل ۾ خيال ڪيائين ته حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنه جي عبادتن ۽ عادتن کان واقف ٿيان. پوءِ پاڻ ان جي حرمن مان ڪنهن حرم ڏانهن نڪاح جو پيغام موڪلي شريعت موجب نڪاح ڪري حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنه جي زندگي جو احوال پڇيو. پوءِ ان حرم حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه کي حضرت ابوبڪر جو جاءِ نشين تصور ڪري نڪاح ڪرڻ کان انڪار نه ڪيو ۽ شريعت موجب ساڻس نڪاح ڪيائين، نڪاح بعد حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه جڏهن پنهنجي گهر آيا ته پاڻ بي بي صاحبه جي اڳيان ادب سان ويٺا ۽ چيائون ته شادي مان منهنجو مقصد جنسي تعلقات يا شهوت نه هو، بلڪ منهنجو مقصد هي هو ته حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنه جي مخفي عادتن، عبادتن ۽ عملن جي احوالن کان آئون واقف ٿيان. پوءِ حرم محترم چيو ته خليفي جا مبارڪ ادب هن طرح هئا جو پاڻ رات جي وقت ۾ نماز گهڻي پڙهندا هئا ۽ روزن رکڻ کي گهڻو پسند ڪندا هئا، رات جو گهڻو جاڳندا هئا ۽ بعض وقت گريو ۽ زاري ۽ استغفار گهڻو ڪندا هئا. ان کان پوءِ امير المؤمنين حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه بي بي صاحبه کي چيو ته بس منهنجي پڇڻ جو مقصد اهوئي هو جو تو مون کي ٻڌايو.

٢٤٠* فرمايائون ته ڪنهن بزرگ جو مريد وفات ڪري ويو هو، بزرگ ان جي مرڻ کان پوءِ پنهنجي جماعت سان گڏ ان جي قبر

تي آيو ۽ پنهنجن مريدن کي چيائين ته قرآن مجيد جو ختمون پڙهو. جڏهن ختمو پڙهي پورو ڪيائون تڏهن وري چيائين لا اله الا الله جي ذڪر سان مشغول ٿيو، جڏهن ذڪر کان فارغ ٿيا تڏهن وري انهن کي چيائين ته راڳ ڪريو ته اسين ٻڌون. پوءِ انهن راڳ تهجد پڙهڻ تائين ڪيو ۽ بزرگ پي سماع ڪيو. پوءِ تهجد جي نماز سيني پڙهي. جڏهن ڏينهن ٿيو ته مريدن مان ڪنهن هڪڙي بزرگ کان پڇيو ته اڄ رات ڇا هو جو عادت جي خلاف سماع ٿيو. بزرگ چيس ته اڳي ڪڏهن به ائين نه ٿيو آهي بزرگ چيو ته روح علوي آهي جڏهن قرآن پڙهيوسون ته به متي نه ويو ۽ ذڪر ڪيوسون ته به متي نه آيو. مريد پڇيو ته پوءِ ان جو ڪهڙو حال هو بزرگ چيو ته جڏهن قرآن ۽ ذڪر سان متي نه ٿيو پوءِ جڏهن شعر ۽ سماع ٿيو ته پوءِ ان جو روح متي ويو بزرگ چيو ته اهو شخص هن ڳالهه جو اهل نه هو جو قرآن ۽ ذڪر مان لذت وٺي. سماع مبتدي طالب کي لذت ۽ ان ۾ حرڪت پيدا ڪري ٿو.

٢٤١* فرمايائون طالب کي گهرجي ته پنهنجي ظاهر ۽ باطن کي پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جي پيروي سان سينگاري، مرشد سان پنهنجي دل جو توجه ۽ رابطو پورو پورو رکي ۽ ان کان جيڪي ڪم صادر ٿين انهن جو انڪار نه ڪري. جيڪڏهن انڪار ڪندو ته نقصان ٿيندس ۽ ان کان ڪڏهن به ڇوٽڪارو نه ملندس ۽ صاحب طريقت کي اهڙي بي ادبي سببان عظيم نقص پيدا ٿئي ٿو، ڇاڪاڻ ته طريقت ۾ ارادي ۽ محبت ۽ رابطي کان سواءِ ٻي ڪابه وات نه آهي.

٢٤٢* فرمايائون ته روح لطيف آهي جسم جي گندگين واري صحبت سببان ميرو ٿئي ٿو، پر جيڪڏهن روح کي طاقت ملي ٿي ۽ جسم تي غالب ٿيو ته جسم جي ڪثافت لطافت سان تبديل ٿي ويندي. جڏهن ته ڪن اوليائن کي اهڙو مقام ملي ٿو جو انهن جو جسم روح جهڙو لطيف ٿو ٿئي ۽ ان وقت انهن کان خوارق عادات ۽ ڪرامتن جو ظاهر ٿيڻ ۽ زمين کي اک ڇنڀ ۾ لتاڙي ڪتان جو ڪٽي وڃي پهچڻ ٿئي ٿو. ڇاڪاڻ ته ان وقت انهن جو روح هوا کان به زياده لطيف آهي انهن کي هن عالم ۾ ڪو روڪڻ

وارو نہ آهي ۽ ڪنهن جي گهرج نہ اٿن. پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جو معراج جسم مبارڪ سان هو ان وقت سندن جسم شريف روح جو رنگ ورتل هو. اي دوست! هي ڳالهہ اهو سمجهندو جيڪو پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جي ڪما حقه متابعت سان رڱيل هوندو ۽ پڻ "يَنْظُرُ بنُورِ اللهِ" سان مشرف هوندو پوءِ اهڙي بصيرت واري صاحب سانَ صحبت ڪرڻ ماڻهو جي وجود تي پارس جو اثر تي ڏيکاري. ڇاڪاڻ تہ اهل الله سان صحبت ڪرڻ سو ڄڻ ڪہ الله تعاليٰ سان گڏ هجڻ آهي. جنهن شخص اهڙي بصيرت واري اهل الله کي سڃاتو تنهن ڄڻ ڪہ الله تعاليٰ کي سڃاتو ۽ جنهن ان کي نہ سڃاتو تنهن الله تعاليٰ کي نہ سڃاتو. جيئن ان باب ۾ حافظ شيرازي قدس سره فرمائي ٿو:

درخرابات مغان نور خدا مي بينم
اين عجيب بين ڪہ چہ نوري زڪجا مي بينم

٢٤٣* فرمايائون تہ طالب کي گهرجي تہ پنهنجي قلب اندر پنهنجي مرشد جي صورت پچائي ۽ انهيءَ کي هر وقت ڏسندو رهيءَ ان تي استقامت ڪري، ڇاڪاڻ تہ اها صورت هڪ مضبوط لٺ آهي جيڪا نابين گنهگارن واسطي آهي انهيءَ ڪري ٻئي هٿ ان لٺ ۾ وجهي ان کي قابو جهلي.

٢٤٤* فرمايائون تہ جيڪڏهن ڪو ڪافر طبيب ڪنهن بيمار جو علاج ڪري ۽ هو ان کي ڪن شين جي واپرائڻ کان منع ڪري تہ اهو بيمار شخص انهن شين کي ڪڏهن بہ ويجهو نہ ويندو. پوءِ الله تعاليٰ جا سڀ نبي ۽ ولي جيڪي ماڻهن جي باطني بيمارين جا طبيب آهن، انهن نفساني خواهشن ۽ مال ۽ جاه جي حرص کان منع فرمائي آهي، پوءِ جنهن شخص انهن جي حڪمن جي بجا آوري نہ ڪئي تہ پوءِ چئبو تہ انهيءَ شخص انهن جي حڪمن کي سچو نہ ڪيو ۽ جيڪو طبيب ڪافر هو ۽ دين اسلام جو دشمن هو تنهن جي ڳالهہ کي سچو سمجهي پرهيز ڪيائين. پر ان جو علاج هن ظاهري جسم واسطي هو جيڪو ڪنهن نہ ڪنهن ڏينهن ضرور فنا ٿيندو. ڇا اهو اسان جو دين ۽ اسلام آهي، هي ڪهڙو اسلام ۽ ڪهڙي مسلماني آهي جو باطني

بيمارين جي طبيب کي سچو نہ ڪيوسون. اهڙا شخص هن آيت جي وعيد هيٺ آيل آهن: "لَهُمْ قُلُوبٌ لَا يَفْقَهُونَ بِهَا وَلَهُمْ أَعْيُنٌ لَا يُبْصِرُونَ بِهَا وَلَهُمْ آذَانٌ لَا يَسْمَعُونَ بِهَا أُولَٰئِكَ كَالْأَنْعَامِ بَلْ هُمْ أَضَلُّ سَبِيلًا"

(ترجمه: انهن کي دليون آهن ان سان سمجهہ نٿا رکن ۽ انهن کي اکيون آهن ان سان ڏسن نٿا ۽ انهن کي ڪن آهن ان سان ٻڌن نٿا، بيشڪ اهي مثل ڍڳن ڍورن جي آهن بلڪ انهن کان بہ واٽ کان گهڻو ڀليل آهن)

٢٤٥* فرمايائون تہ الله تعاليٰ جي طالبن وٽ هي دنيا هڪ دم جي مثل آهي ڇاڪاڻ تہ اهي پنهنجي دل دنيا سان نٿا ڳنڍين ۽ جيڪي شخص پنهنجي دل دنيا سان ڳنڍين ٿا سي مکين جي مثل آهن جيڪي بدبودار ڍونڊ کي کائڻ لاءِ متس گڏ ٿيون هونديون. ڪنهن بزرگ کهڙو نہ سٺو چيو آهي:

نگهدار دم راکه عالم دمي است - دمي پيش دانا بہ از عالمي است

ترجمه: تون پنهنجي حياتي جي هڪڙي دم کي نگاهہ ۾ رک ڇاڪاڻ تہ هي دنيا هڪڙو دم آهي، دانائن اڳيان هڪڙو دم ساري جهان کان ڀلو آهي.

٢٤٦* فرمايائون تہ هڪڙو بزرگ بصري شهر ۾ رهندو هو، اُهو مسجد مائده ڏانهن هن نيت سان ويندو هو تہ حضرت خضر عليه السلام سان ملاقات ڪريان. اها مسجد شريف بصري شهر کان هڪ ڪوه پنڌ تي ٻاهر هوندي هئي ۽ اهو بزرگ ڪلام الله شريف جو حافظ هو ۽ ان جي هي عادت هوندي هئي تہ جڏهن ويندو هو تہ واٽ ۾ پندرهن سيپارا پڙهندو هو. اهڙي طرح موٽڻ وقت بہ پندرهن سيپارا پڙهندو هو. انهيءَ نموني سان روزانو قرآن جو ختمو پورو ڪندو هو. هڪڙي ڏينهن پنهنجي عادت مطابق بصري کان ٻاهر نڪتو تہ هڪڙي پير مرد کي شهر جي دروازي تي بيٺل ڏٺائين، ٻئي ڄڻا هڪ ٻئي سان مرحبا ڪري ڳالهين ۾ مشغول ٿي هلڻ لڳا، تانجو اچي مسجد شريف تي پهتا ۽ وري اتان موٽي بصري شهر ڏانهن آيا. جڏهن شهر کي ويجها ٿيا تڏهن انهيءَ پير مرد ان بزرگ کان پڇيو تہ تون روزانو هن مسجد ڏانهن

ڇو تو وڃين انهيءَ مسجد ڏانهن وڃڻ ۾ تنهنجي نيت ڪهڙي آهي؟ ان بزرگ جواب ۾ چيو تہ حضرت خضر عليه السلام سان ملاقات ڪرڻ جو ارادو اٿم، وري پڇيائين تہ پلا اچڻ ۽ وڃڻ دوران ڪهڙي شيءَ سان مشغول ٿو رهين جواب ۾ چيائين تہ اچڻ ۽ وڃڻ ۾ قرآن شريف جو ختمو پورو ڪندو آهيان. پوءِ ان پير مرد چيو تہ خضر جي ملاقات مان ڇا ورندو خضر تہ آئون آهيان. منهنجي صحبت جي شامت ڪري اڄوڪو ڏينهن قرآن شريف جي ثواب کان محروم رهيو آهين. هاڻي وڃ حق سبحانه وتعاليٰ جي ذڪر سان مشغول ٿي باقي خضر کي ڇا ڪندين.

٢٤٧* فرمايائون تہ ڪتاب بحرالمعاني جنهن جو جوڙيندڙ سيد محمد بن جعفر المڪي الحسني الحسيني قدس سره آهي ۽ اهو مريد شيخ نصيرالدين محمود چراغ دهلوي جو هو، تنهن پنهنجو هڪڙو خط ملڪ محمود عرف شيخن ڏانهن لکيو انهيءَ خط ۾ احوال هي هو تہ حضرت خضر عليه السلام اسان سان گهڻي مدت تائين صحبت ڪئي ۽ هڪ ٻئي سان ڪافي عرصي تائين صحبت پي ڪئي سون. هاڻي خضر عليه السلام اسان جي ملاقات واسطي گهڻو خواهشمند آهي پر آئون ان کان گوشو پيو ڪريان. ڇاڪاڻ تہ هو پنهنجي وجود جي نگهباني ڪرڻ ۾ گهڻي ڪوشش ٿو ڪري ۽ آئون پنهنجي وجود جي نفي ڪرڻ ۾ گهڻي ڪوشش ٿو ڪريان. انهيءَ سببان خضر عليه السلام جي صحبت کان نفرت ٿو ڪريان. اي دوست! تون حق سبحانه وتعاليٰ جي غير کان گهڻي نفرت رک ۽ ان جي يادگيري ۾ پاڻ کي محو ۽ مستغرق ڪر تہ حضرت خضر عليه السلام جهڙا تنهنجي صحبت واسطي خواهشمند ٿين.

٢٤٨* فرمايائون تہ شيخ المشائخ حضرت خواجه ضياءُ الدين سهروردي قدس سره جن هڪڙي ڏينهن پنهنجي حجري اندر الله تعاليٰ جي يادگيري ۾ مشغول هئا تہ حضرت خضر عليه السلام سندن حجري جي دروازي تي آيو، خواجه صاحب جن جو مريد حجري جي دروازي تي ويٺل هو ان کي چيائين تہ اندر وڃ ۽ پنهنجي شيخ کي چؤ تہ تہ خضر دروازي تي بيٺو آهي، مريد اهو

پيغام خواجه صاحب کي رسايو. پر شيخ ان ڳالهہ ڏانهن ڪو توجه نہ ڏنو ۽ نہ ئي ڪو جواب ڏنائين. مريد اندران ٽي آيو، پر خضر جي هيبت سببان ان کي ڪجهہ ٻڌائي نہ سگهيو. پوءِ خضر عليه السلام پوئتي موٽي هليو ويو، ان جي وڃڻ کان پوءِ مريد شيخ جي خدمت ۾ عرض ڪيو تہ حضرتا ڪهڙو سبب هو جو خضر عليه السلام اوهان جي زيارت لاءِ آيو پر اوهان ان ڏانهن ڪو خيال نہ آندو. شيخ چيس تہ توکي ڪهڙي خبر خضر هجي يا ڪو پيو. آئون ان وقت الله تعاليٰ سان مشغول هئس، جيڪڏهن اهو وقت مون کان جدائي وجي ها تہ قيامت تائين مون کي ان وڃايل وقت جو ارمان ۽ ڏک باقي هجي ها. ان کان پوءِ پاڻ فرمايائون تہ ولي اهڙا آهن جن کي هڪڙو اهڙو وقت حاصل آهي جو اهي الله تعاليٰ جي حضور ۾ هوندا آهن. پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم صحيح فرمايو آهي: ”لِيْ مَعَ اللهِ وَقْتٌ لَايَسَعُنِيْ فِيْهِ مَلَكٌ مُقَرَّبٌ وَّلَا نَبِيٌّ مُرْسَلٌ“ (ترجمه: هڪڙو اهڙو وقت آهي جو منهنجو الله سان گڏ هجڻ آهي جتي نہ ڪو ملڪ مقرب ۽ نہ نبي مرسل مون سان گڏ رهڻ جي گنجائش تا رکن.

٢٤٩* فرمايائون تہ هڪڙي ڏينهن سيد الطائف شيخ جنيد بغدادي قدس سره پنهنجن ٻن رفيقن ۽ مريدن سان گڏجي شيخ فضيل بن عياض قدس سره جي صحبت ۽ زيارت لاءِ آيا ۽ دروازي کي کڙڪايائون. شيخ پڇيو تہ ڪير آهيو! شيخ جنيد چيو تہ آئون آهيان. شيخ فضيل اندران جواب ڏنو تہ الله تعاليٰ کي ڇڏي مخلوق جي در کي اچي کڙڪايئي. شيخ جنيد چيو تہ هي دروازو پڻ عين دروازو حق سبحانه وتعاليٰ جو آهي. ان کان پوءِ شيخ فضيل دروازو کوليو. پوءِ پاڻ شيخ جنيد ۽ ان جي ساٿين سان ملاقات ڪيائون. پوءِ شيخ فضيل قدس سره شيخ جنيد جي مريدن کان پڇيو تہ ڪلام الله ياد ڪيو اٿو. انهن جواب ۾ چيو تہ نہ. پوءِ شيخ فضيل ارمان سببان ڏاڍو شوڪارو هڻي چيو تہ اوهان جو ان کان سواءِ ٻيو ڪو انيس آهي ڇا.

٢٥٠* فرمايائون تہ ڪنهن شخص ڪنهن بزرگ جي خدمت ۾ عرض ڪيو تہ حضرتا! جنهن وقت اوهان ٻئي حق تعاليٰ

جل شانه جو حضور حاصل ٿئي ته ان وقت هن ٻانهي کي ياد ڪندا. بزرگ کي ان ڳالهه تان ڪاوڙ ۾ جوش آيو ۽ چيائين ته ڏوڙ هجي ان وقت تي جنهن وقت تون ياد اچين.

٢٥١* فرمايائون ته ڪيترن مشائخن کي الله تعاليٰ پنهنجي ولين جي مقامن ۽ مرتبن جي معلومات سان نوازيو آهي، هن فقير کي پڻ الله تعاليٰ پنهنجي ڪرم سان انهن مان گهڻن ولين جي مرتبن ۽ مقامن جي ظاهري معلومات بخشي آهي. مگر حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنه جن جي علو مرتبي هجڻ سببان سندن مقام ۽ مرتبي بابت معلوم نه ٿي سگهيو آهي.

٢٥٢* فرمايائون ته طالب کي گهرجي ته جنهن وقت پنهنجي زال سان صحبت ڪرڻ جو ارادو ڪري ته پوءِ هن طرح سان نيت ڪري ته زال جا حق جيڪي منهنجي ذمي آهن، اُهي ادا ڪريان ٿو. ته پوءِ ان جي اها صحبت ڪرڻ الله تعاليٰ لاءِ آهي نه پنهنجي نفس لاءِ آهي ڇاڪاڻ ته زال سان صحبت ڪرڻ مثل قرض جي آهي جو ادا ڪجي ٿو. پوءِ جڏهن اهو شخص پاڪ ٿيڻ لاءِ غسل ڪري ٿو ته ان جي پاڻي جي هڪڙي هڪڙي ڦڙي مان ملڪ پيدا ٿئي ٿو جيڪو ان لاءِ هميشه خير جي دعا پيو گهري ۽ جنهن زنا ڪيو ۽ غسل ڪيو ته ان جي پاڻي جي ڦڙن مان جيڪو ملڪ پيدا ٿئي ٿو سو ان شخص لاءِ پٽي ٿوءِ لعنت ٿو وجهي. هن هنڌ تي خاص ٻانهن جي نيت ٻي آهي ۽ جيڪي خاص الخاص اهل الله تن کي نيت معلوم آهي.

٢٥٣* فرمايائون ته ڪنهن ڪتاب ۾ لکيل آهي ته شيخ نجم الدين ڪبريٰ قدس سره تهجد جي وقت پنهنجي حرم سان مجامعت ڪندا هئا. پوءِ شيخ شهاب الدين قدس سره ان وقت هڪڙي ڪاغذ جي پرزي تي شيخ نجم الدين ڏانهن لکي موڪليو ته اهو وقت الله تعاليٰ جي نزول رحمت ۽ بخشش جو آهي ۽ تون ان وقت مجامعت واري ڪم ۾ مشغول ٿو رهين. شيخ نجم الدين قدس سره جواب ۾ لکي موڪليو ته اهڙي موچاري وقت ۾ انهيءَ ڪم ۾ مشغول ٿيڻ سان فرزند صالح ڄمندو جو گهڻن گمراهن ۽ واٽ ڪان ڀليلن کي گمراهي مان ڪڍي انهن کي هدايت وارو ڪري

حق سبحانه وتعاليٰ سان واصل ڪندو.

۲۵۴* فرمايائون ته بيان العارفين ملفوظات مقبول درگاه عليم سيد عبدالڪريم ٻانهي قدس سره جي ۾ لکيل آهي ته ڪو صاحب حال (بلڙي وارو) بزرگ هو تنهن هڪ ڏينهن گهٽيون مانيون پچائي گيهه ۾ ڪنڌ گڏي ان مان چوري ٺاهي هڪڙي وڏي ٿانو ۾ وجهي پنهنجي زال کي ڏني ۽ چيائين ته وڃ ۽ هي طعام ڪٺي درياءَ جي هن پار فلاڻو درويش رهي ٿو ان کي وڃي ڏي. زال چيس ته هينئر رات آهي ۽ ٻيڙي به ڪانه هوندي ڪيئن ويندس. بزرگ چيس ته جڏهن درياءَ جي ڪناري تي رسين ته پوءِ منهنجي طرفان درياءَ کي سلام ڏئي چئجانس ته فلاڻو بزرگ منهنجو مڙس آهي توکي سلام چيا اٿس ۽ چيو اٿس ته ساري عمر آئون زال سان همبستر نه ٿيو آهيان جيڪڏهن منهنجي ڳالهه سچي آهي ته تون سڪي وڃ ۽ مون کي گس ڏي ته آئون هن پر وڃي فلاڻي درويش کي هي طعام رسايان. زال اهي لفظ دريا کي چيا ۽ دريا اتي جو اتي خشڪ ٿيو ۽ زال هن پار لنگهي ويئي ۽ طعام وارو ٿانو فقير جي خدمت ۾ پيش ڪيائين. فقير سمورو طعام ڪائي ٿانو کي خالي ڪري ڇڏيو. پوءِ زال سندس خدمت ۾ عرض ڪيو ته رستي ۾ دريا آهي آئون اتان ڪيئن لنگهان. درويش پڇيس ته پهرين تون ڪيئن لنگهي آئين زال سارو احوال ڪري ٻڌايس ته مڙس مون کي هن طرح درياءَ لاءِ سلام ۽ پيغام ڏنو هو. پوءِ فقير زال کي چيو ته تون درياءَ تي وڃ ۽ منهنجي طرفان درياءَ کي سلام ڏيئي چئجانس ته درويش چوي ٿو ته مون پنهنجي ساري عمر ۾ طعام ڪڏهن به نه ڪاڌو آهي. جيڪڏهن اها ڳالهه سچي آهي ته تون سڪي پؤ ۽ مون کي گس ڏي ته آئون لنگهي وڃان. پوءِ زال درياءَ کي اهي اکر ٻڌايا جيڪي فقير چيا هئا. دريا ان وقت سڪي ويو ۽ زال لنگهي پنهنجي گهر ڏانهن آئي. پوءِ مڙس زال کان درياءَ جي لنگهڻ جي خبر ۽ فقير جو حال احوال پڇيو ته زال چيس ته تون ۽ تنهنجو دوست فقير ٻئي ڪوڙا آهيو ۽ ٿيون درياءَ به جيڪو اوهان کي سچو ڄاڻي سڪي ويو. جڏهن ته تو اڄ مون سان مباشرت ڪئي هئي ۽ تنهنجي يار

منهنجي روبرو طعام کاڌو هو.

پاڻ هن نقل جي سمجهاڻي هن طرح ڏيڻ فرمايائون ته الله تعاليٰ جا جيڪي خاص بندا آهن سي پنهنجن زالن سان مباشرت نفساني غرض سان نٿا ڪن ۽ نه ڪڏهن طعام پنهنجي نفس جي خواهش ۽ لذت کاڻ کائين ٿا. انهن جي غذا، "اَبِيتُ عِنْدَ رَبِّيْ يُطْعِمُنِيْ وَيُسْقِيْنِيْ" جي حديث موجب يعني آئون پنهنجي رب وٽ رات گذاريان ٿو ۽ اهو مون کي کارائي ۽ پياري ٿو.

هن باب ۾ مولانا روم قدس سره مثنوي شريف ۾ فرمائي ٿو:

کار پاکانرا قياس از خود مگير- گرچه ماند در نوشتن شير شير

ترجمه: نيڪ ماڻهن جي ڪمن کي پاڻ تي قياس نه وٺ - توڙي لکڻ ۾ شير ۽ شير جي صورت ساڳي آهي. مگر معنيٰ ۾ فرق آهي.

جمله عالم زين سبب گمراه شد - کم کسي ز ابدال حق آگاه شد

ترجمه: انهيءَ سببان سارو جهان گمراهه ٿيو - ڪي ٿورا آهن جيڪي ابدالن جي حال کان واقف ٿيا آهن.

اشقيا را ديده بينا نبود - نيک وبد درچشم شان يکسان نمود

ترجمه: نياڳن کي ڏسڻ واري اک نه هئي - انهن جي اکين چڱو ۽ مندو هڪ جهڙو ڏٺو.

همسري با انبيا برداشتند - اوليا را همچو خود پنداشتند

ترجمه: نبين سان برابري رکيائون، اوليائن کي پاڻ جهڙو ڪري ڀانيائون.

٢٥٥* فرمايائون ته ڪنهن زاهد جي زال نيڪ بخت هئي انهن زال ۽ مڙس جو گذر فاقي سان ٿي ٿيو ۽ حلال جي ڪمائي ٿي ڪيائون. هڪڙو وقت اهڙو ٿيو جو سانده ٽي ڏينهن لنگهي ويا ويچارن کي ڪٿان مزدوري نه ملي، زال زاهد کي چيو ته فاقو حد کان لنگهي ويو آهي هاڻي ته عبادت ڪرڻ جي به طاقت نه رهي آهي، پوءِ زاهد زال جو اهو حال ڏسي اٿي نئون وضو ڪري

نماز ۾ مشغول ٿيو ان کان پوءِ الله تعاليٰ جي درگاه ۾ سوال ڪيائين ته اي منهنجا پالڻهار! آئون ڄاڻان ٿو ته تون عالم الغيب والشهادة آهين اسان جي حال کي چڱي طرح ڄاڻين ٿو ۽ مون کي يقين آهي ته توکان سواءِ ٻيو ڪير به رزق پهچائڻ وارو نه آهي. پر زال جيڪا ناقص العقل آهي تنهن مون کي رزق جي سوال بابت تڪليف ڏني آهي ۽ اڻ هوند کان تنگ ٿي آهي تون پنهنجي غيبي خزاني مان اسان کي ڪجهه عطا ڪر ان دعا گهرڻ کان پوءِ الله تعاليٰ جي حڪم سان هڪ سوني سرڳري بار واري زاهد جي مصلي اڳيان ظاهر ٿي، جنهن وقت زاهد دعا گهري هئي ان وقت سندس زال ننڊ ۾ هئي ان کي خواب ۾ بهشت جو ديدار حاصل ٿيو جنهن ۾ ڏنائين ته هڪ خوبصورت محلات آهي جنهن ۾ قسمين قسمين جون عمديون شيون رکيل آهن ۽ ان محلات جي ماڙي جا ڪنگرا سونين سرن سان جڙيل هئا ان زال اتي جي رهڻ وارن کان پڇيو ته هي محلات ڪنهن جو آهي. انهن چيس ته هي محلات واري ماڙي تنهنجي ۽ تنهنجي مڙس جي آهي. پوءِ زال ان محلات کي ڏسندي رهي ۽ گهڻا نظارا ڏسڻ ۾ آيس ۽ ڏسڻ ۾ آيس ته محلات جي هڪ ڪنگري کي نقصان پهتل آهي. پوءِ زال انهن کان پڇيو ته هي نقص ڇاجي ڪري ٿيو آهي. انهن چيس ته تنهنجي مڙس حق سبحانه وتعاليٰ جي درگاه مان رزق جو سوال ڪيو هو. پوءِ ملائڪن الله تعاليٰ جي امر سان هن ماڙي مان هڪ سر ڪڍي تنهنجي مڙس کي ڏني آهي. پوءِ انهن کان پڇيائين ته ڀلا قيامت جي ڏينهن به اهڙي عيب سان هوندي؟ انهن چيو ته هائو انهيءَ عيب سان هوندي. جڏهن زال ننڊ مان سجاڳ ٿي پنهنجي مڙس کي خواب وارو واقعو سربستو ذڪر ڪري ٻڌايو ته زاهد اها سر سندس اڳيان آڻي رکي. زال چيو ته سڀاڻي قيامت جي ڏينهن پنهنجي ماڙي عيب واري هوندي، پوءِ پاڻ کي اها سوني سر دنيا ۾ نه گهرجي. الله تعاليٰ کان دعا گهر ته اها سر ساڳي جاءِ تي لڳائي ڇڏي. پوءِ زاهد الله تعاليٰ کان دعا گهري ۽ اها سر غائب ٿي ويئي وري انهيءَ ساڳي هنڌ تي رکيائونس.

٢٥٦* فرمايائون ته جيڪو شخص دل جي عجز ۽ نياز

سان الله تعاليٰ جي درگاه مان سوال ڪندو تہ الله تعاليٰ ان جي سوال کي رد نہ ڪندو ۽ پڻ هيئن بہ فرمايائون تہ جنهن شخص جي زبان ڪوڙ نتي ڳالهائي پوءِ اهو جنهن بہ مقصد ۽ مطلب لاءِ دعا گهرندو تہ سچ جي برڪت سان الله تعاليٰ سندس دعا قبوليت هيٺ آڻيندو، ڪنهن بزرگ هي بيت ڪهڙو نہ چڱو چيو آهي:

راستي موجب رضاي خدا است
ڪس نديدم ڪہ گم شد از ره راست

ترجمه: سچو هجڻ الله تعاليٰ جي راضي ٿيڻ جو سبب آهي. ڪنهن ماڻهوءَ کي نہ ڏٺم جو سنئين واٽ کان ڀليو هجي.

٢٥٧* فرمايائون تہ فقير کي گهرجي تہ پاڻ ۾ رازن جهڙي روش پيدا ڪري جڏهن تہ رازي کي هڪڙي سر هٿ ۾ ڏجي ٿي جيستائين ان کي ڇڏيندو نہ تيستائين ٻي سر نہ وٺندو اهڙي طرح فقير کي پڻ غيب مان جيڪا ڪشايش رزق وغيره ملي تنهن کي خرچ ڪري تہ الله تعاليٰ ان کي مسلسل پيو رزق ڏيندو. فرمايائون تہ اهڙو انسان رزق ڏيندڙ جو صحيح ٻانهو آهي ۽ ان رزاق مطلق جو هٿ ٻانهي کان ڌار نہ آهي. پوءِ هي ٻانهو جيئن خدا جي واٽ ۾ خرچ ڪندو تيئن ان ڏانهن رزق پيو موڪليندو ۽ جيڪڏهن ڏيڻ ۾ هٿ کي تنگ ڪندو تہ پوءِ رزق ڪشادو نہ ملندس.

٢٥٨* فرمايائون تہ ابتدا وارن ڏينهن ۾ هڪ پيري هي فقير ۽ ٻيا ٻٽي فقير حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنه جن جي قدمبوسي لاءِ درگاه شريف ڏانهن روانا ٿياسون. ٻہ ٽي ڏينهن واٽ ۾ گذريا تہ ڪٿان بہ ماني جو ٽڪر کائڻ لاءِ نہ مليو ۽ ٻڪ سڀبان ٻيا سنگتي هلڻ کان عاجز ٿي پيا. پوءِ مون پنهنجن سنگتين کي چيو تہ شايد اوهان مان ڪنهن وٽ دنياوي اسبابن مان ڪا شيءِ پيل آهي جنهن ڪري ان جي نحوست سببان حق سبحانه وتعاليٰ جي درگاه مان رزق جو دروازو بند ٿيو آهي. جڏهن ان ڳالهہ جي چڱي طرح جاچ ڪئي سون تہ هڪڙي فقير وٽان ڪي پيسا ظاهر ٿيا. پوءِ هن فقير يعني مون انهن جي سنگت ڇڏي پيرين اگهاڙو اڪيلو ٿي درگاه شريف ڏانهن روانو

ٿيس. جڏهن درگاه شريف تي پهتس تڏهن ٻڌم ته حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنه جن ڪوهستان جي علائقي قلات ڏانهن براهوي فقيرن جي دعوت تي ويل آهن. پوءِ آئون ان ملڪ ڏانهن ويس سندس قدمبوسي سان مشرف ۽ معزز ٿيس. پاڻ مون کي ڏسڻ شرط هي بيت سنڌي زبان سان پڙهيائون:

ٻانهين ويٺي جنڊ تي سائين سڏ ڪيوس
اٽو جنڊ رهيوس ڇوه مان ڇلدي آئي

يعني ٻانهين جنڊ تي اٽو ويٺي پيٺو - جڏهن مالڪ ان کي سڏ ڪيو ته اٽو اتي جنڊ ۾ رهيو پاڻ مالڪ وٽ تمام جلدي سان حاضر ٿي.

٢٥٩* پاڻ فرمايائون ته جنهن ماڻهو کي بنا ڪنهن طمع ۽ خواهش جي الله تعاليٰ ان ڏانهن ڪا شيءِ موڪلي ته ان کي نه موٽائجي ۽ قبول ڪجي. جيڪڏهن ان شيءِ کي موٽائيندو ته وري ان شيءِ ڏانهن محتاج ٿيندو ۽ ماڻهن کان ان شيءِ جو سوال ڪندو.

٢٦٠* فرمايائون ته رزق جي ملڻ جا دروازا ته گهڻا آهن انهن دروازن مان ٻني قسم هي آهن هڪڙو هي ته رزق. تحفي جي واٽ سان ملي ٻيو نذراني سان ٻيون شر جي دفع ڪرڻ لاءِ ملي ۽ چوٿون دنياوي ڪمن جي مدد لاءِ ملي. پوءِ جيڪڏهن تحفي جي واٽ سان ملي ته ان جو ڏيڻ ۽ وٺڻ جائز آهي جيئن حديث شريف ۾ آهي "تَهَادُوْا تَحَابُّوْا" (ترجمه: هڪ ٻئي کي تحفا ۽ سوکڙيون ڏيو ۽ پاڻ ۾ محبت پيدا ڪريو) ۽ جيڪڏهن نذرانو مطلق آهي ۽ ڏيندڙ جو ان ۾ ڪو نفساني غرض نه آهي ته اهو وٺڻ جائز آهي ۽ جيڪڏهن نذرانو دنياوي غرض سان مقيد آهي ته اهو وٺڻ حرام آهي ۽ جيڪڏهن شر جي ٽارڻ لاءِ نذرانو ملي ۽ اهو شخص ڪشف سان معلوم ڪري ۽ پنهنجي ولايت جي قوت سان ان مصيبت کي دفع ڪري سگهي ٿو ته اهو وٺڻ جائز آهي نه ته نه ۽ جيڪڏهن ڪنهن ڪم جي وٺڻ لاءِ ان کان مدد واسطي پئسا وٺي ته اها رشوت آهي ۽ ان جو وٺڻ ڪنهن به صورت ۾ جائز نه آهي. بعض چون ٿا ته جيڪڏهن وٺڻ کان اڳي ان ماڻهو جي مدد ٿو ڪري ۽ ان

جو ڪم پورو ڪري تہ پوءِ ان صورت ۾ جيڪڏهن ان جي قدر داني واسطي ڪو ڏئي تہ اهو وٺڻ مباح آهي. پر اسان وٽ اهو وٺڻ جائز نہ آهي بلڪ حرام آهي تنهن ڪري وٺڻ نہ گهرجي.

٢٦١* فرمايائون تہ ڪو بزرگ ڪماليت جو صاحب هو سو ائين پيو چوندو هو تہ الله تعاليٰ پنهنجن ٻانهن کي حرام کائڻ کان امن ۾ تو رکي ۽ جيڪي انهن کي ملي ٿو سو پاڪ ٿو ملي. اها خبر بادشاهہ کي پهتي تہ فلاڻو بزرگ هيئن ٿو چوي ۽ بادشاهہ ان اهل الله بزرگ جي حال کان بي خبر هو ۽ دل ۾ چيائين تہ انهيءَ بزرگ کي جيڪي اچي ٿو سو کائي ٿو ۽ ڪنهن بہ قسم جي پڇا ڳاڇا نٿو ڪري پوءِ اهو سڀ حلال ڪيئن هوندو. پوءِ بادشاهہ ان بزرگ جي امتحان وٺڻ لاءِ پنهنجي ڪوتوال کي حڪم ڪيو تہ شهر کان ٻاهر وڃي ڪنهن ٻهراڙيءَ واري جو ٿلهو متارو دنبو بنان پيسن ڏيڻ جي زوري وٺي اچ ۽ ان مان طعام تيار ڪراءِ. پوءِ ڪوتوال بادشاهہ جي حڪم موجب ائين ڪيو، جڏهن طعام رڌجي تيار ٿيو تہ بادشاهہ ان بزرگ ۽ ان جي جماعت جي دعوت ڪئي ۽ بادشاهہ اهو طعام پنهنجي روبرو انهن کي کائڻ لاءِ ڏنو. اهي کائڻ ۾ مشغول ٿي ويا، بادشاهہ جي دل ۾ ان بزرگ ڏانهن بدگماني پيدا ٿي ۽ دل ۾ خيال ڪيائين تہ هي بزرگ پيو چوندو هو تہ اسان جي نڙي مان حرام طعام کي لنگهڻ جي واٽ ئي نہ آهي حالانڪ هي حرام طعام آهي سو پيو کائي. اڃان انهيءَ خيال پچائڻ ۾ هو تہ دروازي جي ٻاهران فرياد فرياد جو آواز ٻڌائين. بادشاهہ ان فرياد ڪرڻ واري کي انهيءَ جي روبرو اندر گهرايو ۽ ان جي احوال کان واقف ٿيو. جنهن چيو تہ اهو دنبو مون فلاڻي بزرگ کي ڏيڻ جي نيت ڪئي هئي جو منهنجو مرشد آهي سو ان جو هو. اڄ بادشاهہ جا ماڻهو ظلم ڪري بنا قيمت ڏيڻ جي کاهي آيا آهن. ان درويش کي ڪشف جي وسيلي اڳيئي خبر هئي سو اها ڳالهہ ٻڌي مرڪڻ لڳو ۽ بادشاهہ کي چيائين تہ اسان پنهنجي ملڪيت وارو دنبو کاڌو آهي، تو پاڻ کي خواهہ مخواهہ نفاق ۽ بدگماني جي هلاڪت ۾ وڌو. ان چوڻ کان پوءِ بادشاهہ تائب ٿيو ۽ معافي ورتائين ۽ ان بزرگ سان بيعت ڪري مريد

ٿيو. اي دوست! هڪ ڀيري اسان جا شيخ ادام الله تعاليٰ برڪاته فقيرن جي دعوتن وٺڻ لاءِ تشريف فرما ٿيل هئا. هڪڙي ڏينهن مبارڪ فقير شوري جي دعوت تي سندس ڳوٺ آيا ۽ هن ڪتاب جو گڏ ڪندڙ فقير (محمد ملوڪ) به ساڻن گڏ هو. پوءِ مبارڪ دنبي جي گوشت مان مڪلف طعام رڌائي سندن حضور ۾ حاضر ڪيو، پاڻ اهو طعام ڏسڻ شرط ان طعام ڏانهن هٿ ويجهو نه آندائون. پوءِ هن ٻانهي سندن خدمت ۾ عرض ڪيو ته حضرتا! ڪهڙو سبب آهي جو پنهنجي هٿ کي طعام جي کائڻ کان روڪيو اٿو، پاڻ فرمايائون ته اسان جي دل ۾ خيال پيو اچي ته هي طعام حلال نه هوندو ۽ شبهي وارو آهي. ان ڪان پوءِ هن ٻانهي پڇا ڳاڇا ڪئي ۽ خبر پئي ته اهو دنبو يتيم ٻارن جي ملڪيت ۾ هو دعوت واري انهيءَ يتيم ڪان ٿورڙن پيسن تي خريد ڪيو هو ۽ انهن کي پورو حق ادا نه ڪيو هئائين. اها حقيقت ڪين ڪشف سان معلوم ٿي هئي، جنهن ڪري پاڻ طعام کي ويجها نه ويا ۽ نه منجهانس ڪاڌائون. ڇاڪاڻ ته الله تعاليٰ يتيمن جي حق ۾ فرمائي ٿو: "وَلَا تَقْرَبُوا مَالَ الْيَتِيمِ اِلَّا بِالَّتِيْ هِيَ اَحْسَنُ" (ترجمه: اوهين يتيم جي مال کي ويجها نه وڃو مگر موچاري نيت سان جنهن ۾ انهن جو نفعو هجي. اي دوست! الله تعاليٰ جي ڪامل ولين ڪان ماضي، حال ۽ مستقبل جا احوال لڪل ۽ مخفي نٿا ٿين. هن باب ۾ مثنوي وارو خبر ڏئي ٿو:

ابيات

پيش از انگور مي را ديده اند - درفنائي محض شيءِ را ديده اند
پيشتر از دانهانان راديده اند - بي دماغ و دل پراز فڪر آمدنر
ده تموز گرم مي بينند دي - در شعاع شمس مي بينند في
فڪرت ازماضي مستقبل بود - چون ازين دور است مشڪل حل بود
ديد چون بي ڪيف هر باڪيف را - ديد پيش ازڪان صحيح دريف را
پيشتر از خلقت انگورها - خورد مي هاؤ نموده شورها

اي دوست! محقق بحقائق الايقان صاحب عرفان خليفه ميان لقمان عليه الرحمة اسان جي شيخ (يعني خليفه محمود) ادام الله تعاليٰ بقائه جي مناقبن مان هي ڳالهه بيان ڪئي ته

هڪڙي ڏينهن حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنه جن فرمايو تہ اسين سڀ الله تعاليٰ جي طلب پيا ڪريون پر خليفي محمود کي الله تعاليٰ پاڻ گھريو آهي. پيا الله تعاليٰ جا طالب آهن ۽ خليفو سندس مطلوب آهي.

٢٦٢* فرمايائون تہ ڪنهن اهل الله بزرگ خواجه بهاءُ الدين زڪريا ملتاني قدس سره جن جي خدمت ۾ عرض ڪيو تہ هي ماڻهن جو انبوه پنهنجي شهرت واسطي ڇو گڏ ڪيو اٿئي. خواجه صاحب جن جواب ۾ فرمايو تہ جيستائين بدن ۾ طاقت ۽ بار کڻڻ جي قوت هئي تہ رستن جون منزلون لتاڙي اهل الله وارن جي زيارت ۽ صحبت لاءِ آئون پاڻ ويندو هئس. هاڻي جڏهن جسم ۾ سفر ڪرڻ جي طاقت نہ رهي آهي تڏهن الله وارا محض پاڻهين پاڻ اچي منهنجي دوستن جي ڏسڻ لاءِ گڏ ٿيا آهن. ان ڪان پوءِ ان بزرگ وري ڪانئس ٻيو سوال ڪيو تہ حق سبحانه وتعاليٰ جي بارگاهہ ۾ وڃڻ واسطي ڪهڙو تحفو تيار ڪيو اٿئي، خواجه قدس سره جن جواب ۾ ان کي چيو تہ جيڪڏهن مون کان پڇا ٿي تہ اسان جي لاءِ ڪهڙي سوکڙي آندي اٿئي تہ آئون عرض ڪندس تہ ڏٺي منهنجا! مون وٽ مراد ۽ ارادي کان سواءِ ٻي ڪا اهڙي شيءِ نہ آهي جا تنهنجي بارگاهہ ۾ آڻڻ جي لائق هجي.

٢٦٣* فرمايائون تہ فقير کي گھرجي تہ هڪڙي لباس ڍڪڻ ۾ پاڻ کي مقيد نہ رکي. حق سبحانه وتعاليٰ کان جيڪو لباس ملي سو پهري ۽ پنهنجي تدبير ۽ سوچ کي ترڪ ڪري اهڙي طرح کائڻ ۽ پيئڻ وغيره ۾ بہ ائين ڪري. بلڪ پنهنجا سڀ ڪم ظاهري خواه باطني الله تعاليٰ جي حوالي ڪري ۽ هيئن چوي جيئن ڪنهن بزرگ چيو آهي:

سپردم بتو مايهٔ خويش را - تودانی حساب کم بیش را

ترجمه: مون پنهنجي موڙي تنهنجي حوالي ڪئي - توري گھٽي جو حساب تون تو ڄاڻين.

ٻئي ڪنهن بزرگ چيو آهي:

کارساز ما بسازي کارما - فکر مادر کارما آزار ما

ترجمه: اسان جو ڪارساز اسان جن ڪمن ناهڻ ۾ آهي -

۽ اسين ڪمن جي فڪرن ۾ ورتل آهيون جو ڏک پيا ڪيون.
هي آيت سڄوري ان ڳالهہ ڏانهن اشارو ٿي ڪري تہ پنهنجا سڀ ڪم الله تعاليٰ کي سونپيو جيئن پاڻ فرمائي ٿو: "وَاُفَوِّضُ اَمْرِيْٓ اِلَى اللّٰهِ اِنَّ اللّٰهَ بَصِيْرٌۢ بِالْعِبَادِ" (ترجمه: ۽ آئون پنهنجا ڪم الله کي سونپيان ٿو، بيشڪ الله تعاليٰ ٻانهن جو (حال) ڏسي ٿو. اي طالب! تنهنجي ڪوشش ۽ سعيو حق سبحانه وتعاليٰ جي طلب لاءِ ڪرڻ گهرجي ڇاڪاڻ تہ اها سڀ کان اوليٰ ۽ بهتر آهي ۽ ان جي طلب ۾ پاڻ کي مصروف ڪر ڇاڪاڻ تہ اها نعمت عظميٰ آهي ۽ ٻنهين جهانن جو مقصود سندس ذات پاڪ آهي پوءِ انسان جو ڪم ڪوشش ۽ سعيو ڪرڻ آهي ۽ ڪاميابي ان جي اختيار ۾ آهي. جيئن سعي بابت پاڻ فرمائي ٿو: "لَيْسَ لِلْاِنْسَانِ اِلَّا مَا سَعٰى" - يعني انسان لاءِ آهي سعيو ۽ ڪوشش ڪرڻ.

٢٦٤* فرمايائون تہ فقير کي لباس جي جيتري ضرورت هجي اوترو لباس رکي ۽ پهري. ان کان زياده نہ رکي، ڇاڪاڻ جو اڳين مشائخن سڄورن هڪڙي وڳي کان وڌيڪ لباس رکڻ کي مڪروه ڄاتو آهي. البت جيڪڏهن پاڪائي جي احتياط واسطي وڌيڪ وڳو رکي تہ جائز آهي.

٢٦٥* فرمايائون تہ هڪ ڀيري حضرت موسيٰ عليه السلام الله تعاليٰ جي امر موجب جبل طور ڏانهن وڃي رهيو هو تہ ٽن ڄڻن ڪيس عرض ڪيو تہ اسان جي پاران الله تعاليٰ جي حضور ۾ عرض ڪري ۽ ان جو جواب اسان کي ڏجو. انهيءَ مان هڪڙي عرض ڪيو تہ آئون پنهنجي چاچي جي ڌي تي عاشق آهيان پر اهو مون کي نٿو ڏئي. ٻئي عرض ڪيو تہ مون تي هزار دينار قرض آهي پر هڻ ۾ ڪجهہ بہ نہ اٿم جو قرض خواه کي ڏيئي خوش ڪريان. ٽئين عرض ڪيو تہ اوني چادر کان سواءِ ٻيو ڪوبہ ڪپڙو نہ اٿم جو آئون پنهنجي اوگهڙ ڍڪيان. جڏهن حضرت موسيٰ عليه السلام جبل طور تي پهتو ۽ حق سبحانه وتعاليٰ سان ڪلام ڪرڻ ۾ مشغول ٿيو ۽ ان ڪلام جي ذوق ۽ لذت سببان انهن ٽن ڄڻن جي سوال جي يادگيري وتانئس لهي ويئي. موٽڻ وقت الله

تعاليٰ حضرت موسيٰ عليه السلام کي خطاب ڪيو تہ اي موسيٰ منهنجن ڪن ٻانهن توکي مون ڏانهن پيغام رسائڻ لاءِ عرض ڪيو هو انهن جو پيغام مون کي ڏي. حضرت موسيٰ عليه السلام پنهنجي ويسر جي گهڻي عاجزي ڏيکاري ۽ عرض ڪيائين تہ منهنجا پروردگار تون عالم السر والخفيات آهين توکي انهن جي سوالن جي سڀ خبر آهي. وري حق سبحانه وتعاليٰ جي طرفان حضرت موسيٰ عليه السلام ڏانهن فرمان آيو تہ تون انهن جا سوال چئي ٻڌاءِ، حضرت موسيٰ عليه السلام هرهڪ جا سوال حق تعاليٰ جي بارگاه ۾ پهچايا. پوءِ الله تعاليٰ جي طرفان انهن جي جوابن ڏيڻ جو حضرت موسيٰ عليه السلام کي هن طرح امر ٿيو تہ جنهن چيو تہ آئون چاچي جي ڏي تي عاشق آهيان تنهن کي چؤ تہ تنهنجو چاچو هن دنيا مان گذر ڪري ويو آهي هاڻي ان جي ڏي جو توکان سواءِ ٻيو ڪوبہ وارث نہ آهي تون ئي ان جو وارث آهين. ۽ جنهن چيو تہ مون کي هزار دينار قرض ڏيڻو آهي تنهن کي چؤ تہ فلاڻي زمين ڏانهن وڃ جنهن ڏينهن کان دنيا خلقي اٿم ان ڏينهن کان وٺي تنهنجي لاءِ هزار دينار رکيا اٿم سي وڃي اتان کڻ ۽ جنهن چيو تہ مون کي اوگهڙ ڍڪڻ لاءِ ڪپڙو ڪونهي تنهن کي چؤ تہ توکي ايترو ڪپڙو نہ ڏيندس جو تون ان سان پنهنجي اوگهڙ ڍڪين. حضرت موسيٰ عليه السلام اهو حڪم ٻڌي گهڻو حيران ٿيو تہ هن ڳالهہ ۾ ڪهڙي حڪمت آهي. فرمان آيو تہ اي موسيٰ! "وَجَعَلْتُ نَصِيْبَ مُحَبَّتِيْ" يعني منهنجي محبت ان کي نصيب ڪئي اٿم. يعني ان جو لباس منهنجي محبت آهي ان کان وڌيڪ ٻيو لباس ڪهڙو آهي.

٢٦٦* فرمايائون تہ عاشقن جو قوت عشق آهي. انهن جو مرڻ ۽ جيئڻ سواءِ محبت ۽ درد جي ٻيو ڪجهہ بہ نہ آهي ۽ جيڪي ماڻهو هن دنيا ۾ حق سبحانه وتعاليٰ سان عشق رکڻ جي دعويٰ ڪن ٿا تن کي الله تعاليٰ سياڻي قيامت جي ڏينهن مجنون اڳيان حاضر ڪندو ۽ فرمائيندو تہ مجنون هڪڙي مخلوق تي عاشق ٿيڻ ڪري ڪيترن قسمن جون مصيبتون ۽ تڪليفون پاڻ تي سٺيون ۽ اوهان مون سان دعويٰ عشق ۽ محبت جي ٿي رکي ۽

اوهان جو حال هي هو جو دنيا جي ڪمن ۾ مشغول هيئو، پوءِ جيڪي سندس جمال بيمثال جا عاشق هوندا سي سندس حضور ۾ گهڻي عجز سان پنهنجو قصور تسليم ڪندا.

٢٦٧* فرمايائون ته عالي همت طالب کي گهرجي ته محبوب حقيقي جل شانه کان سواءِ ٻي جيڪا شيءِ ڏسڻ ۾ اچي تنهن کي حرام ڄاڻي ۽ جيڪڏهن ظاهر خواه باطن ۾ ڪنهن شيءِ ڏانهن ميل رکي ٿو ته پوءِ اهو پنهنجي مقصد کان دور ٿئي ٿو ۽ پڻ طالبن جي جماعت کان خارج آهي.

٢٦٨* فرمايائون ته امير المؤمنين امام المسلمين حضرت امام حسين رضي الله تعاليٰ عنه مجنون کان پڇيو ته خلافت اسان جو حق آهي يا يزيد جو. عشق جي ماريل مجنون جواب ڏنو ته خلافت نه اوهان جو حق آهي ۽ نه ڪو يزيد جو. اهو حق ليليٰ جو آهي. ڪنهن بزرگ چيو آهي:

مجنون عشق را دگر امروز حالت است
اسلام دين ليليٰ ديگر ضلالت است

٢٦٩* فرمايائون ته طالب کي گهرجي ته پاڻ کي پنهنجي پير بي نظير ۾ اهڙو محو ۽ مستغرق ڪري جو پنهنجي نام ۽ نشان کان بالڪل فاني هجي ۽ ان سان باقي هجي تان ان ڪماليت واري صاحب جي وسيلي سان هن دنياوي تعلقاتن کان ڇوٽڪارو لهي، ڇاڪاڻ ته اهي تعلقات محض خيال آهن ۽ پڻ ان جي صحبت مان موچاريون وصفون ۽ سهڻا اخلاق حاصل ٿيندا. جڏهن پاڻ کي پنهنجي شيخ ۾ محو ۽ مستغرق ڪندو ته پوءِ اهڙو طالب ڪماليت جي درجي کي رسندو. اي دوست! هڪڙي ڏينهن ڪنهن مريد سندن حضور اقدس ۾ عرض ڪيو ته حضرتا مريد جيڪڏهن نفلي نماز ۾ هجي ۽ شيخ ان کي نماز واري حالت ۾ سڏ ڪري ته پوءِ مريد کي ڇا ڪرڻ گهرجي نماز ۾ مشغول هجي يا شيخ جي سڏ تي اچي. پاڻ فرمايائون ته چڱو ائين آهي ته سڏ تي اچي. ان کان پوءِ پاڻ هي نقل بيان فرمايائون ته هڪڙي ڏينهن حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنه جن فرمايو ته هڪڙي ڏينهن حضرت رسول مقبول صلي الله عليه وسلم جن ڪنهن

اصحاب سڳوري کي سڏ ڪيو ۽ اهو اصحابي نماز ۾ مشغول هو جڏهن اهو نماز کان فارغ ٿيو سندن حضور ۾ آيو ۽ نماز جو عذر ڪيائين ته حضرتا! آئون نماز ۾ هئس، پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جن فرمايس ته مڙني ڪمن کان رسول جي سڏ کي اڳ ۾ رکو پوءِ پل نماز هجي.

بيت سنڌي

اي پڻ وڏي حاج جي مجلسي ٿئين محبوبن سين
جي قضا ٿئي نماز ته وقت ورائن سٿرو

يعني هي ڪم گهڻو چڱو آهي جيڪڏهن محبوب جي مجلس حاصل ٿئي. انهيءَ ڪري جيڪڏهن نماز قضا ٿي وڃي ته ڪو فڪر نه آهي. ڇاڪاڻ ته نماز قضا ٿي سگهي ٿي.

۽ فرمايائون ته خواجه ناصرالدين عبيدالله احرار قدس سره جي ملفوظات ۾ آهي ته نماز جي وقت جي قضا آهي ۽ صحبت جي وقت جي قضا نه آهي. هن هنڌ تي ڪنهن بزرگ هي بيت چيو آهي:

بيت

درياب ڪه وقت بس عزيز است - گر فوت شود دريغ باشد

يعني وقت گهڻو قيمتي آهي تنهن کي نه وڃاءِ - جيڪڏهن ڇڏائجي ويو ته پوءِ ارمان ڪندين.

۽ پڻ خواجه صاحب جن هي فرمايو:

قيمت وقت راغنيمت دان - گوهر وقت دربها نه آيد

ترجمه: وقت جي قيمت کي غنيمت ڪري ڄاڻ - وقت هڪ موتي آهي جنهن جي ڪا قيمت نه آهي.

٢٧٠* فرمايائون ته طالب کي گهرجي ته جنهن کي ڏسي ته ان کي پاڻ کان بهتر ۽ وڏو ۽ چڱو ڄاڻي ۽ پنهنجي دل ۾ چوي ته هي سڀ ماڻهو مون کان نيڪ ۽ ڀلا آهن پوءِ ڀلي ڪنهن ڪافر کي ڏسي يا ڪنهن مسلمان کي. جيڪڏهن مسلمان کي ڏسي ته دل ۾ چوي ته ان جي نيت ۽ عمل مون کان گهڻا آهن ۽ جيڪڏهن ڪافر کي ڏسي ته دل ۾ چوي ته هن جي عاقبت جي ڪنهن کي خبر آهي شايد آخر وقت ۾ اسلام سان مشرف ٿئي تنهن ڪري اهو

مون کان پلو آهي. ۽ جيڪڏهن پاڻ کان ڪنهن کي عمر ۾ وڏو ڏسي ته دل ۾ فڪر ڪري ته هي شخص عمر ۾ مون کان وڏو آهي تنهن ڪري ان جا عمل ۽ ٻيا نيڪ ڪم مون کان گهڻا ڪيا هوندائين ۽ جيڪڏهن پاڻ کان ڪنهن کي عمر ۾ ننڍو ڏسي ته دل ۾ فڪر آڻي ته هي مون کا عمر ۾ ننڍو آهي جيڪڏهن ڪٿي گناهه ڪيا هجن ته به منهنجي گناهن کان ٿورا هوندا. بهرحال طالب کي گهرجي ته پاڻ کي گنهگار ۽ قصور وارو ڄاڻي حق سبحانه وتعالىٰ جي درگاه ۾ ٻاڏائي وٽانئس بخشش گهري.

٢٧١* فرمايائون ته ڪنهن بزرگ پنهنجي مريد کي چلي ۾ وهڻ جو امر ڪيو، پوءِ اهو مرشد جي چوڻ تي چلي ۾ ويٺو. جڏهن چلي جو عرصو پورو ڪيائين ته مرشد وٽ آيو، مرشد ان کي امر ڪيو ته شهر جي بازارجو سير ڪري اچ ۽ جڏهن سير ڪري بس ڪرين ته پوءِ وري موٽي اچ. جڏهن سير ڪري آيو ته مرشد پڇيس ته ماڻهن کي ڪهڙي حال ۾ ڏٺئي، چيائين ته گهڻن ماڻهن کي لعب ۽ لهو ۽ گناهن ڪرڻ ۾ ڏٺم. مرشد ان کي چيو ته وري چلي ۾ وڃي ويهه. مرشد جي امر تي هو ٻيهر چلي ۾ وڃي ويٺو جڏهن چلي جا ڏينهن پورا ڪيائين ته وري مرشد جي خدمت ۾ آيو. مرشد چيس ته وري بازار جو سير ڪري اچ. جڏهن بازار جو سير ڪري آيو ته مرشد پڇيس ته ماڻهن جي روش ڪهڙي ڏٺئي ته جواب ۾ ساڳيو اکر ٻڌايائين جيڪو پهرين چيو هئائين. بزرگ ان کي وري چلي ۾ وهڻ جو امر ڪيو ۽ چيائين ته تون اڃان پنهنجي مقصد کي نه رسيو آهين تنهن ڪري ٽيون چلو به ڪڍ. پوءِ مريد ٽيون چلو به پورو ڪيو. چلي پوري ٿيڻ کان پوءِ پنهنجي پير بي نظير يعني مرشد جي حضور ۾ مشرف ٿيو. مرشد چيس ته وري بازار گهمي ڦري اچ، جڏهن مريد بازار گهمي ڦري آيو تڏهن مرشد پڇيس ته ماڻهن کي ڪهڙي صورت ۾ ڏٺئي عرض ڪيائين ته انهن کي پاڻ کان پلو ڏٺم ۽ جيڪي انهن ۾ نقص هئا سي مون ۾ آهن پوءِ مرشد چيس ته هاڻي پنهنجي مقصد ۽ مراد ۾ ڪامياب ٿيو آهين. هاڻي توکي موڪل آهي تون پنهنجي وطن ڏانهن موٽي وڃ ۽ اتي حق سبحانه وتعالىٰ جي

ذڪر ۽ فڪر سان وجي مشغول ٿي.

٢٧٢* فرمايائون ته طالب جي دل ڪي جيڪا شيءِ پسند نه اچي جيڪڏهين پاڻ نه کائي ته اها شيءِ ٻين کي به نه کارائي ۽ جنهن لباس پائڻ کان شريعت منع ڪئي آهي تنهن کي بدن تي نه پهري.

٢٧٣* فرمايائون ته بخيل اهو آهي جو پاڻ کائي ۽ ٻين کي نه ڏي ۽ ڪنجوس اهو آهي جو نه پاڻ کائي ۽ نه ٻين کي کارائي ۽ سخي اهو آهي جيڪو هٿ ۾ اچي ته ٻين کي ڏيڻ پسند ڪري ۽ سياڻي لاءِ نه بچائي. اهڙن سخين لاءِ الله تعاليٰ پنهنجي پاڪ ڪتاب ۾ انهن کي هن طرح بشارت ڏيڻ فرمائي آهي: "مَثَلُ الَّذِيْنَ يُنْفِقُوْنَ فِيْ سَبِيْلِ اللهِ كَمَثَلِ حَبَّةٍ اَنْبَتَتْ سَبْعَ سَنَابِلَ فِيْ كُلِّ سُنْبُلَةٍ مِائَةُ حَبَّةٍ وَاللهُ يُضَاعِفُ لِمَنْ يَّشَآءُ وَاللهُ ذُوالْفَضْلِ الْعَظِيْمِ" (ترجمه: جيڪي شخص الله جي واٽ ۾ کپائين ٿا تن جو مثال اُن جي هڪ داڻي جهڙو آهي، ان هڪ داڻي مان ست سنگ پيدا ٿيا. سڀ ڪنهن سنگ ۾ سؤ داڻان آهن ۽ الله ٻيڻو اجر ان شخص لاءِ ڪري ٿو جنهن کي گهري ٿو ۽ الله وڏي فضل جو صاحب آهي) ۽ پڻ هي به آيو آهي: "اَلسَّخِيُّ حَبِيْبُ اللهِ وَلَوْ كَانَ فَاسِقًا وَالْبَخِيْلُ عَدُوُّاللهِ وَلَوْ كَانَ زَاهِدًا" (يعني سخي الله جو دوست آهي توڙي فاسق آهي ۽ بخيل الله جو دشمن آهي توڙي زاهد هجي)

٢٧٤* فرمايائون ته اي دوستؤ! اوهين ٻين جي واسطي مال کي گڏ ڪرڻ پسند ٿا ڪريو ۽ پنهنجي مال کي دشمن ٿا رکو. يعني اوهان جي ملڪيت وارو مال اهو آهي جو اوهين ان مال کي پنهنجي حياتي ۾ الله تعاليٰ جي واٽ ۾ بنان ڪنهن عوض ۽ غرض جي صرف ڪريو ته ان جو نتيجو آخرت ۾ باقي رکيل هوندو جو اتي ملندو ۽ اهو ڏينهن اهڙو آهي جنهن ۾ ڪوبه ڪنهن جو مددگار نه هوندو ۽ جيڪو شخص مرڻ کان پوءِ مال ڇڏي ويو ته اهو مال ٻين جي ملڪيت هيٺ ايندو ۽ اهي ان مال مان عيش عشرت پيا ڪندا ته انهن جي گناهن جو عذاب ۽ حساب مٿس ٿيندو. جيئن الله تعاليٰ قرآن مجيد ۾ فرمائي ٿو: وَالَّذِيْنَ يَكْنِزُوْنَ الذَّهَبَ

وَالْفِضَّةَ وَلَا يُنفِقُونَهَا فِي سَبِيلِ اللّٰهِ فَبَشِّرْهُمْ بِعَذَابٍ أَلِيمٍ (ترجمه: ۽ جيڪي شخص سون ۽ چانديءَ کي گڏ ڪري لڪائي رکن ٿا ۽ ان مان الله جي واٽ ۾ خرچ نٿا ڪن ته اهڙن شخصن کي دردناڪ عذاب جي خوشخبري ڏي.)

٢٧٥* اي دوستؤ! سخا جيتوڻيڪ هڪ سٺو ڪم آهي. پر حق سبحانه وتعاليٰ جي طالبن جي سخا هي آهي ته پاڻ کي الله تعاليٰ جي واٽ ۾ مصروف رکي يعني پنهنجي هن موهوم هستي کي فنا ڪري ته ان جي عوض ٻيو وجود عطا ٿئي ۽ پڻ سندس دل واري اک حق سبحانه وتعاليٰ جي انوارن سان سرمون پاتل هجي ته ان سان جمال بي مثال جو مشاهدو ڏسي ۽ هنن ڪنن کان سواءِ ٻيا ڪن عطا ٿيننس جنهن سان رازن ۽ اسرارن کي پيو ٻڌي ۽ پڻ هن زبان کانسواءِ ٻي زبان انعام ۾ ملندس ان وقت حق سبحانه وتعاليٰ سان ڳالهائيندو ۽ ٻڌندو، پڻ بي يبصر و بي يسمع وبي ينطق وبي يمشي جي مرتبي سان مشرف ۽ معز ٿئي ٿو. طالب کي جڏهن اهڙو حاصل نصيب ٿيو ته پوءِ ان کي ظاهري مشغوليون ۽ معنوي احوال مانع نٿا ٿين، ڇاڪاڻ ته جڏهن سندس باطن حق سبحانه وتعاليٰ سان ڳنڍيل ۽ مستغرق آهي ته پوءِ اهڙو عارف ظاهر ۾ خلق سان آهي ۽ سندس باطن حق سبحانه وتعاليٰ سان آهي. ڪنهن بزرگ چيو آهي:

اندرون شو آشنا واز بيرون بيگانه باش
اين چنين زيباروش ڪمتر بود اندر جهان

ترجمه: پنهنجي اندر کي سڃاڻ ۽ ظاهر ۾ ڌاريو ٿي - اهڙي خوبصورت روش جهان ۾ بلڪل ٿوري آهي.

هن سنڌي بيت ۾ مقبول بارگاه عليم سيد عبدالڪريم سنڌي بلڙي واري قدس الله سره فرمايو آهي:

هنيون ڏنائون هوت کي ۽ لڳ ڳڏيائون لوڪ
پنيوران ٻه ٿوڪ اُنين نه نياءُ پاڻ سين (١)

(١) هن بيت جي ٻئي پڙهڻي هن ريت آهي:
پنيوران ٻه ٿوڪ ڪنين نه نيا پاڻ سين - سڪڻ سپرين کي ۽ لاڳاپا سين لوڪ

يعني دل دوست کي ڏنائون ۽ ٻيو جسم خلق سان ڳنڍيائون. پنيور يعني هن دنيا مان ساڳي وقت تي ٻه شيون گڏوگڏ کير ۽ پاڻ سان کڻي نه ويو، يعني هڪ "سپرين جي سک" ۽ ٻيو "لاڳاپا سين لوڪ" مطلب ته انهن ٻنهي شين مان ڪنهن به هڪ جو انتخاب ڪرڻو اٿس.

٢٧٦* فرمايائون ته فناءَ ۽ بقا کان پوءِ سالڪ کي مڪمل ڪرڻ جي نعمت عطا ڪئي تي وڃي. ان وقت ان جو توجه ۽ تصرف ذات احديت ڏانهن هوندو آهي. ڇاڪاڻ ته ان کي جڏهن هن فاني جهان مان جاوداني عالم ڏانهن بشري بدن سان لاڏاڻو ڪرايو تو وڃي ته سندس پاڪ روح جيڪو هن جهان ۾ بشري گندگين ۽ غلاظت سان گڏيل هو، تنهن کان آزاد تي بنان ڪنهن واسطي احديت منجهه محو ۽ مستغرق ٿئي ٿو. ان جو مثال ڪکر جي ڦڙي وانگر آهي جيڪا ڪکر کان جدا ٿي دريا ۾ پئي ته اها ڦڙي دريا ۾ اچي دريا تي ويئي، سندس ڪوبه وجود نه رهيو. مثنوي وارو هن باب ۾ فرمائي ٿو:

چون ز خود رستي همه حق گشته- رفت ظلمت نور مطلق گشته

ترجمه: جڏهن خودي کان ڇٽين تڏهن سڀ حق ٿيو - اونداهي ويئي مطلق نور ٿيو.

٢٧٧* فرمايائون ته طالب کي گهرجي ته حق سبحانه وتعاليٰ جي عشق ۽ محبت ۾ ادن ۽ ڪتي جي پٽ کان گهٽ نه ڪري، جيڪي مجازي عاشق هئا. ادن واري ڳالهه حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنه جن پنهنجي والد حضرت ميان صاحب قدس الله سره کان ٻڌي ان سڳوري مخدوم محمد اسماعيل پريان لوئي قدس الله سره کان ٻڌي ۽ ڪتي جي پٽ واري ڳالهه سيد الطائفه شيخ جنيد بغدادي قدس سره کان نقل تي ڪيائون.

حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنه ادن واري ڳالهه هن طرح بيان تي ڪئي ته ادن نالي هڪ شخص نار جي ڳاڏي تي ويٺو هو ۽ پوک کي پاڻي تي ڏنائين. اتفاق سان هندو سونارن جي هڪڙي ڄڃ ان کوه جي وڻ هيٺيان ڪنوار سميت منزل ڪئي ۽ کائڻ پيئڻ ۾ مشغول تي ويا جڏهن کائڻ کان فارغ ٿيا ته پوءِ

سيئي سمهي رهيا. مگر ڪنوار ۽ ادن ٻئي پاڻ ۾ اڪيون اڙائي هڪ ٻئي جي عشق ۾ بيقرار هئا. جڏهن ڄڃ وارا ننڊ مان اٿيا ۽ لڏ پلاڻ وارو سامان اٺن تي ٻڌي روانا ٿيا تڏهن ادن جيڪو عشق جي ترار سان اڌ مئل تي چڪو هو، هن جي ڏسڻ لاءِ گهڻو بيقرار ٿيو سو بيهي پنهنجي محبوبه ڏانهن پٺيان ڏسڻ لڳو ۽ جيستائين سندس نگاه پي پئي تيستائين پي ڏٺائين. نيٺ جڏهن سندس نظر کان ڄڃ غائب ٿي ويئي ته پوءِ انهيءَ ڪوه واري وڻ تي چڙهي نهارڻ لڳو جيئن جيئن ڄڃ پري پي ٿي تيئن ادن وڻ تي مٿي چڙهندو ويو. محبوب جي ڏسڻ لاءِ هن وٽ موت ۽ زندگي ٻئي هڪ جهڙا برابر هئا. پوءِ جيئن وڻ جي چوٽي تي رسيو ۽ محبوب جي عشق ۾ مست هو تيئن وڻ جي چوٽي تان بي خبري ۾ ڪري پيو ۽ پنهنجي جان خلقيندڙ جي حوالي ڪيائين - انا لله وانا اليه راجعون.

ڪجھ ڏينهن ڪان پوءِ اهي سونارا ڪنوار کي مائٽن سان ملائڻ لاءِ وٺي پي ويا ۽ انهيءَ اڳي ڪوه جي وڻ هيٺ اچي ترسيا ۽ اٺن تان بار لاهي اتي آرام ڪيائون. ۽ سيئي سمهي رهيا مگر ڪنوار کي ننڊ نٿي آئي ۽ ڏٺائين ته ڳاڏي تي سندس عاشق جي جاءِ تي هڪڙي عورت ويٺي آهي، تنهن کان پڇيائين ته توکان اڳي ڳاڏي تي هڪڙو ماڻهو ويٺل هو سو هيئنر ڪٿي آهي. پوءِ ان عورت هن کي اول ڪان آخر تائين ساري حقيقت ڪري ٻڌائي. هو نيڪ عورت جا عشق واري شراب ۾ بيهوش ۽ وڇوڙي ڪان غمگين هئي، تنهن انهيءَ عورت ڪان پڇيو ته سندس قبر ڪٿي آهي ان زال آگر سان اشارو ڪري چيس ته هن پوک وٽ آهي. عشق جي ماريل ڪنوار پرواني جي مثل پاڻ کي انهيءَ قبر تي اڇلائي پنهنجي پياري جان ان تي فدا ڪيائين. انا لله وانا اليه راجعون.

جڏهن ڪنوار جا عزيز ننڊ مان اٿيا ۽ سامان ٻڌڻ جي تياري ڪيائون پر ڪنوار ڏسڻ ۾ نه آين ان لاءِ گهڻي ڳولا ڪيائون پر ڪا خبر نه پين. پوءِ انهن ڳاڏي واري عورت ڪان پڇيائون جنهن انهن کي ساري ماجرا ڪري ٻڌائي. پوءِ سونارا

پير ڪٽندا ان عشق واري شهيد جي قبر تي اچي پهتا. پر ڪنوار انهن کي ڏسڻ ۾ نہ آئي. هيڏانهن هوڏانهن گهڻو ئي ڳوليائون پر نہ لڌائون. پوءِ پاڻ ۾ صلاح ڪري قبر کي کوٽيائون تہ ڪنوار وارو رنگين ڪپڙو ڏسڻ ۾ آين پر ڪنوار جو وجود ڏسڻ ۾ نہ آين ۽ ڏٺائون تہ فقط هڪڙو ادن آهي جيڪو ستو پيو آهي. جڏهن تہ هن (ڪنوزر) پاڻ کي پنهنجي محبوب سان هم آغوش ۽ محو ڪري ڇڏيو جيئن پاڻي جو هڪڙو ڦڙو دريا ۾ هجي تہ ان ڦڙي جو وجود دريا جي پاڻيءَ سان ملي هڪ ٿي ويو تيئن ادن ۽ سندس محبوبه جو پڻ هڪڙو وجود ٿي ويو. جنهن ڪري ڄج وارا ان کي ڏسي نہ سگهيا.

اي طالب! هي رنگ تہ عشق مجازي جو هو پر جي عشق حقيقي حاصل هجي تہ ان جو کهڙو نہ اثر هوندو. قلم کي هن ميدان ۾ ڊوڙڻ جي طاقت نہ آهي نہ زبان کي بيان ڪرڻ جي ڪا طاقت آهي. ڪنهن بزرگ چيو آهي:

بسيار ديده ام ڪہ يڪي را دو ڪرد تيغ
شمير عشق بين ڪہ دوڪس را يڪي ڪند

ترجمه: ڏٺو اٿم گهڻو تہ تلوار هڪ کي ٻہ ڪري - عشق جي تلوار ڏس ٻن شخصن کي هڪ ڪري.

حضرت مخدوم صاحب پريان لوئي بعضي وقتن ۾ هي لفظ چوندا هئا:

هم شديم وليڪن ادن نہ شديم يعني سڀ ڪنهن ٿيا سون پر ادن نہ ٿياسون.

عاقلان راشرع تڪليف آمده - بيد لانرا عشق تشريف آمده

ترجمه: ڏاهن لاءِ شريعت تڪليف ٿي آٿي - عاشقن لاءِ عشق بادشاهي وڳو انعام ٿي آيو.

اهڙي طرح سان پاڻ ڪتي جي پٽ جو نقل سيد الطائفه شيخ جنيد بغدادي قدس سره کان هن طرح بيان ڪرڻ فرمايائون تہ ڪنهن ڪتي جو هڪڙو پٽ هو جو بادشاه جي ڌيءَ جا ڪپڙا ڌوئندو هو ۽ اهو بادشاه جي ڌي تي عاشق هو ۽ هر هفتي ڪپڙا ڌوئڻ لاءِ دريا تي ڪٽي ايندو هو ۽ هو اهي ڪپڙا ڌسي پيو لذت

وٺندو هو. بلڪ ان جي زندگي جو مدار انهن ڪپڙن جي ڏسڻ تي هو. هڪڙي ڏينهن ڪپڙن ڌوئڻ لاءِ درياءَ تي ويو ۽ ڪپڙن کي ڌوئڻ لڳو ۽ ڪپڙا ڌوئي درياءَ جي ڪپ تي سڪائڻ لاءِ پکيڙيائين. ته قضا سان هڪڙي لهر آهڙي آئي جو اهي ڪپڙا پاڻي ۾ گهلي ڪٽي ويئي ۽ اهي ڪپڙا ان لاءِ اهڙا هئا جهڙو حضرت يوسف عليه السلام جو پهراڻ جيڪو حضرت يعقوب جي اکين کي نور بخشيندڙ هو. جڏهن اهي ڪپڙا سندس هٿ مان وڃڻ لڳا ته پاڻ انهن جي پنيان پاڻي ۾ ڪاهي پيو ۽ ٻڏي ويو. جنيد بغدادي ته اڪثر وقتن تي هي لفظ چوندا هئا:

شديم وليڪن طفل گاذر نه شديم (يعني سڀ ڪجهه ٿياسون پر ڪٽي جي پٽ جهڙا نه ٿياسون)

٢٧٨* فرمايائون ته عشق مان عاشق ۽ معشوق جو مقصد هي آهي ته جيئن اصل منجهه هڪ ذات هئا تيئن هتي پڻ ٻئي هڪ وجود آهن ۽ هي ظاهري وجود هنن جي وچ ۾ آڏ ٿيو آهي. انهيءَ سببان ٻه وجود ٿيا آهن. جيڪڏهن موهوم هستي وارو حجاب ڪڇي ويو ۽ پاڻ پائڻ جو گمان لهي ويو ته پوءِ هڪ وجود ٿي پوندو جيئن خواجه حافظ شيرازي عليه الرحمه فرمائي ٿو:

ميان عاشق ومعشوق هيچ حائل نيست
حجاب روئي توئي حافظ از ميان برخيز

ترجمه: عاشق ۽ معشوق جي وچ ۾ محو پردو (حجاب) ناهي- اي حافظ تون پاڻ حجاب آهين سو وچ مان اٿي وڃ.

٢٧٩* فرمايائون ته جنهن وقت هن فقير تي فنا في الشيخ غلبو ٿيو تڏهن حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنه جن پنهنجو رحم ۽ شفقت فرمائي. مون کي هن بيت سان خطاب مستطاب فرمائي. هڪ وجود هئڻ جي لقب سان مون کي نوازيائون.

تو من شدي من تو شدم - من تن شدم تو جان شدي
تاکس نه گويد بعد ازين - تو ديگري من ديگرم

ترجمه: تون منهنجو ٿئين آئون جسم ٿيس تون جان ٿئين. هن کان پوءِ ڪير ائين نه چوي ته تون ٻيو آهين ۽ آئون ٻيو آهيان.

٢٨٠* فرمايائون تہ ازل ۾ عشق جي هوا وحدت جي درياءَ تي لڳي ۽ عشق جي زوردار هوا لڳڻ سان درياءَ موج ۾ اچي چوليون هڻڻ لڳو ۽ هي موجودات جيڪا ڏسڻ ۾ پيئي اچي سا سڀ انهيءَ وحدت واري درياءَ جون لهرون ۽ چوليون آهن جيڪي ازل کان اٿيون آهن اهي ابدالاباد باقي رهنديون، پوءِ اهي چوليون ۽ لهرون ڪنهن وقت ظاهر ٿين ٿيون ۽ ڪنهن وقت غائب ٿيو وڃن. جنهن وقت اهي غائب ۽ محو ٿي ويون تہ پوءِ ان وقت قيامت قائم ٿيندي. انهيءَ سلسلي ۾ اڳين بزرگن جو چوڻ آهي تہ جيستائين زمين تي الله چوڻ وارو هڪ بہ هوندو تيستائين قيامت قائم نہ ٿيندي يعني جيستائين الله چوڻ وارا سڀ فاني نہ ٿيندا تيستائين قيامت ظاهر نہ ٿيندي. ان کان پوءِ فرمايائون تہ جڏهن طالب ازلي عنايتن ۽ سرمندي سعادتن سان حقيقي جذبي واري مرتبي سان مشرف ٿيو تہ ان وقت اهو وحدت واري دريا ۾ جيڪو ان جو اصل آهي تنهن ۾ ٽپيون پيو هڻندو ۽ درياءَ جي سيني لهرن يعني موجن جي سڃاڻپ حاصل ڪندو ۽ پڻ مشاهدي سان سڃاڻندو تہ اهي سڀ حق آهن. جيئن ڪنهن بزرگ ان باب ۾ فرمايو آهي:

کسوت ديگر بپوشد جلوه ديگر کند،
مظهر ديگر نمايد بهر اظهار ديگر.

ترجمه: لباس ڍڪي ٻئي قسم جو ۽ جلوو ڏيکاري ٻي طرح - پاڻ کي پڌري ڪرڻ لاءِ مظهر پيو ڏيکاري.

بهر رنگي کہ خواهي جامہ مي پوش،
کہ من آن جلوه قدمي شناسم.

ترجمه: جنهن بہ رنگ ۾ لباس چاهين سو پلي ڍڪ - چاڪاڻ تہ آئون ان جلوي جا قدم سڃاڻان ٿو.

مولانا جامي قدس سره کهڙو نہ چڱو فرمايو آهي:

در و ديوار من آئينہ شد از کثرت شوق
هر کجا مي نگرم روئي ترا مي بينم

کثرت جي شوق کان در ۽ ديوار مون لاءِ آئينو ٿيا آهن - جنهن پاسي نهاريان ٿو تنهنجو منهن ڏسان ٿو.

شيخ نورالحق قدس سره هن ڳالهہ ڏي اشارو ڏي ٿو:
کسي گويد کہ حق صورت نہ بنند - من اينک ديده ام ذات مصور
ترجمه: ڪير ٿو چوي تہ حق تعاليٰ ڪي صورت نہ آهي -
اجهو مون تہ صورت جوڙيندڙ جي ذات ڏٺي آهي.
حافظ شيرازي هن راز کي کولي چوي ٿو:
نديم و مطرب وساقي همہ اوست - خيال آب وگل دره نباشد
ترجمه: دوست، مطرب ۽ ساقي سڀ ڪجهہ اهوئي آهي-
رستي ۾ پاڻي ۽ مٽي جو خيال نہ آهي.

٢٨١* فرمايائون تہ ڪنهن فقير هڪڙي ڏينهن اسان جي مرشد (حضرت خليفہ محمود) ادام الله برڪاته جي حضور ۾ عرض ڪيو تہ حضرتا! ناسوت، ملڪوت، جبروت ۽ لاهوت ڪنهن ڪي ٿا چون. فرمايائون تہ هن عالم خلق کي ناسوت ٿا چون ۽ بعضي آن ڪي عالم شهادت۽ عالم مثال ۽ عالم خواب چيو آهي ۽ سالڪ جي تنزل جو درجو پڻ هن عالم (ناسوت) ۾ آهي. البت جنهن بلند همت طالب ۽ بخت واري صاحب کي الله تعاليٰ جي ڪشش مان ڪا ڪشش دامنگير ٿي تہ پوءِ عالم مثال مان بند ٿيل دروازا از خود مٿس ڪلي پوندا ۽ پڻ هن عالم (ناسوت) ۾ مڙني عالمن جا مشاهدا پيو ڏسندو ۽ عالم ملڪوت کي عالم ارواح ۽ عالم لطيف ۽ عالم خواب پڻ چون ٿا. عالم ناسوت ڪي فنائيت آهي ۽ عالم ملڪوت ڪي فنائيت نہ آهي ۽ عالم ملڪوت جي ڪنجي عالم مثال آهي ۽ ماڻهن جي ارواحن جون صورتون، جيڪي عالم شهادت ۾ آهن سي ساڳيون صورتون عالم لطيف ۾ پڻ بنان جسم جي موجود آهن ۽ عالم جبروت کي عالم جمعيت ۽ عالم ارواح کي عالم تمڪين ٿا چون. بعضي هن عالم کي "عالم اسما وصفات" ٿا چون. دراصل انهن کي هنن عالمن جي حقيقت جي خبر نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ "عَالم اسْمَا وَصِفَات" اگرچہ عالم جي مرتبہ ۾ آهي ۽ عالم ملڪوت ۾ داخل آهي، جيتوڻيڪ ظاهري طرح سان عالم "حس" ۾ اچي وجي ٿو. انهيءَ ڪري اسما وصفات کي عالم جبروت ۾ شامل ٿا ڪن جيڪو درست نہ آهي. اهي اسما وصفات ظلي آهن ۽ هن عالم ۾ ظهور ورتو اٿن، ايتري قدر جو

اسما وصفات، سمع وبصر، علم وقدرت ۽ ارادو ۽ حيات، ذات پاڪ جون صفتون آهن. بهرحال اسما وصفات، ذات پاڪ وانگر قديم آهن. چنانچہ ذات پنهنجي مرتبہ موجب خود "اَلْاٰنَ كَمَا كَانَ" آهي. اهي پڻ پنهنجي اصل مرتبہ موجب صفات وانگر ذات ۾ قائم آهن ۽ ان کي ڪوبہ تغير يا تبدل نہ آهي. پيون ظلي صفات هڪ ٻئي جو ضد آهن انهيءَ ڪري سمع کي بصر نہ آهي ۽ بصر کي تڪلم نہ آهي ۽ صفات حق هڪ ٻئي جو ضد نہ آهن. عالم لاهوت کي عالم هويت ۽ عالم بي رنگ ۽ عالم اطلاق ۽ ذات بحث تائين چوندا آهن. هي عالم اهو آهي جو ناسوت ۽ ملڪوت ۽ جبروت کي محيط آهي. ان جو مثال هي آهي عالم ناسوت بمنزل جسم جي آهي ۽ ملڪوت قلب جي مثل آهي ۽ عالم جبروت مثل روح جي آهي ۽ عالم لاهوت بمنزل سرجي آهي. ناسوت عالم خلق آهي ۽ جبروت عالم ارواح آهي ۽ ملڪوت عالم امر آهي. ۽ لاهوت عالم بي رنگ ۽ بي ڪيف آهي. جڏهن بخت بلند مالڪ کي ازلي بخت همراه ٿئي تہ پوءِ هن مرتني عالمن جي مقامن کي پاڻ ۾ بيخود پيو ڏسندو ۽ هن آيت سڳوري جو مشاهدو ڪندو "هُوَ الْاَوَّلُ وَالْاٰخِرُ وَ الظَّاهِرُ وَ الْبَاطِنُ" يعني اهو سڀ کان پهريون آهي ۽ اهو سڀ کان پويون آهي ۽ اهو ظاهر آهي ۽ اهوئي باطن آهي. "وَهُوَ بِكُلِّ شَيْءٍ عَلِيْمٌ" ۽ اهو سڀ شيءِ جو ڄاڻندڙ آهي ۽ پڻ هن آيت سڳوري جي معني مٿس روشن ٿيندي "وَفِيْٓ اَنْفُسِكُمْ اَفَلَا تُبْصِرُوْنَ" (ترجمه: پوءِ ڇون ڏا اوهين پنهنجن نفسن ۾ فڪر ڪريو.) جيئن ڪنهن بزرگ چيو آهي:

مردان خدا خدا نہ باشد – ليڪن از خدا جدا نہ باشد

يعني: مردان خدا، خدا نٿا ٿين مگر اهي خدا کان جدا بہ نہ آهن. پاڻ کي عين اهو ٿا ڄاڻن ۽ انهيءَ ذات کان ئي نعره ٿا هڻن، منصور حلاج قدس سره چيو:

من نمي گريم انا الحق يار مي گويد بگو
چون نہ گويم چون مرا دلدار مي گويد بگو

يعني: آئون انا الحق نٿو چوان. يار چوي ٿو تہ چئو. جڏهن مون کي منهنجو دلدار چوي پيو تہ پوءِ ڇونہ چوان.

٢٨٢* فرمايائون تہ سالڪ جڏهن بفضل الاهي هن درجي تي رسن ٿا تہ پوءِ اهي ساري موجودات کي هڪڙو وجود ٿا ڏسن. ان کان پوءِ جيئن بي انداز ترقيون ان سان شامل حال ٿينديون رهنديون تہ هن مقام کان چڪي فوق الفوق عروج ٿا ڪرائين. جيئن ماضي جا احوالِ نفي تي وجن ۽ طالب اهڙي جاءِ تي وڃي رسي جنهن کي "حَقِيقَةَ الحَقَائِق" ٿا چون. جنهن جي پاسي ۾ سڀ حقائق ۽ صورتن جو ڪو قدر نہ آهي بلڪ انهن کي ان منجهہ محو ۽ لاشيءِ پيو ڏسبو ۽ هن حقيقت واري ولايت پاڻ سڀڳورن صلي الله عليه وسلم جي ولايت محمدي ۽ ولايت احمدي عليه افضل الصلوات واکمل التحيات جو انهيءَ ولايت جو فڪر ڀي جاءِ تي لڪيل آهي. انهيءَ کان سواءِ ٻين نبي سڀڳوري جي آهي.

٢٨٣* فرمايائون تہ گھڻن اوليائن جو هن ڳالهہ تي اتفاق آهي تہ حقيقة الحقائق حق مطلق آهي. جڏهن تہ اهي پاڻ کان فنا ٿي حق سان باقي ٿيا آهن.

شيخ بايزيد بسطامي قدس سره هن ڳالهہ کي چٽو ڪيو آهي ۽ فرمائي ٿو: "لَيْسَ فِيْ جُبَّتِيْ سِوَي اللهِ وَسُبْحَانِيْ مَا اَعْظَمُ شَانِيْ" (ترجمه: منهنجي جبي اندر الله کان سواءِ ٻيو ڪو بہ نہ آهي ۽ منهنجي پاڪائي ۽ منهنجو ڪهڙو نہ عظيم شانِ آهي.) اهڙي طرح شيخ ابوبڪر شبلي چيو آهي: "لَيْسَ فِيْ جُبَّتِيْ سِوَي اللهِ"- انهن بزرگن جي قولن جي معنيٰ هن مثال مان سمجهڻ گهرجي، جهڙو لوه ۽ باه. جڏهن لوه کي باه منجهہ وجهن ٿا تڏهن لوه باه جو رنگ ٿو ٿئي ان وقت لوه جو رنگ باهہ جي رنگ ۾ محو ۽ لا شيءِ آهي. مثنوي وارو فرمائي ٿو:

آتشم من گر ترا اشک است ظن - آزمودن دست را بر من بزن

ترجمه: آئون باه آهيان جيڪڏهن توکي ڪو شڪ ۽ گمان آهي - تہ آزمودي خاطرمون کي هٿ هڻ. پوءِ جيڪڏهن ان تي هٿ رکندو تہ سڙي پوندس، نہ تہ لوهہ لوهہ آهي ۽ باهہ باهہ آهي. پر باه جي غلبي کان لوهہ جي صورت باه جي صفت ورتي آهي جا سا‌ڙي ٿي.

. مثنوي وارو ان باب ۾ ڪهڙو نہ چڱو چيو آهي:

بندگان حق رحيم وَ بردبار - خوئي حق دارند در اصلاح كار
ترجمه: حق سبحانه وتعاليٰ جا ٻانها گهڻي رحم وارا ۽ بردبار آهن - ماڻهن جي اصلاح وارن ڪمن ۾ حق بشما واريون عادتون ٿا رکن.
مهربان مي رشوتان ياري كنان - مشفقان ومستعان غمخوارگار
ترجمه: سواءِ ڪنهن رشوت وٺڻ جي مهرباني ۽ همراهي ڪندڙ آهي - ڏکويل واسطي مشفق ۽ مدد ڏيندڙ آهي.
ازترحم دستگير عاجزان - در مقام سخت در زور گرار
ترجمه: گهڻي رحم ڪان عاجزن ۽ ضعيفن جا دستگير آهن - ۽ ظلم وارين جاين تي سخت آهن.
همين بجو آن قوم را اي مبتلا - همين غنيمت دار شان پيش از بلا
ترجمه: هتيار تي اي مصيبت ورتل اهڙي قوم کي ڳولي لهه - خبردار تي مصيبت اچڻ کان اڳي انهن کي غنيمت ڄاڻ.
٢٨٤* فرمايائون ته جڏهن لوهه کي روات سان صفا ٿا ڪن ته ائينو تي پوي ٿو. پوءِ اهو آئينو لوه نه آهي ۽ نه وري لوهه کان جدا آهي. اهڙيءَ طرح ڪماليت وارن صاحبن جو تبدل پڻ حق سبحانه وتعاليٰ جي قدرت واري آرسي جو مثال سمجهڻ گهرجي ۽ اها آرسي اهڙي آهي جو عالم خلق ۽ عالم امر ڏسڻ ۾ پيو ايندو. بلڪ ان لا يزال جي جمال بي مثال جي ڏسڻ جو لائق ۽ قابل هوندو. مولوي جامي قدس سره سلسلة الذهب ۾ فرمائي ٿو:
گرنه مرات وجه باقي بود - ازچه روشد فرشته را مسجود
ترجمه: جيڪڏهن سندس جمال بي مثعال وارو آئينو آدم ۾ باقي نه هجي ها ته - پوءِ فرشتن کي سجدو ڪرڻ جو امر ڇا جي واسطي هو.
بود عكس جمال حضرت پاک - اگر ابليش ره نبرد چه باک
ترجمه: حق سبحانه وتعاليٰ جي جمال جو منجهس عڪس هو - جيڪڏهن ابليس سجدي ڪرڻ جي واٽ نه ورتي ته ڪهڙو ڊپ آهي.
هرچه در گنج كنت كنز نهان - بود دروي خدانمود عيان
ترجمه: جيڪي ڪنت ڪنزا مخفيا جي خزاني ۾ لڪل هو -

الله تعاليٰ ان ۾ پاڻ کي پڌرو ڪيو.
خلق رادر ظهور پيدائي - هستي اومست کلت نمائي
*********
زانکہ عرفان بود سبب آنرا - اوست مظهر کمال عرفان را
ترجمه: ان جو سبب هي هو جو پاڻ کي سڃاڻائي - سيني عرفانن جي ڪماليت جو اوپاڻ مظهر آهي.

٢٨٥* فرمايائون تہ سيني نبين سڳورن جي ڪلمن کان پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جن جو ڪلمو لَآ اِلٰهَ اِلَّااللّٰهُ مُحَمَّدٌ رَّسُوْلُ اللّٰهِ افضل آهي. جيئن تہ ان ۾ ٽي شقون آهن. پهرين شق ۾ لَآ اِلٰهَ آهي ۽ ٻي شق اِلَّااللّٰهُ آهي ۽ ٽين شق ۾ مُحَمَّدٌ رَّسُوْلُ اللّٰهِ آهي. پهرين شق ۾ باطل انهن جو نفي آهي ۽ ٻي شق معبود بالحق جو اثبات اِلَّااللّٰهُ آهي. هن هنڌ تي خواجه امام رباني قدس سره کان سواءِ خواجه عبيدالله احرار قدس سره ۽ ٻيا خليفا ۽ سندس مريد وحدت الوجود جا قائل آهن انهن وٽ هي معنيٰ آهي شق اول "مَعْبُوْدُ اِلَّا اللّٰهُ" ۽ شق ثاني "لَا مَقْصُوْدُ اِلَّا اللّٰهُ" ۽ شق ٽي لَا مَوْجُوْدُ اِلَّا اللّٰهُ (شق پهرين ۾ نفي آهي ئي ڪونہ) خواجه امام رباني قدس سره جن وحدت الشهود جا قائل آهن ۽ فرمائين ٿا تہ پهرين شق جي معنيٰ لَا مَعْبُوْدُ اِلَّا اللّٰهُ يعني الله کان سِواءِ ڪو ٻيو معبود آهي ڪو نہ ۽ ٻي شق جي معنيٰ لَا مَوْجُوْدُ اِلَّا اللّٰهُ يعني الله کان سِواءِ ڪو موجود نہ آهي ۽ شق ٽي جو مطلب آهي لَا مَقْصُوْدُ اِلَّا اللّٰهُ يعني الله کان سواءِ ڪو مقصود نہ آهي ۽ آخري شق مُحَمَّدٌ رَّسُوْلُ اللّٰهِ آهي ڇاڪاڻ تہ پاڻ الله تعاليٰ جا موڪليل آهن.

لَآ اِلٰهَ اِلَّااللّٰهُ جي شق ۾ جيڪو اسم الله جو آهي سو مڙني نبين ۽ ساري مخلوقات جو رب الارباب آهي ۽ محمد رسول الله جي شق ۾ جيڪو الله جو اسم آهي سو محمد جو رب آهي جو رب الارباب آهي ۽ حضرت آدم عليه السلام جيڪو پهريون اولوالعزم نبي آهي تنهنجو رب خالق ۽ رزاق آهي ۽ حضرت نوح ۽ حضرت ابراهيم عليهما السلام جو رب سَمِيع بصير آهي ۽ حضرت موسيٰ عليه السلام جو رب تنهنجو شان اقدس آهي ۽ حضرت عيسيٰ عليه السلام جو رب رنگ کان بي رنگ آهي ۽ اهو

ٻين سيني اولوالعزم نبين کان خصوصيت رکي ٿو. ڇاڪاڻ ته ٻيا نبي سڀ ڳورا افعالي صفتن جي معرفتن سان سرفراز ٿيل آهن ۽ ان سڀ ڳوري کي ذاتي معرفت آهي جا رنگ کان بي رنگ آهي. انهيءَ سببان اهو وري پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جي امت ۾ داخل ٿيڻ سان معزز ۽ مشرف ٿيندو ۽ پاڻ سڳورن جو رب بيچون ۽ بيچگونه يعني بي مثل ۽ بي کيف آهي ۽ پاڻ ان کي بشري حس سان متي وارين اکين سان ڏٺو اٿن - مولانا نظامي فرمائي ٿو:

ديد محمد بچشم ديگر - بلک همان چشم که دارد بسر

ترجمه: ڇا محمد صلي الله عليه وسلم الله کي ٻين اکين سان ڏٺو هو - بلک انهن اکين سان ڏٺائين جيکي متي (دماغ) ۾ آهن.

۽ سندن رب، رب الارباب آهي ۽ سندن ذکر پڻ پوئين شق ۾ آهي. ۽ پڻ سمورن پيغمبرن سڳورن جون ڪماليتون پاڻ سڳورن جي ڪماليتن جي پاسي ۾ مثل دريا اعظم جي هڪ قڙي وانگر آهن جن جو ڪو وجود دريا ۾ نٿو ليي.

اي دوست! الله تعاليٰ جي اوليائن جا ڪلمات ڇهن جهتن جي بيان کان ٻاهر آهن، انهن جون ڳاليهون اهل معاش وارن جي ناقص فهم ۾ ڪيئن ماپنديون. مولانا روم فرمائي ٿو:

حس حيوان گر بديدي شاه را - پس بديدي گاوَ وخر الله را

ترجمه: حيوانن کي جيڪڏهن شاه جي ڏسڻ جو حس هجي ها ته پوءِ ڍڳا ۽ گڏهه به الله کي ڏسن ها.

الله تعاليٰ جي طالبن جو مقصود فقيرن وارو خرقو پائڻ نه آهي ۽ نه ئي وري بي حضور ذکر زبان سان ظاهر ڪرڻ مقصود آهي. بلڪ انهن جو مقصد دل جي حضور سان هميشه ذکر ۽ فکر آهي ۽ دل جي حضور بنان آدمي مثل چوپايه مال جي آهي جيکي کائڻ پيئڻ ۾ چرواڳ آهن. بلڪ انهن کان بدتر آهن. ڇاڪاڻ ته جانورن تي ان ڏينهن پڇا نه آهي. جيئن ڪنهن بزرگ

چيو آهي:

برزبان يا صمد خواني در دل تو يا صنم
چون بباطن كافري ظاهر مسلماني چہ سود

ترجمه: زبان تي يا صمد پڙهين ۽ دل تنهنجي ۾ يا صنم - جڏهن تہ باطن ۾ كافر آهين ظاهري مسلماني مان كهڙو فائدو.

٢٨٦* فرمايائون تہ حق سبحانه وتعاليٰ جو حضور دل جي مشغولي سان حاصل ٿئي ٿو ۽ نہ زبان سان ۽ نہ وري كاٺ واري تسبيح سان. تبسيح اها آهي جو ساري موجودات جي آواز كي الله تعاليٰ جو ذكر تصور كري ۽ وڻن جي لڏڻ مان جيكي پن هوا تي چرن ٿا تن جي آوازن مان الله جي اسم جو تصور كري. هن هنڌ تي مصلح الدين شيرازي فرمائي ٿو:

برگ درختان سبز در نظر هوشيار
هر ورقي دفريست معرفت كردگار

ترجمه: وڻن جي ساون پنن ۾ هوشياري سان نظر كر - سيئي كو پن حق سبحانه وتعاليٰ جي معرفت جو دفتر آهي.

تمت بالخير

